# عشقِ ستار





فقير صوفي امام الدين ”ستاري“

عشقِ ستار

فقير صوفي امام الدين ”ستاري“

صوفين ساري سِرَ تي، كنيا سورَ سوين،
ملامتون متي تي، راضي ٿيو تہ ركين،
ورتيون ورد وجود ۾، تون واجڻ كيو وڃين،
تِهان پوءِ لهين، تون ”ڏكڙ“ پيير پرين جو.

فقير صوفي امام الدين ”ستاري“

# عشقِ ستار

فقير صوفي امام الدين "ستاري"

ڇپائيندڙ

صوفي محفوظ الرّحمان "ستاري"

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | عشقِ ستار |
| شاعر: | فقير صوفي امام الدين "ستاري" |
| ڇاپو پهريون: | مارچ 2009ع |
| تعداد: | هڪ هزار |
| ڪمپوزر: | نظر حسين ملاح |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ: | نذير احمد سولنگي |
| پاٺهن پيلي: | صوفي منظور احمد اُچڻ |
| ڇپيندڙ: | سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ: | صوفي محفوظ الرحمان "ستاري" |

**ISHQ-E-SATTAR**
(Poetry)

| | |
|---|---|
| Poet: | Fakir Soofi Imam-u-Din "Sattari" |
| First Edition: | March 2009 |
| Printed by: | Sindhica Academy, Karachi Phone:021-2737290 |
| Publisher: | Soofi Mahfooz-u-Rahman "Sattari" |


# انتساب

پنهنجي محبوب، مطلوب، مرشد، هادي، رهبر،
سرتاجِ صوفيان، محبوبِ عارفان
**صاحب ڪريم حضور شاهه عبدالستار ثاني عليه رحمت**
جهوڪ ميرانپور جي مرد ڪامل ۽ انسانيت جي علمبردار
جي نالي هي "ستاري سلوڪ" منسوب ڪيان ٿو.

— "فقير صوفي امام الدين" ستاري صوفي القادري



صاحبِ ڪريم صوفي عبدالستار 'ثاني' صوفي القادري
سجاده نشين درگاه جهوڪ شريف

سهڻي يار سناري صورت،
موهيو "امام الدين" محمدي مورت،
ڏاڍو عشق لڳو ته اٽانگو،
"ڍڪڻ" ڪوڏيءَ مُلھ ته مهانگو،
تنهنجي نينهن ڪيو آهي نانگو.



صاحبِ ڪريم صوفي عطاءُ الله صوفي القادري
موجوده سجاده نشين درگاه جھوڪ شريف



صاحبِ ڪريم صوفي محمد ارشاد عباس صوفي القادري
سجاده نشين درگاه جھوڪ شريف

# فهرست







صوفي زبير الدين صوفي القادري
ولي عهد درگاهہ جهوڪ شريف

# مهاڳ

صوفين ساري سِرَ تي، ڪنيا سورَ سوين،
ملامتون متي تي، راضي ٿيو ته رکين،
ورتيون ورد وجود ۾ تون واجت ڪيو وڇين،
تهان پوءِ لهين، تون، "ذڪڻ" پير پرينءَ جو

سڀ تعريف خالقِ اڪبر جي جنهن هي جهان بڻائي پنهنجي اظهار لاءِ آدم کي پنهنجي صورت تي خلقيو جيئن فقير فرمايو آهي ته:

خلق الادم عليٰ صورته، راڻو ٿي راڻو
"امام الدين" ويڳاڻو ڪين ڇڏيندين مينڌرا!

جاڪاڻ ته الله تعاليٰ کي وحدانيت جي رنگ ۾ آدم ئي سٺو ذريعو لڳو جنهن ٻڌايو ته الله ئي واحد ذات آهي، جيڪو عبادت جي لائق آهي. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ انسان کي ئي شرف واري مخلوق بنايو ۽ کيس علم، حڪمت ۽ دانائي سان نوازيو جيئن هو پنهنجي پروردگار جي ڏنل نعمتن جو ذڪر ڪري "فاذڪروني اذڪرڪم" جي راهه جو پانڌيڙو بڻجي خدا کي سڃاڻي.

حديث قدسي آهي:

كُنتُ كَنزًا مَخفِيًا فَأَحبَبتُ أَن أُعرَفَ فَخَلَقتُ الخَلقَ لِأُعرَفَ

ترجمو: "آءُ هڪ لڪل خزانو هئس، پوءِ مون چاهيو ته سڃاتو وڃان، سو مون مخلوق کي پيدا ڪيو جيئن ان کي منهنجي معرفت حاصل ٿئي."

جڏهن الله تعاليٰ پاڻ فرمائي ٿو ته تخليق آدم جو سبب معرفت خداوندي آهي، ته پوءِ انسان تي لازم ٿئي ٿو ته اهڙي عبادت ڪري جنهن ۾ هو لقاءِ الاهي ڏسي سگهي. الله تعاليٰ جو ديدار سواءِ معرفت جي حاصل ٿئي نٿو سگهي. تصوف ۾ لازم آهي ته مرشد وٽان کانسواءِ معرفت حاصل نٿي ٿي سگهي. جاڪاڻ جو مرشد جي صورت ئي آهي جيڪا



راهِ حقيقي ڏسي ٿي. جيئن فقير چيو آهي ته:

صورت اوهان جي ساڃَئي آ سهڻا!
ڪيان ٿو سجدو ستار سمجهي.

جڏهن انسان "قالو بليٰ" جي قول کي پاڙڻ جي جستجو ڪري ٿو تڏهن هو فڪر جي ڦرهيءَ سان مات مطالعو ڪري، مجاهدا ۽ مشاهدا ڪري ٿو تڏهن وڃي ان کي سونهن جي جهلڪ نصيب ٿئيس ٿي اهڙي ڳالهه فقير امام الدين ستاري به ڪئي آهي:

الست ارواحن کان جڏهن پڇيائون،
قالو بليٰ جي قول ۾ ، قابو ڪيائون
"ذڪڻ" کي ڏنائون، سونهن پريان جي سڃاڻ

ذات يعني حق جي جلوي پسڻ لاءِ نفس جي خواهشن کي ترڪ ڪرڻو پوي ٿو. جڏهن دل جو گهر صاف سٿرو ٿئي ٿو تڏهن راڻو اوطاقي ٿئي ٿو. جيئن قول آهي ته:

مَن عَرَفَةُ نَفسَهُ فَقَد عَرَفَهُ رَبَهُ

ترجمو: "جنهن نفس کي سڃاتو تحقيق تنهن خدا کي سڃاتو."
فقير به اٿين ئي فرمايو آهي ته:

"تو ۾ سِرَ سبحان جو، تو ۾ آهي پاڻ،
هُل هنگاما هيترا، ڪيائين ڪنهن جي ڪاڻ؟
پنهنجو پاڻ سڃاڻ، ته آهين ڪير "امام الدين"؟

الله تبارڪ و تعاليٰ جي ذات پاڪ آهي ان کي سڃاڻڻ لاءِ جڏهن انسان پنهنجي دل مان سڀ ڪدورتون، ڪينو ساڙ ۽ بغض ڪڍي ڇڏيندو تڏهن هن جي دل ۾ معرفت جي راهه جا سڀ راز عيان ٿيندا. هن جي دل عشقِ الاهي سان تمتار ٿيندي هو محبت جو ماڻ بڻجي خلق خدا جي خدمت ڪندو. هن وٽ هندو مسلم هيڪڙو، ڪونهي ڪوئي غير جو فلسفو هوندو. ساڻس ڪوئي وير رکندو ته ان جو واهرو ٿيندو. جيڪو صوفي جو شيوو آهي.

صوفي لاڪوفي ڪوئي نه سمجهي ڪير،
منجهان ئي منجهه وڙهي، پڌر نه رکي پير،
ساڻس رکي وير، ته ٿئي واهرو ان جو.

## تصوف ڇا آهي:

تصوف لفظ "صَوف" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اُنَ جو لباس ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي نفس جي پاڪائي ڪرڻ. صوفي لفظ "ماصوف" يعني اُنَ جو ڪپڙو مان ورتل آهي، ان سُفيد ۽ صاف هجڻ ڪري صوفي پسند ڪندا هئا ۽ اهو لباس پائيندا هئا. جنهن ڪري انهن کي صوفي سڏيو ويو. الله تبارڪ و تعاليٰ جو فرمان آهي تہ: "منهنجا ٻانها جيڪي زمين تي عاجزيءَ سان هلندا آهن، تن سان جڏهن جاهل بداخلاقيءَ سان ڳالهائيندا آهن، تڏهن بہ هو سلام ڪري هليا ويندا آهن." (القرآن)

پاڻ ڪريم صلعم جن جو ارشاد آهي تہ: "مَنْ سَمِعَ صوتَ أهْلِ التَّصوف فَلا يُؤمِنْ عَلىٰ دُعائِهِم كُتِبَ عِندِ اللهِ مِنَ الغَافِلِيْنَ."

ترجمو: جنهن صوفين جو آواز ٻڌو ۽ ان کي نہ مڃيائين تہ اهو الله تعاليٰ وٽ غافلن ۾ شمار ٿيندو."

شيخ ابونصر سراج پنهنجي ڪتاب "ڪتاب المع" ۾ لکيو آهي تہ: "صوفين کي انهن جي ظاهري لباس جي بنياد تي صوفيءَ جي لقب سان نسبت ان ڪري ڏني ويئي، ڇاڪاڻ جو "صَوف" اُنَ جو لباس پهرڻ اڪثر نبين، ولين ۽ پهتل هستين جو نشان رهيو آهي."

حق پاڪ طرفان انسان کي عطا ڪيل علم ۽ عمل جي توفيق جو نالو تصوف آهي. جيئن الله جو فرمان آهي تہ:

فَوَجَدَا عَبْدًا مِّنْ عِبَادِنَآ اٰتَيْنٰهُ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا۝

(القرآن: ڪهف 65)

ترجمو: پوءِ منهنجي ٻانهن مان هڪ ٻانهو لڌائون جنهن کي اسان پاڻ وٽان ٻاجهہ ڏني هئي سون ۽ پاڻ وٽان علم لدني سيکاريو هيوسون."

علم لدني انهن ٻانهن کي حاصل ٿيندو آهي جيڪي معرفت جي سلوڪ حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي حق جي تلاش ۾ سپرد ڪري ڇڏيندا آهن. فقير امام الدين تصوف جي وصف هيئن ٻڌائي ٿو.

"وجود جي ظاهر ۽ باطن جي صفائيءَ کي تصوف سڏيو وڃي ٿو." ڇاڪاڻ جو صوفي ٿيڻ لاءِ هر شيءِ جي نفي اختيار ڪجي ٿي تڏهن اندر اجرو ٿئي ٿو فقير نڱيءَ ۽ دغا کان ڏور هوندو آهي. فقير وڏيڪ فرمايو آهي تہ:

"فقير ٿئين تہ فقير ٿيءُ نہ تہ ڇڏ نڱيءَ جا ناهہ."



تصوف جي لاڳاپي سان انسان سيني گناهن کان منهن موڙي پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي ٿو. هن جي من ۾ صرف خدا جي ذات مقصود هوندي آهي ۽ ان سان هو عشق ڪري ٿو ۽ هو خدا کي هرجاءِ تي جلوه گر سمجهي ٿو.

"هر جاءِ جلوه گر آ، حسن و جمال تنهنجو" صوفي خدا کي ڪک پن، وڻ ٽڻ، هيٺ مٿي، گلن ۾ باغن ۾ موجود سمجهي ٿو. جڏهن صوفيءَ جو سينو صاف ٿئي ٿو تڏهن دل جي آئيني ۾ پنهنجي هاديءَ کي پنهنجي صورت ۾ پسي ٿو. هو پنهنجو وجود ختم ڪري هن جي وجود ۾ اثبات ڪري ٿو. جيئن فقير فرمايو آهي تہ:

پنهنجو وڃائي پاڻ ۾، پاڻ کي جاچي ڏنم،
پنهنجو پتو ڪنهن کان پڇان، پاڻ کي ٿي گم ڪجيم.

## تصوف سان لاڳاپيل شخصيتون:

تصوف هڪ عالمگير فڪر آهي. تصوف جي شروعات ڪائنات جي وجود سان شروع ٿئي ٿي. تصوف آدم جي تخليق سان لاڳاپو رکي ٿو. جيئن مون اڳ ۾ لکيو آهي تہ: "خدا پنهنجي سڃاڻپ لاءِ آدم کي خلقيو جيئن هن کي خدا جي معرفت حاصل ٿئي." ڳالهہ آهي سڃاڻپ جي ان ڪري خدا پنهنجي تعريف ۽ واکاڻ لاءِ آدم کي خلقيو جيئن آدم هن جي عبادت ڪري.

هن دنيا ۾ اسلام کان اڳ بہ اهڙا ڪامل مرد هيا جن پنهنجي هستيءَ کي ختم ڪري خدا ۾ اثبات ڪئي. جن ۾ گوتم ٻڌ ۽ حضرت عيسيٰ، وغيره اچي وڃن ٿا. اسلام جي شروع ٿيڻ کان پوءِ تصوف جا باني حضرت محمد ڪريم صلعم جن هئا. جن خدا کي اثبات ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي شخصيتن جي رهنمائي ڪئي ۽ الفقر فخري جو تاج پائي صوفين جا امام بڻيا. سندن تربيت هيٺ حضرت علي ڪرم الله وجه، حضرت ابوبڪر صديق ۽ اصحابِ صفا وحدت جو جام پيتو. حضرت علي ڪرم الله وجه جن تصوف جي دنيا جا وڏا رهبر ۽ پيشوا رهيا آهن. معرفت جي راهہ جا جيڪي بہ رند فقير رهيا آهن سي سندن در تان وحدت جو ڍُڪ پي غوث ۽ قطب بڻجي نڪتا آهن. جن جو هڪ وڏو سلسلو آهي. جن جا نالا طريقت جي شجري ۾ پيش ڪيا ويا آهن. مگر انهن عارفن منجهان سنڌ ۾ تصوف جا باني صوفي شاهہ عنات الله شهيد جن رهيا آهن جن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

## حضرت صوفي شاهہ عنايت الله شهيد:

شاهہ عنايت الله شهيد ميرانپور جي ڳوٺ مخدوم فضل الله شاهہ جي گهر ۾ ڄاوا. سندن وڏڙا وقت جا وڏا عالم ۽ مدرس هوندا هئا. صوفي سردار جن جڏهن جوان ٿيا تڏهن معرفت جي راهہ جا سڪايل مسافر پنهنجي مرشد جي تلاش ۾ بيجاپور هندستان وڃي وقت جي قطب ۽ مولا جي عاشق شاهہ عبدالملڪ جي حضور ۾ پهتا. شاهہ عبدالملڪ جيڪي عارف بالله بہ هئا تہ سالڪ بہ هئا ۽ مغل سلطنت ۾ وزيراعظم جي عهدي تي حڪومت جو ڪار وهنوار بہ هلائيندا هئا. شاهہ شهيد سندن دست بيعت تي ڪري وحدت جي واديءَ جو ڪامل اڪمل مرد بڻيو. ان دوران ظاهري علم فقير غلام محمد قادريءَ وٽ پڙهيا. ڪجهہ عرصو پنهنجي مرشد جي حضور ۾ رهيا. جتي شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جي منزلن جو عرفان عطا ٿيس. جڏهن وقت جو ڪامل مرد بڻيو. تڏهن مرشد پاڪ جي حڪم سان واپس پنهنجي وطن ڏانهن سفر ڪيو ۽ مرشد طرفان تلوار جي سوکڙي عطا ٿي پاڻ ان جي عيوض سر جو سودو ڪيائون جو قبول پيو. مرشد پاڪ کان موڪلائي منزل طرف راهي ٿيا. تڏهن مخدوم غلام محمد جي نظر مٿان پئي. ان وقت نيڻن جي نشان جو گهايل پنهنجي طلب ورتي ۽ فقر جي راهہ جو اهڙو تہ پانڌيڙو بڻيو جو عشق جي مستيءَ ۾ پنهنجي مرشد کي تعظيم جو سجدو ڪيو.

شاهہ عنايت الله شهيد جڏهن ميرانپور پهتا. تڏهن ڪون جي تعداد ۾ ماڻهو سندن فڪر جي مجتا لاءِ وحدت جي واديءَ ۾ گڏ ٿيندا ويا.

پاڻ تصوف جي اعليٰ اوصافن جا مالڪ هئا. وحدت الوجود جي نظريي جا علمبردار هئا. خدمت خلق سندن شيوو هو. تڏهن تہ "جوکيڙي سو بہ کائي" جو نعرو بلند ڪري سنڌ ۾ هارين ۽ پورهيتن جا پهريان سرواڻ بڻيا. اهڙي پلاري روش، سڪ، پيار ۽ محبت پرئي گفتگو ماڻهن جي دلين کي فتح ڪيو ۽ ماڻهو گهڻي تعداد ۾ ويا گڏ ٿيندا. جا ڳالهہ وقت جي ٺڳن جهڙوڪ پير عبدالواسع، نور محمد پليجو ۽ حمل جت کي نہ وڻي ۽ شاهہ شهيد جي مخالفت ۾ گڏ ٿي يار محمد ڪلهوڙي وٽ پهتا ۽ ان سان گڏ جي نتي جي گورنر اعظم خان وٽ شاهہ شهيد جي خلاف دانهين ٿيا ۽ مخالفت براءِ مخالفت ڪري مغل سلطنت جي حاڪم فرخ سير کان سندن خلاف پروانو وٺي اچي جنگ جوٽي.

شاهہ شهيد جي محبت جا متوالا، تصوف جا امين ۽ وڏي مرتبي



وارا فقير حق ۽ سچ جي راهہ تي وڙهندي شهيد ٿيا. آخر ۾ صوفين جي سردار، ڪامل رهبر اڙين ۽ ابوجهن جي آڏان شاهہ شهيد پنهنجي تلوار قاتل کي ڏني ۽ شهادت لاءِ چيو. ان کان اڳ هن کي چند اشرفيون سندن اجورو ڏيئي شهادت جو جام پيتو. قاتل کي بہ دعا ڪندي فرمايائون تہ:

رها نيدي مرا از قيد هستي،
جزاڪ الله في الدارين خيرا.

ترجمو: مونکي هن هٿ ۽ هستيءَ جي قيد کان آجو ڪيئي. شل! خدا تعاليٰ توکي ٻنهي جهانن ۾ بهتر انعام ڏئي.

## جهوڪ شريف سان لاڳاپيل ڪجهہ اهم درگاهون:

جهوڪ ميرانپور محبت، عشق ۽ توحيد جو درسگاهہ آهي. جتان ڪافي تعداد ۾ صاحب حال ۽ صاحب قال فقير بڻيا آهن. جن کي شاهہ شهيد جي نظرِ عنايت ڪامل مرد بڻائي ڇڏيو. ڪيترن ئي فقيرن معرفت ۽ حقيقت جو عرفان ماڻي وڃي پنهنجون درگاهون آباد ڪيون. معرفت جي شمع جلائي نفي ۽ اثبات جي اسرارن کان آگاهہ ٿي ڪيترائي رند فقير پيدا ڪيا. جن محبت، امن ۽ ڀائيچاري جو پيغام ڏيئي حقوق العباد جو بہ حق ادا ڪيو آهي.

1. **مير جان الله شاهہ رضوي:**

پاڻ صوفي شاهہ عنايت شهيد جن جا طالب هئا. پاڻ روهڙي ۾ رهندا هئا ڪين خلافت جو تاج مليل هو. تمام بلند پائي جا شاعر هئا. سندن شاعري "ديوان مير" جي نالي سان فارسي ٻوليءَ ۾ ڇپيل آهي. معرفت جي راهہ جا چمڪندڙ ستارا هئا. سندن مزار روهڙي ۾ آهي.

شاعريءَ جو ترجمو: تحقيق هن جي روح منهنجي وجود ۾ اثر ڏيکاريو ۽ جستجوءَ لاءِ دل ديواني ڪري ڇڏيائين.

پنهنجي رهبر جي تلاش ۾ وجود کي وڃائي ڇڏيم. هر جهنگ ۽ جبل جهاڳيندو رهيس.

2. **صوفي صادق فقير:**

پاڻ وقت جو غوث قطب صوفي فضل الله شاهہ داتا پير قلندر کان طلب ورتي. مرشد جي مهرباني ايتري تہ سرس ٿيس جو معرفت جا سلوڪ ڪجهہ ڏينهن ۾ طئہ ڪيائين. پنهنجي وقت جو وڏو ڪامل



صوفي فقير امام الدين ٻکڻ ستاري
صاحبِ ڪتاب

فقير ٿي گذريو آهي. سندس مزار عمر ڪوٽ جي پرسان اهر شريف ۾ آهي جنهن کي هن وقت صوفين جو ڳوٺ ڪوٺيو وڃي ٿو.

شعر:

الله ڇڏي اوريان، پنڌ پراهون پيا،
ٻنا نالي سپرين اڃا ڪي پيا،
واڪيندي ويا "صادق" ٻڌيو سندرا.

### 3. صوفي رکيل شاه:

پاڻ بلوچستان جي علائقي گنداواهه فتح پور ۾ رهندا هئا. جڏهن عشق جي چڻنگ دامن ۾ لڳي تڏهن مرشد جي تلاش لاءِ نڪتا. وڏن تڪليفن کان پوءِ ميرانپور جي مير خضرت صاحب ڪريم عبدالستار اول جا دست بيعت ٿيا. سندن مزار فتح پور بلوچستان ۾ آهي.

شعر:

جڏان پيي جهوڪ شهر وچ نصيب مليم، تڏان ماريم تينهن نغارا
هادي اسان نون هڪ حرف پڙهايم، سمجهه ڳڌم سُڙ سارا
هزار ڪتابا صفت هڪي دي، تي هڪ هي نور نظارا
عبد وچون تہ الله ڏٺم، شاه رکيل ستار ٿيم سڙ سارا

نوٽ: وڏيڪ درگاهن سان لاڳاپيل فقيرن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا: صوفي اسماعيل شاه ٿنو صوفي نماڻو فقير عمر ڪوٽ، صوفي روحل فقير ڪنڊڙي، صوفي نواب ولي محمد لغاري، صوفي نصير فقير جلالاڻي وغيره

### فقير امام الدين ٻکڻ:

فقير امام الدين ٻکڻ 14 آگسٽ 1931ع ۾ جمع جي ڏينهن ڄاوا. والد جو نالو مير محمد هو. سندن تعلق زميندار گهراڻي سان آهي. ٻالڪپڻ کان جوانيءَ تائين زندگي جو گذر البيلي انداز سان ٿيو. ابتدائي تعليم ٻکڻ شهر مان پاس ڪري انگريزي پڙهڻ لاءِ لاڙڪاڻي ويو. والد جي اسرار تي حيدرآباد جي جامعيہ عربيہ مدرسي ۾ داخلا ورتي. جتي ديني تعليم سان گڏ انگريزي تعليم بہ پڙهندو هو. پر مئٽرڪ ڪندن مل گرلس هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان پاس ڪئي. مئٽرڪ ڪرڻ ڪانپوءِ ايئرفورس ۾ نوڪري ڪيائين. اها نوڪري ڇڏي انڪم ٽئڪس کاتي ۾ ڪلارڪ ٿيو بہ سال نوڪري ڪري استعيفا ڏيئي پنهنجي چاچي



درگاھ جھوڪ شريف جو ٻاھريون ڏيک



صاحبِ ڪريم صوفي عطاءُ الله سماع جي دوران چوڪنڊي ۾ ويٺل



صوفي فقير امام الدين ڏکڻ، موجوده سجاده نشين ۽
ٻاءُ صوفي محفوظ الرحمان سان گڏ



صوفي فقير امام الدين ڏکڻ ۽ صوفي خوشي رام
سماءُ جي دوران

سان ٺيڪيداري ڪمن ۾ حصو ورتو. نيٺ هڪ ڏينهن زندگيءَ ڪيس زماني جي لطفن ۽ مزن کان دور ڪري اچي حضرت عشق جي دامن ۾ اڇليو. ان جو اظهار فقير هيٺين طرح ڪيو آهي

ڪاٿي اسين هياسي، ڪاٿي اسين پياسي،
اوڪي انهيءَ عشق جي، اوڙ ۾ اڙياسي.

مرشد وٽڻ:

آگسٽ 1957ع ۾ دوستن سان گڏجي پٽائيءَ جي ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويا. ميلي جي آخري ڏينهن تي دوستن سان گڏجي درگاهه جهوڪ جو ميلو ڏسڻ لاءِ جهوڪ پهتا. سڄي سنگت نصير فقير جلالاڻي جي پاري ۾ ترسي. جتي سڀ کان پهريائين ملاقات صوفي امداد عباس سان ٿيائون. سندن ڪچهريءَ مان ڏاڍو لطف اندوز ٿيا. صوفي حاجي محمد وارث جن سان به ڪچهري ڪري تصوف جا سلوڪ سِکيا. شام جي ڪچهريءَ ۾ صاحب ڪريم صوفي عبدالستار ثانيءَ جو ديدار نصيب ٿيس. سندن سهڻيءَ صورت دل کي ڏاڍو متاثر ڪيس رات جو لعل بخش فقير ميرواهه گورچانيءَ واري سان ڪچهري ٿيس ۽ فقير ڪيس طالب ٿيڻ جي دعوت ڏني. جنهن تي فقير امام الدين سوچڻ لاءِ مهلت گهري. ٻي رات دير سان ساڳيو فقير صاحبن ڪريمن جو حڪم ڪٺي فقير کي ننڊ مان سجاڳ ڪيو ۽ چيو ته "اُٿ اٿ صاحب ڪريم ياد ٿا ڪن." فقير جي دل اڳيئي بيچين هئي. وڏي پاٻوهه ۽ محبت سان اٿيا ۽ اچي صاحبن ڪريمن جي حضور ۾ پهچي دست بيعت تي سر جو سودو ڪيو. جنهن جو اظهار فقير شعر ۾ هيئن ڪيو آهي

آءُ ته ڪيون سهڻا صنم! سر سندي سوداگري،
مرد ٿي ميدان ۾ ڏس مرڻ کان اڳ ۾ مري

جنهن ڏينهن کان نينهن جو نعرو هڻي عشق جي ميدان ۾ نروار ٿيو ان ڏينهن کان فقير سڀ عِلم ڇڏي برهه جا باب پڙهڻ شروع ڪيا. جيئن فرمايو اٿن ته:

عشق اسان جو امام، برهه پڙهايا باب سيپئي.

1975ع ۾ پنهنجي هادي جي نالي سان ستاري چوائڻ شروع ڪيو جنهن کي حضرت ارشاد عباس ڏاڍو پسند ڪيو.





صوفي امام الدين ڏکڻ ستاري، صوفي محفوظ الرحمان ستاري ۽ ساٿي راڳ پيش ڪري رهيا آهن.

## مرشد طرفان گھر:

هڪ ڏينهن ٻُڏو مل، سائين عبدالستار ثانيءَ جي ڪچهري ۾ ويٺو هو جتي رڪيل شاهه جو ذڪر نڪتو ڪنهن فقير چيو ته رڪيل شاهه پنهنجي مرشد کي خوب ڳايو آهي. تنهن تي سائين عبدالستار فرمايو ته ٻُڏو مل اتر کان هڪ مرد اسان کي به ڳائيندو اهو تون ڏسندين. اها ڳالهه ٻُڏومل فقير امام الدين ستاريءَ کي ڪچهريءَ ۾ ٻڌائي هئي.

فقير امام الدين انهن صالح ٻانهن مان آهي جنهن کي سڌائي طالب ڪيو ويو. پاڻ مرشد جي نظر جو گهايل ٿيڻجي ويو. سڀ حجاب ختم ڪري نينهن نواب جو ناچو ٿيڻجي چوڻ لڳو ته:

آءٌ ناچو يار ستار جو، مان ڳليءَ ڳليءَ ٿو نچان نچان.

## مرشد پاڪ:

حضرت صوفي عبدالستار ثاني صوفين جي سردار، عاشقن جي امام ۽ مرشدن جي مرشد حضرت صوفي شاهه عنايت الله شهيد جي گاديءَ تي نائون نمبر سجاده نشين ٿي ويا. جهوڪ مرانپور تصوف جي اها عظيم درسگاهه آهي،جتان ڪيترائي خدا جا ڪامل مرد عشق جا رهبر ٿيڻجي نڪتا آهن جهوڪ لاءِ صوفي صادق فرمايو آهي ته:

وچ ميرانپور منگتا جت ذاتر ڏي ٿو ڏات،
ڪانڌ پڇي ٿو ذات، جيڪي آيا سي اگهيا.

حضرت صوفي عبدالستار ثاني تارڪ دنيا به رهيا آهن ته سالڪ مرد به رهيا آهن. سدائين فقر تي ٻاجهه جو هٿ هوندو هو. اجائي وڏائي ۽ هٺ کي پسند ڪين ڪندا هئا. سنت نبويءَ جي مڪمل تصوير هئا. ٻارن سان پيار ۽ محبت ڪندا هئا. انهن سان راند ڪرڻ کي پسند ڪندا هئا. معرفت جي راهه جا تونگر به رهيا ته رهبر به.

## شاعري

انسان کي خداداد صلاحيتن سان نوازيو ويو آهي. انسان الله تعاليٰ جي طرفان نائب "اني جاعلاً في الارض خليفة" ڪري علم جي ڄاڻ ڏيئي ڌرتيءَ تي موڪليو آهي. جيئن هو قدرت جي راز کي پروڙي ۽ پنهنجي پروردگار کي سڃاڻي ۽ ان جي عبادت ڪري ۽ ان سان گڏ حقوق العباد جي حقن جو به خيال ڪري.



انسان پنهنجي اظهار لاءِ مختلف ذريعا ڳولهيا. قلم جو سهارو وٺي نثر ۾ دفتر ڀريا ته ڪن شاعريءَ جو سهارو ورتو. شاعري اظهار جو اهو ذريعو آهي جنهن ۾ شاعر پنهنجو مقصد مختصر کان مختصر انداز ۾ بيان ڪري ٿو. جيئن چوڻي آهي ته "ڪوزي ۾ سمنڊ سمائڻ". شاعري ٻن ذريعن سان ڪئي ويندي آهي. هڪ عقل سان جنهن ۾ شاعريءَ جي سيني پهلوئن جهوڙڪ: علم عروض، فن ۽ فڪر وغيره. ٻي حضرت عشق سان جنهن کي آفاقي نزول چئبو آهي.

جڏهن انسان کي نيڻن جي چوٽ لڳي ٿي، تڏهن شاعري برسات وانگر نينهن جي نيسارن مان وهي نڪري ٿي. فقير امام الدين ڏکڻ به پنهنجي مرشد هاديءَ جي نيڻن جو گهايل آهي تڏهن ته هن نيڻن جي چوٽ جو اظهار ڪندي فرمايو آهي:

اکيون چار ٿيون ڪي تير ڇُٽا، سيني پار جگر جي خوب ڪٽا.
اِها جُهٽ پٽ اکڙين لائي، چوکي چوٽ ازل کان آئي.
اسان ڪِلندي، راهه ويندي، اسان ڪِلندي دلڙي ڦرائي.

تصوف ۾ شاعر جي شاعري ڪرڻ جو ڪارڻ يا شاعري جو محور مرشد رهندو آهي. ڇاڪاڻ ته تصوف اهو علم آهي جيڪو معرفت جو گيان ڏسي ٿو. انهيءَ پنڌ جي سلوڪ ۾ جو ڪجهه فقير کي عطا ۽ عيان ٿئي ٿو ان جو اظهار شاعري جي ذريعي ڪري ٿو. فقير امام الدين به جڏهن مرشد جي ديدار کان دور رهي ٿو تڏهن فراق جي ڦوڙائي ۾ امالڪ پنهنجي رهبر پاڪ کي ياد ڪندي چوي ٿو ته:

آءُ ميرانپور ميرا توکي ساري ساهه،
جانب! تنهنجي جهوڪ ۾ وڏي آ وڙاهه،
ڪيئي پياسا پُرڪيا تنهنجي هن درگاهه،
ڪر عنايت شاهه هن عاجز "امام الدين" تي.

معرفت جي راهه ۾ جڏهن طالب فراق جا وڍ سهي ٿو ان وقت وصال جي تڙپ هن کي بي حد تڙپائي ٿي. هو راتيان ڏينهان ديدار جو طلبگار رهي ٿو. فقير امام الدين ستاري به پنهنجي هاديءَ جي ديدار لاءِ مشتاق رهي ٿو ۽ جڏهن وصال جو موقعو مليس ٿو ته سندس هاديءَ در عرض ڪندي فرمائي ٿو ته:

تون ميرانپور ميرا آءُ اوهان در منگتو
داتا پنهنجي درشون ڪو درهو دان ڏيو
قرب اچي هن ڪوجهيءَ تي ڪر هادي! پاڻ ڪيو
سائين! سڏ سٺو هن عاجز "امام الدين" جا.

فقير امام الدين ستاري معرفت جي راهه جو اهو پانڌيئڙو آهي جنهن سلوڪ جا سيئي مزا ماڻي ڏٺا آهن جنهن پنهنجي مشاهدن جو بيان اندر جو آواز ڪري عشق جو راز بيان ڪندي راڳ لاءِ فرمائي ٿو ته:

اصل عاشقن جي، راحت آهي راڳ،
وحدت جي واديءَ ۾، وسنو آويراڳ،
اٿ "ڊکڻ" تون جاڳ، ته هوت هٿئون نه وڃي.

تصوف جي فڪري واٽ آهي پاڻ سڃاڻڻ، جڏهن صوفي ستاري عشق جو پيالو حبيبن هٿان پيئي ٿو تڏهن هو دل کي صاف ۽ پاڪ رکڻ لاءِ هر اُها بُري عادت ترڪُ ڪري ٿو جيڪا سندس يار جي ديدار پسائڻ ۾ رنڊڪ بڻجي ٿي. جڏهن دل صاف ٿئي ٿي تڏهن محب جي صورت ۾ فنا ٿي، پنهنجو پاڻ کي پسڻ جو اظهار ڪري ٿو ته:

تو ۾ سرسبحان جو تو ۾ آهي پاڻ
هُل هنگاما هيترا، ڪياٽين ڪنهن جي ڪاڻ
پنهنجو پاڻ سڃاڻ، ته آهين ڪير "امام الدين"؟

صوفي جڏهن وجود صاف ڪري دل جي آئيني ۾ پنهنجي محبوب جو ديدار ڪري ٿو تڏهن هو صرف مرشد جي صورت جو لقاءِ پسي ٿو. فقير امام الدين ستاريءَ به ستار جي صورت جو تجلو، دل جي آئيني ۾ ڏسي ٿو، سندس اکڙين جي جهڙُ پُٽِ ڪيس حيرانيءَ جي ڪنن ۾ ڦاسائي ٿي تڏهن هي عاشق دل فقير چوي ٿو ته:

"هر روز چٽين سهڻا! نشان هزارين ٿو،
گهائين ته گهٽائي پيو مهمان هزارين پيو.

فقير سائين جي شاعري جو محور، مرشد سندس هادي عبدالستار ۽ درگاهه جهوڪ شريف آهي. فقير سائين هڪ سچي عاشق جي حيثيت سان دل جو آواز ڪري پنهنجي محبوب کي پڪاريندي چوي ٿو:



سڏ ڏي او سڏ ڏي
سڏ ڏي تون صوفين، سردار سارا،
صوفي سچارا، جانب جهوڪ وارا!

ڪٿي نينهن جو ناچو بڻجي چوي ٿو ته:

مان ناچو يار ستار جو
مان ڳليءَ ڳليءَ ٿو نچان نچان

صوفي، لامذهب جو پرچارڪ هوندو آهي هن جو مذهب عشق هوندو آهي. ساڳيءَ طرح فقير سائين عشق کي امام بڻائي هر صورت سان پيار ڪري ٿو ۽ فرمائي ٿو ته:

مذهب عشق امام اسانجو صورت سب کي سلام اسانجو
هردي هادي نام اسانجو، پانڌيئڙو تنهن يار جو
مان رنگ رنديءَ ۾ رچان رچان
عشق "امام الدين" اسانجو بي خود باجو بين اسانجو
يڪتاري تي يقين اسانجو طرح ٽنبي هڪ تار جو
مان ته چشمين چيڙيون ڇمان ڇمان

ڪٿي پنهنجي مرشد ۽ هاديءَ کي ڪل ڪائنات کان وڌ محبوب سمجهي ٿو، سندن مُک مبارڪ جا نقش عالم آشڪار ڪندي فرمائي ٿو ته:

مَڻ مُک محبوب مورت، محمدي مظهر چوان
معراج منهن مومنن اندر، ديدار دل دلبر چوان
صورت سڄڻ ستار جي، الله سر اڪبر چوان
مسجود منزل عاشقن، يا محبتي منظر چوان
"امام الدين" اطهر چوان، صورت سڄڻ ستار جي.

فقير امام الدين تصوف جي مختلف فڪري لاڙن تائين عشق جو پنڌ ڪيو آهي. ڪٿي نفيءَ ۾ پندو ٿي بيٺو آهي ته ڪٿي اثبات ۾ ذات بڻجي اناالحق جو نعرو هڻي فرمائي ٿو ته:

پہچان اپنے آپ کو، آدم نہیں اسرار ہو،
مسجود ہو معبود ہو، بندہ نہیں سرکار ہو۔

ڪٿي شاهه حُسن جي دام ۾ ڦاٿل پنهنجي محبوب جي اکين جي

تعريف ڪندي چوي ٿو ته:

عاشق اکيون محبوب جون ڪافر ڪري ويون،
هر ڏٺيءِ واري ڌرم کان، منڪر ڪري ويون.

ڪٿي پاڻ کي ڪجهه به نٿو سمجهي. سڀ ڪجهه ڏيندڙ ته اهو ئي رهبر آهي جيڪو عشق جو امام آهي. جيڪو گهرڻ سان پنهنجي طالب کي سڀ ڪجهه عطا ڪري ڇڏي ٿو. فقير پنهنجي سندس ڌر تي صدا هڻندي فرمائي ٿو ته:

اوهان جي در تي لکين سوالي، صدا اسانجي قبول پئي شل!
اچي دعائون گهرن گهڻائي، دعا اسان جي قبول پئي شل!

معرفت جي راهه ۾ طالب يقين سان منزلون طئه ڪندو آهي. معرفت راز الاهي جو ڏسڻ هوندو آهي. جنهن جو يقين سالم هوندو اهوئي ديدار ڪندو. فقير امام الدين به معرفت جو سچو پانڌيئڙو آهي. سندس معرفت جي پنڌ ۾ جو ڪجهه ڏٺو اٿائين اهو شاعري ذريعي يقين سان چوندي فرمائي ٿو ته:

"ڪنهن جو ڪنهن تي ويساهه، ڪنهن جو ڪنهن تي ويساهه،
منهنجو توتي ويساهه، تون آن منهنجو الله!

فقير سائين جي سچي شاعري تصوف جي فڪر سان ڀرپور آهي. فقير سائين جي شاعري سندس ذات لاءِ سند آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته فقير امام الدين شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جي سيني سلوڪن مان گذر ڪيو آهي. جيڪو هڪ سچو صادق اليقين ۽ ڪامل مرد ٿي ڪري سگهي ٿو.

صوفي منظور احمد اُجڻ

سکر

حوالا:


(1) تصوف جي تاريخ، پروفيسر يوسف سليم چشتي
(2) ڪشف المحجوب، ابوالحسن سيد علي بن عثمان هجويري
(3) ميران پور جا مير، صوفي فقير امداد علي لغاري
(4) عقل بيدار سلطان محمد باهو
(5) صوفيءَ جو ٿس، ابومنصور محمد عمر سمون نادري
(6) بحر العشق رسالو سيد رکيل شاهه صوفي القادري




# پہ اکر

سال 1966ع ۾ اسڪولي تعليم مڪمل ڪري ڪاليج ۾ داخلا ورتم. ان ساڳئي سال ۾ قبلا والد صاحب فقير بابا بهاول سائين سان گڏجي درگاهه معلي جهوڪ شريف جي زيارت تي وياسين. تاج پور مان نواب صاحبن جي خاندان جا ٻيا بزرگ ۽ راڳي فقراءِ به هن سفر ۾ هم شريڪ هئا. ان وقت صاحب ڪريم، حضرت قبلا صوفي ارشاد عباس شاهه جن صوفين جي سرتاج، مرشد شاهه شهيد جي هدايت ۽ رهبري واري مسند تي رونق افروز هئا. سندن چاچا سائين قبلا مرشد حاجي محمد وارث شاهه صوفي صاحب پنهنجي نوراني صورت ۽ بزرگانه سيرت سان عشق جي اڃايلن کي پريم رس جو صوفيانو پيالو پياري پُرخمار ڪري رهيا هئا. سخاوت جو درياءُ موجزن هئو. درگاهه شريف تي محبت، احترام، عقيدت ۽ عبادت جو عجيب منظر ڏسڻ ۾ آيو جنهن جو نقش تاحيات هن دل تي قائم رهندو.

"جهڙو پنهون پاڻ تهڙي سِنا ساٿ جي" صوفين جي خاندان جي تعريف بيان کان ٻاهر هئي پر شاهه شهيد جي فقراءِ ۾ جيڪو پيار، ادب ۽ اخلاق جو اظهار ڏسڻ ۾ آيو اهو به ناقابل فراموش آهي.

درگاهه شريف تي رهائش دوران هڪ ڏينهن صبح جي مهل حضرت صاحب ڪريم قبلا ارشاد عباس شاهه جن پاڻ سندن محترم چاچا صاحب قبلا سائين حاجي محمد وارث شاهه جن جي رهائش واري ٽلهي تي آيا. ساڻن گڏ فقير صاحب سائين خدا دوست صوفي، ساوڻ فقير خدمتگار، ڪجهه ٻيا ماڻهو ۽ ڪي راڳي فقراءِ يڪتارن ۽ ٻين سازن سان سينگاريل سيئي اڇي ڪچهري ۾ ويٺا. انهن ۾ هڪڙو سهڻي مرڪندڙ شڪل صورت ۽ سهڻي پوشاڪ سان، نهايت نفيس طبيعت، اٿڻ ويهڻ ۾ شائستو نظر آيو. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته اُهو فقير امام الدين ڏڪڻ صاحب آهي جيڪو حضرت قبلا صاحب ڪريم مرشد عبدالستار شاهه "ثاني" جن جو دست بيعت طالب آهي. پاڻ

شاعري بہ ڪئي اٿس ۽ ڳائيندو بہ پاڻ آهي.

حضرت صاحب ڪريم ارشاد عباس شاهہ ۽ مرشد سائين قبلا حاجي محمد وارث شاہ جن جي اڳيان، مالڪن جي آمر ۽ اجازت سان فقير صاحب يڪتاري ۽ ڪرتال تي اُٿي بيهي سندن مخصوص انداز ۾ ڪلام چوڻ شروع ڪيا. سائين جن جي موجودگي ۾ فقير صاحب اهڙي تہ جوش جذبي سان راڳ ڳايو جو ان جو اثر ۽ سحر سڀني ٻڌندڙن کي دل جي اندر محسوس ٿيو. فقير صاحب جي ڳائڻ جو انداز منفرد هئو. شاعريءَ واري مضمون کي نہ رڳو زبان سان واضح ۽ چٽو ٿي چيائين پر سندس رقص ڪرڻ وارو انداز يڪتاري ۽ چپڙين کي جنبش ۾ آڻڻ ۽ مرشد هادي قبلا ارشاد عباس سائين جن جي صورت ۾ نظرون نظرن سان ملائي شعر گوئي ڪرڻ سندس سڀ ادائون دل فريب ۽ پُرڪشش هيون.

مون فقير صاحب جي اُها پهرين محفل درگاہ معليٰ جهوڪ شريف تي ڏٺي. اُن وقت فقير صاحب تقريباً ٽيهن يا پنجٽيهن سالن جا جوان هئا. سائن گڏ راڳ ۾ ماستر صاحب بہ ڏاڍو سُريلو انسان هئو ان کان پوءِ درگاہ شريف کان علاوہ ٻين جاين تي بہ فقير صاحب پنهنجي مرشد حضرت قبلع ارشاد عباس شاهہ جن سان گڏ ويندا هئا. محفلون ٿينديون رهنديون هيون ۽ پاڻ پنهنجي ڪلامن ذريعي روحاني ۽ صوفيانہ خيالن جو اظهار ڪندا رهيا. مرشد سائين قبلع ارشاد عباس شاهہ جن جو مٿن ڏاڍو راز هئو ۽ فقير صاحب بہ مُرشد جي مٿان پروانہ وار فدا نظر ايندو هئو.

سال 1971ع جي مارچ مهيني ۾ قبلا صاحب ڪريم ارشاد عباس شاهہ جن جڏهن حرمين شريفين کان حج جي سعادت حاصل ڪري واپس موٽيا تڏهن حج جي سفر ۾ سائن هم رفيق اسان جي بزرگ نواب حاجي درويش محمد خان، صاحبن ڪريمن جي دعوت، گوٺ تاج پور ۾ ڪئي. سائين جن پاڻ، سندن صاحبزادہ، عطاءَ الله سائين ۽ محبوب علي، سائين فقير خدا دوست صوفي صاحب ۽ ٻيا اصحاب بہ اُن دعوت ۾ آيا. فقير امام الدين صاحب بہ سائين جن سان گڏ پنهنجي فقرائي سنگت سميت تاج پور آيا.

رات واري محفل فقير بابا بهاول سائين جي رهائش واري مڪان تي ٿي. هيءَ بہ فقير صاحب جي هڪ يادگار محفل هئي. اسان جي مرشد مؤجودہ سجادہ نشين درگاهہ معليٰ جهوڪ شريف، قبلا صوفي



عطاءَ الله شاهہ جي دؤر ۾ فقير امام الدين ڏکڻ صاحب، درگاهہ جهوڪ شريف جون ڪافي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. پاڻ فقير صورت، بااخلاق، باعلم ۽ باعمل صوفي آهن. مون کي قبلا والد صاحب، فقير بهاول سائين جن جي نسبت سببان نهايت پيار ۽ عزت ڏيندا آهن.

تصوف جي تعليم هِن دُنيا جي ابتدائي زماني کان جاري آهي ۽ جاري رهندي، ڇاڪاڻ تہ اِها حق جي تعليم آهي. ٻين علوم سان گڏ تصوف بہ ارتقائي عمل مان گذرندو رهيو آهي ۽ لاها چاڙها ٿيندا رهيا آهن. هِن وقت درگاہ جهوڪ شريف جي سجادہ نشين قبلا عطاءَ الله شاهہ ستاري صوفي صاحب جن جي سرپرستيءَ ۾ طريقت جي تعليم ۽ صوفيانہ آفڪار کي عام ڪرڻ لاءِ جيڪي ڪاوشون ٿي رهيون آهن. فقير امام الدين ڏکڻ صاحب جي مجموعي ڪلام جي اشاعت بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

فقير صاحب پنهنجي شخصيت، ڪلام ۽ ڪردار ۾ درگاهہ جهوڪ شريف جي نمائندگي ڪن ٿا. اسان کي خوشي آهي جو سندن محترم ڀاءُ ۽ اسان جي دوست فقير محفوظ الرحمان ڏکڻ فقير صاحب جي ڪلام ۽ سوانح کي شايع ڪري درگاهہ شريف جي صوفي فقراءَ لاءِ دل پسند معلومات فراهم ڪئي. فقير صاحب جن جي سٺ سالن جي وابستگي درگاهہ جهوڪ سان تعلق جڻ هڪ تاريخي حقيقتن جو اُپٽار آهي. ان سڄي زماني جي ٻين بزرگن سان سندن ملاقاتون، ڪچهريون خصوصاً صاحب ڪريم حضرت ارشاد عباس شاهہ جن جي شخصيت جو تذڪرو نهايت اهم ۽ معلوماتي آهي.

هنن حرفن جو لکندڙ هي ناچيز دعاگو آهي تہ فقير امام الدين ڏکڻ صاحب، رب جي فضل و ڪرم سان هِن عالم ناسوت ۾ جيڪي بہ دَم، لمحا يا گهڙيون موجود آهن. سندن اِهي روز و شب خير و عافيت ۽ تندرستي بدن جي سان، حضرت عشق جي پُر پيتل پيالي واري ڪيف ۾ گذري وڃن.

الراقم

**فقير امداد علي لغاري تاج پور**

2009_01_12

# تعارف

## خاندان:

فقير امام الدين ولد مير محمد جن ذات جا ڏڪڻ آهن. سندن خاندان جو وڏو ڪبڙ خان تعلقي ڳڙهي ياسين جي ڳوٺ دلاور ديري ۾ رهندو هو ۽ اتي ئي دفن ٿيل آهي ان جي اولاد منجهان عبدالرحيم خان ڏڪڻ اتان لڏي ڏڪڻ شهر ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. ان کان اڳ ڏڪڻ شهر کي ماڙن جو ڳوٺ چيو ويندو هو ڇاڪاڻ جو ان ڳوٺ ۾ ماڙي قوم جا ماڻهو رهندا هئا. جن کان عبدالرحيم خان ڏڪڻ اهو ڳوٺ 360/- دينار ۾ خريد ڪيو ۽ ڪافي زمينون به خريد ڪيون. سندن زميداري ايتري مشهور ٿي جو خريد ڪيل زمينون ۽ ديهون انهن جي نالن سان سڏبيون اچن ٿيون.

(1) ديهه عبدالرحيم ڏڪڻ (2) ديهه غلام قادر ڏڪڻ (3) ديهه محمد حسن ڏڪڻ. سندن زمين ۽ زميداري اڄ تائين هلندي اچي ٿي. هن وقت شاهنواز خان (بيو) شهر جو وڏو ۽ ڏڪڻ قوم جو پڳدار آهي.

غلام قادر خان ڏڪڻ پهرين کي ٽي پٽ هئا.

(1) مرحوم شاهنواز خان ڏڪڻ (2) مرحوم محمد پناهه خان ڏڪڻ (3) مرحوم ڪئپٽن الهڏنو خان ڏڪڻ. انهن منجهان ڏڪڻ قوم جي پڳ مرحوم شاهنواز خان ڏڪڻ جي مٿان هئي. مگر محمد پناهه خان ڏڪڻ وڏي قدآور شخصيت هئي جنهن کي مئجسٽريٽ جا پاور انگريزن جي طرفان مليل هئا.






### فقير امام الدين جي تاريخ پيدائش:

فقير امام الدين الستاري سن 14 آگسٽ 1931ع ۾ جمع جي ڏينهن ڏڪڻ شهر ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو مير محمّد خان ڏڪڻ هو. جيڪو پڻ هڪ با عمل ۽ بااصول انسان هو. پاڻ صوم و صلوات جا پابند هوندا هئا. ان سان گڏ پرائمري استاد جي نوڪري ڪري ٻارن کي تعليم جي زيور سان نوازيندا هئا. 3 آڪٽوبر 1956ع ۾ تي سندن والد وفات ڪئي.

فقير امام الدين ستاريءَ جو ٻالڪپڻ سندن ڏاڏي غلام محمد جي نظر هيٺ گذريو. ڇاڪاڻ جو فقير سائين جو بابو پنهنجي چاچي سان گڏ رهندا هئا. مرحوم غلام محمد جن جي وفات کان پوءِ مير محمّد ڏڪڻ

ڪٽنب سميت جدا گهر وسايو ۽ فقير سائين جن باقي ننڍپڻ پنهنجي بابي جي شفقت هيٺ گذاريو.

تعليم:

شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان ورتي ۽ انگريزي تعليم لاءِ 1943ع ۾ لاڙڪاڻي جي اسڪول ۾ داخل ٿيو. جتي ٻه سال مس گذريا ته سندس والد جي مرضيءَ سان اُتان اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفڪيٽ وٺي حيدرآباد ۾ جامعه عربيه مدرسي ۾ داخلا وٺي ڏنائونس.

جامعه عربيه ميهڙ جي مهانڊي مڙس علي اڪبر شاهه جي ڪوشش سان عمدي نموني سان هلندو هو. جتي انگريزي عربي ۽ اردو جي تعليم ڏني ويندي هئي. مدرسي جو نظام تمام سٺي نموني جو هوندو هو. ديني تعليم ۽ اخلاقيات تي تمام گهڻو زور ڏنو ويندو هو. مدرسي ۾ تعليم ٽڏن تي ڏني ويندي هئي.

مدرسي ۾ قابل استاد هوندا هئا. جن جي فيض مان ڪيترائي عالم ۽ فاضل ٿي نڪتا. فقير سان تعليم جي دوران هڪ ذهين ۽ هوشيار شاگرد علي مير شاهه جو سندن ڪلاس فيلو ۽ گهرو دوست هوندو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مدرسو قائم نه رهي سگهيو جنهن ڪري فقير امام الدين ستاري ڪندن مل گرلس هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ ان اسڪول مان 1949ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. ذهانت ۽ قابليت ڪري پاڪ ايئر فورس جو امتحان پاس ڪري اتي نوڪري ڪئي. مگر اها نوڪري ڇڏي اچي ماڻهن کي ملائيت جا سبق پڙهائڻ لڳو. مگر وقت هڪ دفعو اهڙي موڙ تي بيهاريس جو پيهر انڪم ٽئڪس ڊپارٽمينٽ ۾ ڪلارڪ جي نوڪري ڪيائين. ڪجهه سال گذارڻ کانپوءِ اُن نوڪري مان به استعيفيٰ ڏيئي پنهنجي چاچي تاج محمد خان سان ٺيڪيداريءَ ۾ هٿ وندايائين. ٺيڪي ختم ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي ڳوٺ ڏکڻ ۾ واندڪائي مان مڙو وٺڻ لڳو.

فقير سائين عمر جي اهڙين بهارن تي پهتو جو جتي انسان کي زندگيءَ جي ساٿيءَ جي ضرورت درڪار هوندي آهي ان ڪري سندس والد 1955ع ۾ سندس چاچي الاهي بخش خان ڏکڻ جي نياڻيءَ سان شادي ڪرائي. ان کانپوءِ زمينداري ڪمن ڪارين ۾ دلچسپي وٺڻ



شروع ڪيائين ۽ پنهنجي والد جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. سندس والد 1956ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري بقا واري بستيءَ ڏانهن راهي ٿيو. سندس والد جي جدائي ڪري زماني جا بار ٻرسر مٿي تي آيا. جن کي همت سان منهن ڏنائين. فقير سائينءَ جن جي شادي 1961ع ۾ ڪئي ٻنهي گهرن مان الله تعاليٰ پٽن ۽ نياڻين جي اولاد عطا ڪئي آهي.

مرشد وٺڻ:

فقير امام الدين سير و تفريح جا ڏاڍا شوقين هوندا هئا. هڪ دفعي پنهنجي سنگتين سان گڏ پناتيءَ جي ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پٽ شاهه تي پهتا. سفر جا ساٿي، محترم الاهي بخش خان ڏکڻ جيڪو فقير جو سهرو به ٿئي، انور خان، حاجي غلام مصطفيٰ منگي، غلام رسول ڪوڪر ۽ سيد علي شاهه لونگاڻي وارو گڏ هئا. سنگت جي صلاح سان جهوڪ شريف جي ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ درگاهه جهوڪ ۾ پهتا. سيئي دوست نصير فقير جلالانيءَ جي باري ۾ رهيا. سڀ کان پهريائين ملاقات سائين امداد عباس سان ٿي جيڪو سندن مرشد عبدالستار ثانيءَ جو فرزند هو. جنهن جي قرب، صحبت ۽ محبت دل کي قيد ڪري ڇڏيس.

ميلي جي سنڌ ۽ فقيري آدابن فقير کي مشتاق ڪري ڇڏيو. رات واري شام صاحب ڪريم حضرت عبدالستار جو ديدار نصيب ٿين. جن جي سهڻي صورت، مٺيءَ مورت سوچن جي سمنڊ ۾ آٿي اڇلايس. سائين محمد وارث جن جي ڪچهريءَ مان محبت جو پيغام کڻي اچي پاريءَ تي پهتا. رات دير جو حضرت قاضي صاحب جي درگاهه جو خدمتگار فقير لعل بخش ميرواهه گورچانيءَ وارو ڪهي اچي فقير سائين سان قرب جي ڪچهري ڪئي. جيڪو سائين عبدالستار جو خاص خدمتگار به هو. جنهن تصوف جي فڪري پهلوئن تي ڳالهائي فقير جي دل فتح ڪئي ۽ فقير صاحب کي چيائين ته "ادا تون صاحبن ڪريمن جو طالب ٿي". فقير ڪيس سوچڻ لاءِ چيو. بس ان ٽائيم کان وٺي فقير جي دل ۽ دماغ ۾ هڪ عجيب ڪيفيت طاري ٿي، بس يقين ٿي ويس ته "آءٌ طالب ضرور ٿيندس." اڌ رات کان پوءِ فقير لعل بخش فقير امام الدين ستاريءَ کي ننڊ مان اٿاريو ۽ مالڪن ڪريمن جو حڪم ٻڌايو ته: "هل توکي مالڪن گهرايو آهي ۽ هل طالب ٿيءُ." فقير

صاحب تيار تي مالڪن جي حضور ۾ پهتو ۽ سر جو سودو دست بدست ڪيو. مرشد سائينءَ جي نيڻن جو گهايل ٻڄجي ڪلندي دلڙي ڦرائي اچي ڳوٺ پهتا. سندن ڪلام آهي:

"اسان ڪلندي دلڙي ڦرائي، چوڪي چوٽ ازل کان آئي."

پاڻ 1957ع ۾ طالب ٿيا. جنهن ڏينهن کان نينهن نواب اندر ۾ ديرو لاتس، تنهن ڏينهن کان سڀ حجاب ختم ڪري محبوب جي صورت تي موهجي معرفت جي راهه تي سفر ڪرڻ شروع ڪيو. زماني جي زيب زينت ختم ڪري عشق جي الفي پائي ستار جو ناچو ٿي نچڻ لڳو. پنهنجي اوطاق مان سُک جون شيون ڪيڊي ڪري ان جاءِ تي فقيري نشان ٽڏو وڇائي اوطاق مان بدلائي آستانه صوفي ستاري نالو رکيو.

فقير امام الدين ستاري معرفت جو اهو چمڪندڙ ستارو آهي جيڪو مرشد طرفان گهريو ويو آهي. هونءَ ته طالب مرشد جي تلاش ۾ نڪرندو آهي مگر فقير صاحب سندن مرشد جي گهر تي طالب ٿيا. هڪ دفعي آءٌ راقم الحروف پنهنجي مهربان ياءِ سان درگاهه تي گڏ وينو هوس ته هڪ فقير ٻڌو مل ڪچهري ڪندي ٻڌايو ته صاحب ڪريم سائين عبدالستار الثانيءَ جي ڪچهريءَ ۾ صوفي رکيل شاهه جي ڳالهه نڪتي ته "هن پنهنجي مرشد ڪريم حضرت عبدالستار اول جن کي ڏاڍو ڳايو آهي." جنهن تي صاحبن ڪريمن عبدالستار ثاني جن فرمايو ته "ابا اسان جو به هڪ فقير اتر کان ايندو جيڪو اسان کي به ڳائيندو." ٻڌو مل عرض ڪيو ته "اهو فقير ڪير هوندو؟" پاڻ فرمايائون ته "اهو تون ڏسندين". ٻڌو مل چيو ته "اج منهنجي مرشد پاڪ جي ڪهڻي پوري ٿي جيڪا 1945ع ۾ ڪچهري ڪندي فرمائي هئائون."

فقير سائين جن جي حوالي سان هڪ خط اسان وٽ موجود آهي، جيڪو خط 1947ع ۾ سندس مدرسي جي هڪ استاد جو لکيل آهي جنهن ۾ فقير امام الدين ستاريءَ لاءِ لکيل آهي ته "تون دين جو امام آهين. تون دستار ٻڌندين ۽ دين جي خدمت ڪندين."

هن خط جي متن کي ڏسجي ٿو ته هڪ استاد فقير کي ان فضيلت جي القابن کان ان وقت آگاهه ڪيو آهي جڏهن هو مدرسي جو شاگرد هو. اڄ ان استاد جي ڳالهه پوري ٿي چڪي آهي. ڇاڪاڻ جو فقير سائين تصوف جي ميدان ۾ ايتري ته خدمت ڪئي آهي، جو هن شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو معراج ماڻيو آهي جنهن جي



عيوض 1975ع ۾ شاهه شهيد جي موجوده سجاده نشين صاحب ڪريم صوفي عطاءُ الله الستاريءَ طرفان درگاهه جي خليفي جي حيثيت تسليم ڪندي کيس تاج عطا ڪيو ويو آهي.

طالب ٿيڻ ڪانپوءِ فقير سائين کي عشق اندر ۾ اهڙو ته ديرو ڪيو جو وجود ويو صاف ٿيندو ۽ دل ۾ دوست کان سواءِ بيو ڪجهه نظر نه پيو اچيس. سندن شاعري به عشق جي مستيءَ ۾ ٿيل آهي سندن بهريون ڪلام جيڪر پنهنجي مرشد آڏو پڙهيائون سو آهي:

سڏ ڏي الا سڏ ڏي، سڏ ڏي تون صوفين سردار سارا.
صوفي سچارا جانب جهوڪ وارا.

راڳ ٻڌڻ ڪانپوءِ سندن مرشد پاڪ فرمايو ته "اسانکي اوهانجو راڳ وڻي ٿو ۽ اوهان پلي شعر چئو" مزيد حڪم فرمايائون ته "ارشاد سان ملندا وڃو". حضرت ارشاد عباس صاحبن ڪريمن صوفي عبدالستار الثاني جا فرزند ۽ ولي عهد هيا. فقير جي اها ملاقات مرشد سان آخري ملاقات هئي. صاحب ڪريم هادي عبدالستار سن 1962ع ۾ وفات ڪئي ۽ بقا وارو جهان وسايو.

فقير امام الدين ستاري معرفت جي راهه جا اهي طالب آهن جن پنهنجي ذات جي فنا ڪري پنهنجي وجود کي ختم ڪري پنهنجي مطلوب جي صورت کي اثبات ڪيو آهي.

فنا اتنا ہو جاؤں، میں تیری ذات عالی میں
جو مجھ کو دیکھ لے، اس کو تیرا دیدار ہو جائے۔

درگاهه جهوڪ شريف روحانيت ۽ فيض جي اها درگاهه آهي، جتان طالب مطلوب ٻڄجي نڪرندا آهن. جن جون درگاهون سندن عظمت جو نشان قائم ڪيون بيٺيون آهن. جن پنهنجي فيض سان ڪيترن ئي اجايلن جي اڄ لاٽي آهي. فقير امام الدين ستاري به انهن ئي ڪامل هستين مان آهي جنهن نفي ۽ اثبات جي ٻنهي حالتن مان گذر ڪيو آهي. جنهن کي طالب ڪرڻ جي اجازت ڏنل هئي. مگر هن رند فقير جي درگاهه سان انسيت ايتري ته مضبوط آهي جو طلب وڻڻ وارن کي مريد ڪرڻ بجاءِ درگاهه پاڪ ڏانهن رجوع ڪندا رهن ٿا.

فقير سائين تصوف جي حوالي سان جيڪا خدمت ڪئي آهي. سا اسان سڀني جي سامهون آهي. صوفي خدا دوست سومرو صوفي

خوشي رام "امام" ۽ صوفي دوست محمد جن تصوف جي فڪر جا ساٿي رهيا آهن جن سان فقير جون ڪافي روح رهاڻيون ٿيل آهن. ڪين مرشد طرفان عطا ڪيل ڏات جي پرچار ۽ تبليغ راڳ جي انداز ۾ پيش ڪندا رهن ٿا. ان سان گڏ پاڻ تصوف جا وڏا مبلغ به آهن. سندن رهاڻ روح جي گهراين تائين پهچي وڃي ٿي. فقير پنهنجي شاعري ۾ مرشد پاڪ ۽ درگاهه جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي. پاڻ سنڌي، سرائيڪي، اردو ۽ انگريزي زبانن ۾ شاعري ڪئي اٿن.

**راڳي فقير:**

فقير سائين جن مرشد جي مهربانيءَ سان راڳ کي اثبات جو ذريعو بڻايو آهي ۽ راڳ ڪري راءِ ريجهايو آهي. جيئن فرمايو اٿن ته:

راڳ وڏو ويراڳ اصل عاشقن ڪي،
چريا ٿي چت ۾ جهاتيون پائن سي،
"ڏکڻ" راضي ٿي، راءِ انهيءَ راڳ ۾.

سندن ساٿي فقير جن جي آواز ڪيترائي مستانا ڪري مستيءَ ۾ نچايا آهن. انهن مان فقير احمد بخش ڏکڻ، فقير جڙيل، ماستر عبدالغفور سولنگي ۽ فقير محمد عظيم مگڻهار هئا جن سندن سات ڏنو. صوفي محمد پريل سومرو ۽ ٻيا انهيءَ سات جا ساٿي هيا جن فقير سائين جي محبت ۾ جهوڪ ماڻيو.

فقير جڏهن پنهنجو ڪلام "اسين صوفي صاف ستاري آهيون، اسين وحدت پريت پوڄاري آهيون" چوندو آهي ته وحدانيت واري ڳالهه سامهون اچي ويندي آهي پاڻ نقير راڳ ويراڳ جي حوالي سان جيڪي محفلون ڪيون آهن يا ڪلام چيا آهن، جنهن ۾ وحدت الوجود جي ڳالهه چٽي ۽ صاف چيل آهي، جنهن ڪري، تصوف عام ماڻهن کي آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي وڃي ٿو. اهڙي ڪا به ڳالهه چيل نه آهي جنهن جي ٻڌڻ سان ماڻهو ڀٽڪي وڃن. ڏکڻ شهر ۾ اڄ به ستاري سلوڪ جي سمنڊ جون ڇوليون پنهنجي موج ۽ مستيءَ سان جاري آهن ۽ ستاري مئخانو هميشه آباد رهندو. آءُ راقم الحروف تي سندس پدرانه شفقت ۽ ٻاجهه جو هٿ سدائين رهندو.

**فقير محفوظ الرحمٰن ڏکڻ ستاري**



# قادري سلسلي جي طريقت جو شجرو

1. حضرت سيدالانبياء سرور دو عالم محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم.
2. حضرت امير المومنين، ابوالحسن سيدنا علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجهه.
3. سيد الشهداءَ امام عالي مقام حضرت حسين رضي الله تعاليٰ عنه
4. حضرت سيد زين العابدين رضي الله تعاليٰ عنه (مدينة المنور).
5. حضرت سيد محمد باقر رضي الله تعاليٰ عنه (مدينة المنور).
6. حصرت سيد جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه (مزار مدينة المنور).
7. حضرت سيد موسيٰ ڪاظم رضي الله تعاليٰ عنه (ڪاظمين بغداد).
8. حضرت سيد ابوالحسن علي رضا بن موسا ڪاظم رضي الله تعاليٰ عنه.
9. حضرت شيخ معروف ڪرخي رضي الله تعاليٰ عنه (بغداد).
10. حضرت شيخ سري سقطي رضي الله تعاليٰ عنه (بغداد).
11. حضرت شيخ ابوالقاسم جنيد بغدادي رضي الله تعاليٰ عنه (بغداد).
12. حضرت شيخ ابوبڪر شبلي رضي الله تعاليٰ عنه (مڪه معظمه).
13. حضرت شيخ ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز- (يمن).
14. حضرت شيخ ابوالفرح ((عبدالله) طرطوسي رضي الله تعاليٰ عنه (طرطوس مصر).
15. حضرت شيخ ابوالحسن علي بن محمد يوسف القرشي

هنڪاري رضي الله تعاليٰ عنه (هنڪاري ترڪستان).

16. حضرت شيخ ابي سعيد بن علي مبارڪ مخزومي.
(مخزوم۔مصر).
17. حضرت غوث اعظم ميران محي الدين سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله تعاليٰ عنه (بغداد۔ عراق).
18. حضرت سيد عبدالرزاق شاهه قادري (بغداد – عراق).
19. حضرت سيد ابي نصر شاهه قادري
20. حضرت سيد محمد شاهه بن احمد شاهه قادري
(مڪ عربستان).
21. حضرت سيد حسن شاهه بغدادي قادري (بغداد).
22. حضرت محمد شاهه بغدادي قادري (بغداد۔ عراق).
23. حضرت سيد علي شاهه قادري (ايران).
24. حضرت موسيٰ قادري (ايران).
25. حضرت سيد مير حسن شاهه قادري (سرحد شام).
26. حضرت شيخ ابوالعباس احمد بن حسن مغربي شافعي قاري (شام ۽ يمن).
27. حضرت شيخ بهاءُ الدين بن ابراهيم عطاءُ الله قاري
(بخارا – ترڪستان).
28. حضرت شمس الدين ابوالفتح بن فتح الله قادري سلطان عرف شيخ شاهي رح (ملتان – پاڪستان).
29. حضرت شيخ قطب المحققين شاهه عبدالملڪ بن شاهه عبيدالله قادري صوفي رح (بيجاپور – دکن –هندستان).
30. حضرت سلطان العاشقين، برهان العارفين، محبوب السالڪين شهيد في سبيل الله حضرت شاهه عنايت الله صوفي القادري رح (درگاهه جهوڪ شريف سنڌ).
(ولادت 1044 هجري ۽ وصال 17 صفر 1130 هجري)



## شجرو
## سجاده نشين درگاهه عاليه جهوڪ شريف

1. مخدوم سيد عزت الله شاهه "گُند پير" اول فرزند صوفي شاهه شهيد.
2. مخدوم سيد محمد زاهد ڪلان (وڏو) بن سيد ابراهيم شاهه (ڏڀ وارو)
3. مخدوم سيد نور الله شاهه پٽ سيد محمد زاهد ڪلان (وڏو)
4. فقير سيد عزت الله شاهه (ٻيو) "سخي پير" پٽ سيد نور الله شاهه
5. فقير سيد ابراهيم شاهه (ٽيون) "بنگلي ڏٽي" (تجل مان شادي ڪيل) پٽ فقير سيد عزت الله شاهه (ٻيو) "سخي پير".
6. فقير سيد محمد زاهد شاهه (ٻيو) "وسط شاهه" پٽ سيد ابراهيم شاهه (ٽيون) "بنگلي ڏٽي".
7. فقير سيد خواجه عبدالستار شاهه نوراني (پهريون) تجل ڪان آيل پٽ سيد سلطان علي شاهه.
8. فقير سيد غوث محمد عرف شهاب الدين شاهه (هادي سائين) پٽ سيد خواجه عبدالستار نوراني.
9. فقير سيد عبدالستار شاهه (ٻيو) ولد سيد غوث محمد عرف شهاب الدين شاهه. (هادي سائين).
10. فقير سيد الحاج غوث محمد (ٻيو) عرف ارشاد عباس رح پٽ فقير الحاج عبدالستار شاهه (ٻيو).
11. فقير سيد صوفي عطاءُ الله شاهه ستاري "عاجز" پٽ فقير سيد الحاج ارشاد عباس شاهه. (موجوده سجاده نشين)

# خاندان جو شجرو

امام عالي مقام حضرت علي ڪرم الله وجه ڪان سراج السالڪين قطب العارفين، سرتاج الصوفيان، شهيد في سبيل الله حضرت شاه شهيد عنايت الله صوفي القادري تائين.

1. امير المومنين، امام عالي مقام حضرت علي ڪرم الله وجه.
2. حضرت امام حسن رضي الله تعالى عنه.
3. حضرت امام حسن المثني رضي الله تعالى عنه.
4. حضرت عبدالله المحض
5. سيد ادريس ﷫
6. سيد عمر شاه ﷫
7. سيد عبدالله شاه ﷫
8. سيد احمد شاه ﷫
9. سيد ميمون شاه ﷫
10. سيد هود شاه ﷫
11. سيد مير علي شاه ﷫
12. سيد مخدوم محمد يوسف ﷫
13. سيد مخدوم صدر الدين ﷫ ميرانپور وارو
14. مخدوم سيد عجائب الدين ﷫
15. مخدوم سيد شهاب الدين ﷫
16. مخدوم سيد ابراهيم شاه قتال ﷫





# تاثرات

نحمده و نصلي عليٰ رسوله الڪريم

درگاهہ جهوڪ شريف جي موجوده فقراءَ ۾ فقير امام الدين ڏکڻ، جن هڪ نمايان حيثيت رکندڙ فقير آهن. پاڻ خوش اخلاق شيرين گفتار اعليٰ فڪر، اهلِ دل ۽ صاحبِ بصيرت بزرگ آهن. سندن ڪلام تصوف، فڪر، ادب، محبت ۽ "عشق ستار" سان واڳيل آهي.

درگاهہ جهوڪ جي تاج وارن فقيرن ۾ حضرت سائين رکيل شاهہ عليہ رحمة جن کان بعد پنهنجي مُرشد سان ڪُلي ۽ واضح محبت جو اظهار پنهنجي ڪلام ۾ جي ڪيو آهي تہ اُها فقير امام الدين ڏکڻ جي شخصيت آهي فقير جي اها ئي دعا آهي تہ شاهہ شهيد عليہ رحمة جي فقراءَ ۾ سدائين اهڙا گُل ٽڙندا رهن.

والسلام

خادم الفقراه

**صوفي عطاءُ الله ستاري القادري**

سجاده نشين درگاه جهوڪ شريف



# تاثرات

ہوتا حکم یار جب چلتا ہے قلم میرا
میں جانتا نہیں جو لکھتا ہے قلم میرا.

صوفي جي نظر هر دم سندي مرشد جي صورت ۾ رهندي آهي ۽ اُنجي گِردِ ڦرندي آهي. فقير امام الدين صاحب جي نظر بہ سندي مُرشد حضرت عبدالستار "ثاني" صوفي صاحبن جي صورت ۾ محو ٿِيل آهي روحاني لکت اندر جي آواز جي مُحتاج آهي. جيسين اُهو آواز نٿو اچي تيسين هڪ اکر بہ اڳتي وڌڻ مُمڪِن ناهي. فقير صاحب جن بہ آواز جو پيڇو ڪندڙ آهن. جنهن ۾ التجائون، صدائون، مُرشد جون مهربانيون يعني نوازشون، مُشاهدن جون منزلون يعني موج ۽ مستيون، مرشد جي صورت جي ساراهہ سندس همدردي سنڀال سڀ نمايان ڪيفيت حال جي مطابق رهنمائي جي شڪل ۾ نِمودار اندران ٿين ٿيون. صحيح لکڻ تہ هي ٿيندو تہ سمجهائيون ٻُڌايون وڃن ٿيون ۽ پوءِ طالب سِڪ دار جو قلم اُن تي رواني پڪڙي ڪاغذ تي پکيڙي ٿو.

فقير امام الدين صاحب جي لِکت ۾ بہ اُهي سڀ ڳالهيون نمايان نظر اچن ٿيون جهڙوڪ عاجزي، ساراهہ، مدد، رهنمائي. همت افزائي ۽ رحمت جون موج و مستيون واضح آهن. فقير صاحب جي ذاتي شخصيت بہ حليم پُرڪشش همدردانا مُخلصانا ۽ نُوراني آهي.

اُميد ڪُجي ٿي تہ سندن قلم اندر جي آواز تي لبيڪ چئي جيڪي ڪُجهہ تحرير ڪيو آهي اُن بي بها خزاني مان حق جا پانڌيڙا سندي پسند جا مُوتي چونديندا. "آمين"

دعاگو

**سبز پوش راز علي صوفي القادري**

# تاثرات

فقير امام الدين ڏکڻ صاحب صوفي القادري سلسلي سان تعلق رکندڙ بزرگ، شاعر ۽ ڪلاڪار آهي. درگاهه جهوڪ پاڪ جي پاڻيءَ مان پيار جي پياس اجهائيندي شاعري جي شروعات ڪيائين.

"صدقي صدقي شاه شهيدان، آقا عنايت فضل فقيران."

مان سندن پهرين محفل تڏهن ٻڌي جڏهن پاڻ بيراڳڻ هٿ ۾ کڻي سريلا سر آلاپيندو هيو. بعد ۾ يڪتاري تي يقين رکندي هن فضا کي پنهنجي منڙي آواز جي آلاپن سان معطر ڪري ڇڏيو. محفل ۾ هميشه صرف پنهنجي شاعري بيان ڪندو آهي. محفل مچائڻ وقت سندس رقص جو انداز به نرالو آهي ۽ ڏسڻ وارا مست ٿي جهومندا آهن.

فقير صاحب جي شاعري نج تصوف تي ٻڌل آهي. پر مجاز وارا به ساڳي وقت مزو وٺن پيا. شاعريءَ ۾ قلبي ذڪر جو احوال به ڏاڍي پياري انداز ۾ بيان ڪيو اٿائون "دم درياهه پليت نه ٿيندو "پاڪن پاڪ الله. گند ڪچري کي لوڙهي ويندو وهندڙ واهڙ واهه."

وري سالڪن جا سلوڪ پريا سلوٽا سبق به هن طرح هيئين سان هنڊايا اٿائين "ناپ ڪنول ڪان ناد چڪي وٺ سيني سمنڊ اٿار". سورٺ جون ست راتيون. سهٽيءَ جو ساهه. راٺي جي رهاڻ. "ڪا نه رات منهنجا راڻا ڪهي ڪاڪ اڇجانءِ" تان ٿيندو وڃي. "ڳليءَ ڳليءَ ٿو نچان نچان مان ناچو يار ستار جو" اتي دنگ ٿئي ٿو. پنهنجي مرشد سائين حاجي عبدالستار رح ثاني سان ناتو نڀائيندي پاڻ کي ستاري سڏائيندو آهي. الله سائين کين عمر دراز عطا ڪري (آمين)

**انور احمد خان مهر**



# تاثرات

فقير جي ٻولي ، الله جي ٻولي
فقير راضي، الله راضي

اها هڪ حقيقت آهي ته تخليق ڪائنات کان اول فقط رب تعاليٰ جي ذات بابرڪات موجود هئي. فرمانِ ايزدي آهي ته "مان هڪ ڳجهو خزانو هيس. خواهش پيدا ٿي ته مان سڃاتو وڃان." ان خواهش جي تڪميل ۾ رب تعاليٰ پنهنجو اظهار فقير جي صورت ۾ فرمايو ۽ فقير جي اطاعت کي پنهنجي اطاعت قرار ڏنو. فرمان تعاليٰ آهي ته:

" اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللهُ "

"جيڪڏهن توهين الله پاڪ کي دوست رکو ٿا ته منهنجي متابعت ڪريو ته خدا تعاليٰ توهان کي دوست رکي."

فقير امام الدين صاحب جن جي ذات به خواهش ۽ دعائي حضرت هادي عبدالستار آهي، جڏهن فقير صاحب جن اجان جامعه عربيه مدرسي حيدرآباد ۾ شاگرد هئا ۽ اجان جهوڪ شريف به ڪين ويا هئا ته پاڻ سائين عبدالستار رح جن اهڙي بشارت پنهنجي هڪ مريد ديوان ٻڌومل کي ٻڌائي هئي. فقير صاحب جن جي ذات پنهنجي لحاظ کان هڪ انجمن آهي جن جي ڪچهريءَ ۾ رهاڻ ۾ ستاري ساز ۽ آواز ٻڌڻ ۾ ايندو. فقير صاحب جن جو ڪلام تصوف ۽ علم معرفت جو پنڊار آهي جيڪو نه صرف قلب ۽ روح کي سڪون پهچائيندڙ آهي پر راهِ سلوڪ جي پانڌيئڙن کي علم تصوف جي بنيادي نقطن جهڙوڪ شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جي ڄاڻ ڏئي ٿو ۽ ساڳي وقت انهن جي تعليم، تربيت ۽ اهميت انهن تي عمل ڪرڻ جا گس ۽ پيچرا به

واضع ڪري ٿو. فقير صاحب جن جي ڪلام جا ڪيترائي رخ آهن. سندن ڪلام ۾ توحيد ۽ رسالت جا باب بيان ٿيل آهن ته ڪيف ۽ سرور، عشق ۽ محبت جي موج ۽ مستي به واضح موجود آهي. جنهن جي ٻڌڻ سان پرين جي پار جو ڪيف ۽ سرور حاصل ٿئي ٿو.

فقير جي محبت، الله جي محبت.
فقير شافي، الله ڪافي.

**باز محمد شيخ**
سگ درگاهه پاڪ جهوڪ معليٰ



# شاهه شهيد جو ٻيجل

حقيقت ۾ ته فقير سائين امام الدين ستاريءَ جا ته مون تي اڳي ئي گهڻا احسان آهن ۽ هن جو قرب اڄ به موهيندڙ آهي. پر مون جهڙي ٻي علم ۽ بي سمجهه لاءِ هڪ ته لکڻ ۽ ٻيو وري ڪنهن شاهه شهيد جي فقير تي! ۽ اهو به فقير سائين امام الدين ستاري جنهن کي پنهنجي مرشدن ڪريمن هٿان تاج حاصل ٿيو تي لکڻ مون لئه وڏو اعزاز آهي مون کي اڄ به ياد آهي ته اڃان مون جهوڪ پاڪ ۾ پير نه پاتو هو. تڏهن به فقير سائين جي ڳائڻ جو انداز ۽ سندس شاعريءَ جو ذڪر مون پنهنجي دوست فقير بخش علي جلالاڻي کان ٻڌو هو ۽ هن ئي مون کي فقير سائين جي ڪيسٽ ٻڌڻ لاءِ ڏني. جنهن ۾ هڪ ڪلام جا ٻول هيا:

لهر لهر تي توکي پڪاري، لهر لهر تي توکي پڪاري،
ساٿي منهنجا موٽي آ. "فقير امام الدين سائين"

جنهن جو پسمنظر ۽ روحاني رمز فقير سائين سمجهائي. جنهن ۾ تصوف جو فڪر سمايل هو. منهنجي تصوف سان اڻ ڄاڻائي ڪري مون کي ڪا به ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي. پر پوءِ جڏهن شاهه عنايت شهيد جي آڳنڌ تي اوچتو محبت جي پياسي مسافر جيان پٽڪندو پٽڪندو وڃي پهتس. ته اتي هڪ جهونڙو نوراني چهرو جنهن جي نيڻن ۾ نينهن چمڪي رهيو هو. ۽ ٻولي رهيو هو.

الله الله ٻول مسافر
اثباتي اک کول مسافر
جهوڪ وڃي جهل جهول مسافر. "فقير امام الدين"

اها اثباتي اک آفاقي فڪر جي نشاني آهي. جنهن ۾ تصوف جو فڪر اهڙو تہ سمايل هو جو منهنجي نيڻن ۾ نينهن جون پچارون ٿيڻ لڳيون ۽ دکي دل. جيڪا دردن ۽ سورن جي سفر ۾ هلي هلي جهري پئي هئي. ان جهُريل دل کي سهارو ۽ سانت ڏيڻ لاءِ هن فقير سائين جي ٻاريءَ تي ساڻس قرب جي ڪچهري ٿي. ۽ اتي ئي پريت جو پيغام نصيب ٿيو. انهيءَ قرب پري ڪچهريءَ ۾ فقير سائين ايترو تہ قرب ۽ پيار ڏنو جيڪو اڄ ڏينهن تائين وسري ئي نٿو. ان کان پوءِ فقير سائين سان رهاڻيون ٿيڻ لڳيون. ڏنو وڃي تہ فقير سائين شاهہ شهيد واري آفاقي فڪر جو ٻيجل آهي. جڏهن بہ ڳائيندو آهي. جيءَ کي جهوري وجهندو آهي. مون کي سندس شخصيت تصوف جي دنيا ۾ "فنا في شيخ" لڳندي آهي. جڏهن بہ شاهہ شهيد جو هي ٻيجل پنهنجا ئي ٻول يڪتاري جي تند تي شاهہ شهيد آڏو ٻوليندو آهي تہ:

مان ڳليءَ ڳليءَ تو نچان، نچان
مان ناچو يار ستار جو.
"فقير امام الدين"

يا وري!

کوٹہ ہوں میں کون ہوں، مجھے جانا کوئی نہیں،
موجود ہوں میں ہر جگہ، پہچانتا کوئی نہیں۔

"فقير سائين"

۽

امن آهي رهيو ڪاٿي، فقط فائق فقيرن ۾
فقر جا يار ئي ٻچندا ڇڏي ڏي عام دنيا کي.
"فقير سائين"

اها ٻولي هي امن جو پکي، جڏهن بہ ڳائي، جتي بہ ڳائي اتي شاهہ شهيد جي فڪر جي عاشقن جو ميڙ مچي ويندو آهي. هن جي آواز ۽ هن جي شاعري باڪمال ۽ صوفي فڪر سان رچيل نظر ايندي آهي ۽ شاعريءَ جي هر صنف کي تصوف جي رنگ ۾ رنگڻ اهو فقير سائينءَ جي شاعريءَ جوئي ڪمال آهي. جو ٻڌڻ وارا پنهنجا حواس ئي وڃائي ويهندا آهن. جڏهن تہ فقير سائينءَ جي آفاقي شاعريءَ ۾ تصوف، جوئي



رنگ رچيل آهي "جنهن ۾ اول الله، م، محمد، ع،علي ۽ م مرشد." جو ذڪر نمايان آهي. اهوئي سبب آهي. جو پياسا روح سونهن ۽ سيپتائن جون نزاڪتون ۽ سارونٽيون سُٽي هتي اچي اُڃ اجهائيندا آهن.

اٿين ئي فقير سائين شاهہ شهيد جي نظرن آڏو نظرون نوائي، ميلي واري پهرئين رسم جنهن وقت حضرت صاحب ڪريم جن کي حويليءَ کان جهوڪ ڏٺي ڏانهن، قصرِ قلندر تي سُنگ جي صورت ۾ نيو ويندو آهي تہ ان وقت فقير سائين هي ٻول ٻولي.

حيرت منجهہ حيران رکيو ٿو يار اسان کي
دوست اسان کي.

تہ ان وقت سڄو منظر مستيءَ نمان تي ويندو آ. اٿين ئي جيئن پٽائيءَ چيو آهي تہ

هلو هلو ڪاڪ تڙين جتي نينهن اُڇل
نڪا جَهل نہ پَل. سيڪو پسي پرينءَ کي.

اٿين ئي جڏهن فقير سائينءَ پنهنجي مرشد حضرت صاحب ڪريم موجوده سجاده نشين جو آفاقي فڪر پنهنجي الستي آواز ۾ ٻيجل ٻڻجي ٻوليندو آهي تہ:

صوفيءَ جي سوز ساز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.
هن عشق جي انداز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.
"حضرت صاحب ڪريم"

اهو عشق شاهہ شهيد ۽ سندس مرشدن سان عشق آهي. اهوئي عشق اڄ بہ شاهہ شهيد جي آڳنڌ تي نچائيندي سِڪ سان صدا هٺي پيو.

اوهان جي در تي لکين سوالي صدا اسان جي قبول پوي شل.
اچي دعائون گهرن گهٽائي، دعا اسان جي قبول پوي شل.
اسان جي بہ اهائي صدا شاه شهيد صاحب ڪريمن تي آهي. تہ هي شاهہ شهيد جو ٻيجل اٿين ئي تند تنوارينڊو رهي.

**سڪندر علي خشڪ ستاري**

# هڪ صوفي، هڪ شاعر.......

جهوڪ (ميرانپور) سنڌ جي صوفين جو ڪعبو آهي. جتان صوفين جي امام، حضرت شاهہ عنايت شهيد تصوف جو فيض هند سنڌ ۾ عام ڪيو. صوفي شاهہ شهيد جي انهيءَ فيض جو هڪ سرچشمو شڪارپور ضلعي جي ڏکڻ شهر ۾، فقير امام الدين ستاريءَ جي روپ ۾ اڄ بہ عشق جي اڃارن جي اڃ اجهائڻ جو وسيلو بڻيل آهي. فقير سائين، سنڌ جي مشهور زميندار خاندان ڏکڻ (سومرا) جو انتهائي اهم فرد آهي. سندس جنم 14 آگسٽ 1931ع ۾ ٿيو. فقير سائين جو والد مير محمد خان ڏکڻ، هڪ قابل استاد هيو جيڪو 4 مارچ 1952ع کان 7 اپريل 1958ع تائين پرائمري اسڪول ڏکڻ جو هيڊ ماستر رهيو. فقير امام الدين ستاري، جامعہ عربيہ حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانپوءِ 1957ع ۾ درگاهہ شاهہ شهيد (جهوڪ شريف) جي سجاده نشين، حضرت صاحب ڪريم، سائين عبدالستار (ثاني) صوفي القادري جو دست بيعت ٿيو. طالب ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي بنگلي مان صوفا ۽ ڪرسيون ڪڍي فقراڻي تڏو وڇايائين. جنهن تي پنهنجي خاندان جا ڪجهہ فرد ناراض ٿيس. پر انهن ڏي ڌيان نہ ڏنائين. پنهنجي مرشد جي محبت ۾ بنگلي کي ڦيرائي ستاري مئخانو نامي ڇڏيائين. جيڪو اڄ بہ عشق وارن جو آماجگاهہ بڻيل آهي. وڏيرڪي ماحول ۾ پلجي جوان ٿيندڙ هن حسين نينگر مست جوانيءَ ۾ عشق کي امام بڻائي، چشمين چپڙيون چمي، يڪتاريءَ جي تار تي، صاحب ڪريم جو ناچو بڻجي، ڳليءَ ڳليءَ نچي پنهنجي نيهن کي نروار ڪيو. فقير سائين کي هن وقت درگاهہ شاهہ شهيد (جهوڪ شريف) جو خاص خليفو هجڻ جو اعزاز حاصل آهي. فقير امام الدين ستاري، سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ انگريزي زبانن ۾ وڏي انگ ۾ شعرو ڪلام چيو آهي. ڪجهہ ڪلام ۾ "مسافر" تخلص پڻ استعمال ڪيو اٿائين.

- مهدي شاهہ







# صداءِ مسافر

## بہ درگاهہ حبيب ﷺ

## بہ ياد حضور حسين عليه السلام

## سہ حرفي

# صداءِ مسافر

الله الله تون رحيم، تون ارحم الراحمين.
ڪائنات آ حڪم تنهنجي، تي احڪم الحاڪمين.
تون آن پالينڌڙ جهانن، جو اي رب العالمين.
تنهنجي دستر خوان تي، شاهه وگدا سڀ هن مسڪين.
تنهنجي نظر ڪرم آهي، فلڪ تي ۽ بر زمين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(2)

تنهنجي ستاري بہ سٺي، واهه جو ستار تون.
تون ڍڪين بخشين گناهن، ڪي خدا غفار تون.
ملڪ مڙني جو آن مالڪ، رب ۽ جبار تون.
تون اڙين عاصين اپوجهن، جو سدا آڌار تون.
تنهنجي ڪِلڪ ڪُن ساڻ تي، تقدير تي اونڌي سنئين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(3)

تنهنجي ذاتِ ڪبريا، قائم آهي قادر قديم.
تون ٿو ڄاڻين ذري ذري، ڪي اي علام العليم.
تنهنجي ڪرمِ ڪُن سان، گهيريل ڪائنات آهي ڪريم.
بحر بخشش آ گنهگارن، لئہ اي راحم رحيم.
ماسوا ڏوهن گناهن، جي اچان ٻيو ڇا ڪٺين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(4)

تنهجي حسنِ ازل جي، تعريف ڇا چوندي زبان.
ناهہ طاقت جو الاهي، مشتِ خاڪ ڪندي بيان.
تنهنجو ناز انداز سهڻا. آ متي هن عقل ڪان.
لا علم ملڪن چيو، آقا آهي تنهنجي اڳيان.
عشق ڪان آدم ٻڌائي، ڳالهہ جا توکي وڻين.
الله الله هي مسافر، ٻي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(5)

ڇا سبب آ تو ڪرايو، سجدو آدم جو خدا.
پنهنجا ساجد سڀ ڇڏي، آدم حوالي تو ڪيا.
تو تڙيو پو پاڻ آدم کي، ڏسي ڪهڙي خطا؟
رنگ تو هي آ رچايو، يا رچايو ڪنهن منا؟
ڏوهہ پيو شيطان جي، گردن مٿان ۽ ٿيو لعين.
الله الله هي مسافر، اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(6)

خاص ملڪن ۾ مقرب، لعنتي تڙجي ويو.
ڪڻڪ جي داڻي سبب آ، بهشت مان آدم هليو.
بي امر بيٺي ٿيا، ۽ ڏوهہ ٻنهي آ ڪيو.
لعنتي هڪڙو رهيو، تقصيرِ آدم معاف ٿيو.
ڇڏ خدا ڪيئن شان سان، آدم آيو آهي زمين.
الله الله هي مسافر، ٻي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.



(7)

اولادِ آدم تنگ ٿي، ڏس ڪيئن پيا تڪرار ۾؟
خون جون نديون وهيون، آهن سنڌءِ سنسار ۾.
ڪي رهيا خوشحال آهن، ڪي پيا آزار ۾.
سڀ تماشا تو ڏٺا، ڪنهن جي تہ آهن پيار ۾.
پائي برقعو بشر جو، ايندو مُحمّد مهہ جبين.
الله الله هي مسافر، ٻي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا، مهابي رحمت اللعالمين.

(8)

آيو ساري مُلڪ ۾، آ نوح جو طوفان هتي.
چند ساٿي نوح سان، آهن چڙهيا ٻيڙيءَ مٿي.
ڪين چڙهيو پٽ سندس، هو آ چڙهيو چوٽيءَ اُتي.
مُلڪ سارو ويو ٻڏي، ٻيڙيءَ چڙهيو ڪيئن تو ٻڏي؟
مير مرسل جا مداحي، ڪنهن سهاري تو ڏسين.
الله الله هي مسافر، ٻي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(9)

باهہ ڪي جنهن آ ٻڻايو، باغ سو آهي خليل.
راهِ حق ۾ سر ڏيڻ لئہ، تيار آهي اسماعيل.
آسمان تان دنبو عيوض، ۾ ڏنو رب الجليل.
تا قيامت آهي قائم، ٿي وئي سهٽي سبيل.
جلد ٿي ويو تيار ڪعبو، ڪو تہ ايندو هت معين.
الله الله هي مسافر، ٻي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(10)

اڄ وڪامي ٿو سر، بازار ۾ يوسف ڏسو.
ڪنهن ڪڍيو آ چاهه مان، ۽ چاهه مان ڪنهن آ وتو.
قصر ۾ جنهن دم ويو، جنهن پي ڏنو بي دم ٿيو.
اڄ منجهي پيئي زليخا، آهه انسان يا ڪي بيو!
آيون سمجهائڻ سهيليون، "او چري! ڇاتي چوين؟"
الله الله هي مسافر، پي اڃا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(11)

عشق لڳڙو مونکي جيڏيون، دل ڪسي دلدار ويو.
تير تلوارون ڪٽي، دل تي ڪري هڪ وار ويو.
ننڊ وئي آرام ويو، يوسف سوا سينگار ويو.
جي ڏسو اکڙين سان، هيڪر پو اوهان گهر ٻار ويو.
جيئن ڏنائون تيئن وڌائون، صوف عيوض هٿ ڪٽي.
الله الله هي مسافر، پي اڃا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(12)

طور سينا تي تجلا، نور جا موسيٰ ڏٺا.
پاڻ آڳي سان ڪلامي، گفتگا اسرار جا.
هٿ ۾ لٺڙي هئي، يا هئي اها ڪا اژدها.
کائي ويئي سحر سارا، لشڪر فرعون جا.
ٿي غرق فرعون آخر، ويو لڙهي آ نيل ۾.
الله الله هي مسافر، پي اڃا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.





(13)

ڪيئن جياريندو مئن، ماڻهن کي هو عيسيٰ ڏسو!
هٿ ۾ جنهنجي خدا، اهڙو ڏنو ڪو نور هو.
پنهنجي ماڻهن جي هٿان، هو نيٺ ڦاسيءَ تي چڙهيو.
تخت ڦاهيءَ جي مٿان، آڳي جنهين کي آ چڪيو.
اڄ به عيسيٰ جون صلواتون، فلڪ تي ويٺو ٻڌين.
الله الله هي مسافر، پي اڃا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(14)

اي خدا! ڇڻ ڪهڙو آخر، هي سنڌءِ اسرار آ؟
ڪيئي آيا ڪيئي ويندا، ڪنهنجو هٿ اختيار آ؟
ڪائنات آ ڪنهنجي خاطر، ڪنهنجو هي سنسار آ؟
ڪير آ محبوب تنهنجو، ڪنهن سان تنهنجو پيار آ؟
ڪنهن جي خاطر تو ڪيو، پيدا فلڪ ۽ هيءَ زمين؟
الله الله هي مسافر، پي اڃا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(15)

ڇا ڏسي ڇا تي ٿيو، عاشق آهين منهنجا خدا!؟
ڪنهنجي سهڻيءَ سونهن تي، سائين ٿيو آهين فدا؟
احد مان احمد جو اولو، ڏئي ڪيئي ڪنهن کي جدا!؟
ڪير هو هٿ ڪير ٿي، آيو آهي منهنجا منا!؟
ڪنهن جي لئه ملڪن کي ٿو آدم جي سجدي لئه چوين؟
الله الله هي مسافر، پي اڃا رهجي حزين
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(16)

اج صدا آئي فلڪ تان، "مرحبا ڪيو مرحبا".
سڀ نبين ۽ مرسلن جو، آهي احمد پيشوا.
صف بہ صف حور و ملائڪ، گيت ڳائيندا لٿا.
پائي جامو بشر جو، آيو لمي آ خود خدا.
واديءَ مڪ ۾ سڀئا، اج نئين رونق ڏسين.
الله الله هي مسافر، پيي ايجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(17)

مرحبا آيو لمي، الله جو محبوب آ.
جو هيو طالب اڳي، سو پاڻ اج مطلوب آ.
نور سارو نور آ، واهہ خوبرو هي خوب آ!
حسن يوسف کي ڏسو، اج شرم ۾ محجوب آ.
واهہ تنهنجي سونهن آ، ۽ واهہ جو هي آ حسين.
الله الله هي مسافر، پيي ايجا رهي خريت.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.

(18)

آمنہ جي گود ۾، ڏس لعل ڪڏندو ٿو رهي.
ناز سان انداز سان، ڪيئن پاڻ پلندو ٿو رهي.
ڪيئن وچي غارن ۾، پنهنجو يار ڏسندو ٿو رهي.
ڪنهنجي خاطر رنج ۾، ڏينهن رات روئندو ٿو رهي.
اوچتو ڪعبي ۾ ايندي، ڪنهن چيو "هاذا امين".
الله الله هي مسافر، پيي ايجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت اللعالمين.





(19)

ڪنهنجي خاطر اج وطن کي، يار ڪيو آ الوداع.
سور سختيون سڀ سهي، دلدار ڪيو آ الوداع.
قافلو ڪاهي هليو، سالار ڪيو آ الوداع.
وبندي وبندي ڪعبہ کان، دلدار ڪيو آ الوداع.
او خدا! تون ٿي ڏسين ٿو، تنهنجي لئہ ڪاڻي وڃين.
الله الله هي مسافر، ييي ايجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(20)

واهہ جو برڪت پريو، آيو مديني قافلہ.
شهر ساري ۾ خوشيءَ جو، اج وڏي ويو غلغلو.
ٿي مبارڪ مرحبا، بيشڪ آيو آهي يلو.
تنهن مِني مهندار سان، اج نياز نوڙت سان ملو.
پاڻ سان جو گڏ کڻي، آيو ڪتاب الله مبين.
الله الله هي مسافر، ييي ايجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(21)

آيو هادي حق ٿي، آهي هدايت جو ڏٺي.
بار سارو پنهنجي، امت جو آيو آقا کڻي.
درد غم جنهنجي ۾ اک، جي ٿي رهي آلي اٺي.
ٿي سعادت جي رهي ڪو، پرينءَ جي پيرن پٽي.
تنهن سچي سردار جي، آڌار ٿو امت ڏسين.
الله الله هي مسافر، يي ايجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(22)

تنهن جي ساري ملڪ جو، مالڪ سچو سردار آ.
تنهنجو دلبر دادلو، دلبند ۽ دلدار آ.
احد مان احمد ٿي آئين، عشق جو اختيار آ.
هي مسافر پيو سنڌ ۾، محبوب جي آذار آ.
ڪيئن ڇڏيندين سار سيد، جي خدا ڇا تو چوين؟
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(23)

جنهن سهارو ڪونه آ، تنهنجو سهارو مصطفيٰ.
جان کان ايمان کان، دل کان پيارو مصطفيٰ.
آ ابوجهن درد وندن، جو دلارو مصطفيٰ.
پنهنجي عاصين ۽ گنهگارن، جو چارو مصطفيٰ.
روز محشر ۾ گنهگارن، جو آ محمد معين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(24)

تون آن اول تون آن آخر، تون آن باطن تون عيان.
تنهنجي پيو محبوب ۾، ساڳيون مان وصفون ٿو ڏسان.
بحر بخشش بحر رحمت، ۾ اميدون ٿو رکان.
جو حڪم محبوب جو ٿئي سا رهي تنهنجي زبان.
او منا منثار مدني، او شفيع المذنبين!
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.





(25)

فاتح خيبر ڏسو، هي حيدرِ ڪرار آ.
مصطفيٰ جو سڀ کان پيارو، تنهن پرينءَ سان پيار آ.
آهي هي مشڪل ڪشا، اعليٰ عليءَ اختيار آ.
هي بهادر آهي بيشڪ ۽ يتيمن يار آ.
او ابا حسنين جا، مونتي نظر جلدي ڪرين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(26)

واهه جو مظلوم آ، حيدر ٿيو ڪوفي ڏسو.
شوق ۾ آ شير پاتي، ڪيئن شهادت مومنو.
دين دنيا جو سهارو، آهي هي بيشڪ پلو.
مون پيجي دم دم وجي، داتا سندو آ در وتو.
تنهن علي حيدر سان رک تون، حب سان حق اليقين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(27)

فاطم جا لاڏلا، حسنين دلبر دلربا.
مير مرسل جي ڪلهن تي ڪيئن سواري ها ڪندا؟
بادشاهيءَ کي ڇڏي، صابر حسن جهڙا هليا.
واه جون سختيون سهي، کي زهر ۾ کي ڪربلا.
سات سيد جو هليو ڪربل ڏي آ خيمين ڪٽي.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(28)

هي نظارو نينهن جو، آهي شهيدِ ڪربلا.
ميندي لاتل گهوٽ ڪيئن، اکڙين اڳيان تنهنجي ڪنا.
لعل اصغر کي جگر ۾، تير ڪيئن ڪوفين هنيا؟
ڪنهنجي خاطر سور سهڻن او خدا آهن سنا؟
سردار ٻچڙا سڀ ڪهائي، ناني سان مليا وڃي،
الله الله هي مسافر، پي اچا رهجي حزين.
رحم آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(29)

اصحاب احمد جام جا، تنهنجي مدح لازم رهي.
قرب وارن جو سدائين، قرب شل قائم رهي.
دين جي داور دلارن، سڪ سدا سالم رهي.
يار جن ياري ملهائي، تنهنجو هي خادم رهي.
پاڪ پيارن پنجتن جي، حب آهي اولين.
الله الله هي مسافر پي اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(30)

غار ۾ صديق اڪبر، جو ڏسو چا شان ٿيو.
خود خدا فرمائيو، شاهد ڏسو قرآن ٿيو.
محب مومن هو پيارو، صادق ايمان ٿيو.
دوست هو دلبر پيارو احمدي اعلان ٿيو.
پهريون مرسل مير جو، جاني ٿيو آ جانشين.
الله الله هي مسافر، پي رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.





(31)

اعليٰ عمر کي آ ڏنو، مرسل لقب فاروق جو.
بعده جيڪو نبي ٿيڻو هجي تان ٿئي اهو.
شاهي تنهنجو شان هو شاهي سندس هو دبدبو.
رعب هو چانيل جتي نالو سندس آهي پيو.
جيئن ٿيو فاتح آ داخل، تيئن فتح ٿي فلسطين.
الله الله هي مسافر پي، اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(32)

رحم وارو رحم دل، اعليٰ عجب عثمان آ.
جنهن جمع جوڙي ڪيو، هاديءَ سندو قرآن آ.
باحياء ۽ حلم وارو، صاحبِ ايمان آ.
بي گناهہ مظلوم ٿيو، آهي شهيدان شان آ.
واهہ جو مظلوم هو مومن، ٻڌو اي مومنين.
الله الله هي مسافر، پي اچا حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(33)

سڀ ولين ۾ ولي، آهين مٺا پيران پيرا
تنهنجي دامن آ لڳل، داتا اهو دامن گير.
تنهنجو جاتي ڪاتي نعرو، آ سدائين دستگير.
قرب سان سائين اچي ڪر، عشق ۾ اهڙو اسير.
تون آهين درياءِ رحمت، توتي راضي راحمين.
الله الله هي مسافر، پي اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(34)

جهوڪ ۾ شاهه شهيدان جا نظارا مون ڏٺا،
درد غم اندوهه جا ڪي داستان سوز ها،
آهي خاموشي جتي هي ثاني آهي ڪربلا،
صوفين جي سلسلي جا سنڌ ۾ باني هيا،
معرفت جي مسافر آجتي چڪڙي چڪين،
الله الله هي مسافر، پي اجا رهجي حزين،
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(35)

سرگرو فقرآء جو آهي قلندر قربدار،
سرمست صوفيءَ سان مدامي محب مٺڙي جو پيار،
شهباز آهي هي حسيني ابن علي حيدر ڪرار،
تنهن شهنشاهه جي پناري آ فقر جو بار بار،
او قلندر! ڏي پري ڪو پرت جو پيالو پرين،
الله الله هي مسافر، پي اجا رهجي حزين،
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(36)

ور پتائي! سنڌ تي هيءَ سنڌ تي ساري سدا،
جنهن جي خاطر تو ڪئي درگاهه ۾ آ التجا،
ديس تنهنجي جا رهاڪو رنج ۾ ٿيا مبتلا،
تو پڙهيون جي آيتون سي ورق سڀ وسري ويا،
ور وطن تي واهرو ٿي چو مٺا پيرو پچين؟
الله الله هي مسافر، پي اجا رهجي حزين،
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.





(37)

منهنجو ڏاڏا پير ميرو خان ۾ روشن ميان.
ڪوٽ جي صاحب ڪي تو بيشڪ پلارو مان چوان.
منهنجو مرشد آهي "خاص" تنهن حضوريءَ جي اڳيان.
عرض مون عاجز ڪٽي دردن ڪان دانهون تو ڪيان.
اي الاهي! صدقي پيارن التجا منهنجي سٽين.
الله الله هي مسافر پي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي رحمت للعالمين.

(38)

منهنجو مرشد منهنجو هادي منهنجو هڪ ستار آ.
منهنجو رهبر، منهنجو دلبر، منهنجو هڪ دلدار آ.
منهنجو همدم، منهنجي صورت، منهنجو هڪ سينگار آ.
منهنجو ڪعبو منهنجو قبلو منهنجو هڪ اقرار آ.
جهوڪ جا جاني سدائين "فضل" جو ڦيرو ڪرين.
الله الله هي مسافر پي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي رحمت للعالمين.

(39)

صدق سان صوفي طريقو آ طريقن ۾ پلو.
آهه طالب تنهن طريقت جو "مسافر" هي ٿيو.
سوز جو ۽ عشق جو هاديءَ هٿيڪو ڏڱ ڏنو.
جهوڪ ۾ انسانيت جو درس قائم قرب جو.
اي الاهي! راهه حق تي تون سدا مونکي رکين.
الله الله هي مسافر پي اجا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي رحمت للعالمين.

(40)

اي الاهي! هن دنيا مان تنهنجا پيارا پي ويا
مائٽ مٽ ساٿي بہ "سائل" جهڙا ويندا رهيا
بخش تون تنکي خدايا! رحم ڪر جيڪي بچيا
سک رهن ساٿي سڄڻ سپ سک رهن ساوا سدا؟
ڪين محتاجي ڏسان ڪنهنجي مان رب العالمين
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(41)

ناهہ حجت هوت سان هي عرض آ عاشق سندو.
روئي روئي تنهنجي در تي آيو آ داتا اهو.
ڪرنڪو تنهنکي آهي توڪانسوا ڪو آسرو.
هن مسافر پي سنڌءِ محبوب جو دامن وتو.
مشڪلاتون تون مهابي مصطفيٰ معافي ڪرين.
الله الله هي مسافر، پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي، رحمت للعالمين.

(42)

ڳوٺ ڍڪڻ ۾ ويهي راتيان ڏينهان دانهون ڪيان.
پنهنجا سارا حال تو مان پيش پرين جي رکان.
تنهنجي رحمت آ وڏي هي خيال ڪڻ ڪثرت ڪنان.
هي "ڍڪڻ" ڪلمو پڙهي ۽ ساڻ وحدت جي.
مير مرسل جي نظر آهي مٿي "امام الدين"
الله الله هي مسافر پيو اچا رهجي حزين.
رحم ڪر آقا مهابي رحمت اللعالمين.





## "بہ درگاہِ حبيب ﷺ"

اغثني يا سيدا، يا محمد مصطفيٰ
يا نبي خير الوريٰ، يا امام الانبياء
شافع روزِ جزا، اي حبيب ڪبريا
پنهنجا عاصي اڄ ڏسو، رنج ۾ٿيا مبتلا
ڪونہ ڪو چارو ڏسان، اي نبي توڪانسوا
چوطرف اونداهہ آ، تون ئي آن منهنجي ضيا
درد دنيا جا سيئي، سهجئون اچي سهٽا لڳا
منهنجي عيبن کي ڏسي، ڪين ٿي مونکان خفا
چڻُ پلا ڪاڏي وڃي، تنهنجي در جو هي گدا؟
منهنجو توکان حال ڪو، نا ڳجهي آ ماجرا
رحم ڪر او راحما، معاف ڪر منهنجي خطا
منهنجي ڪشتي ٿي ڦري، بحرِ عصيان ۾ سدا
اڄ اچي هن سير مان، پار ڪر او ناخدا
تنهنجي لاري جي لڳا، سي وڃي منزل رسيا
روئي روئي تا رڙن، ٻڌ پرين بهرِ خدا
او ابوجهن جا اجها، او يتيمن ياورا
تنهنجي در تي ٿو ڪري، هي "مسافر" التجا
سام پرتئہِ سيدا، سام پرتئہِ سيدا

## ”بہ ياد حضور حسين عليہ السلام“

(1)

اج تہ ڪي ڳالهيون ڪيون اج مظهرِ انوار جون،
مصطفيٰ جي لاڏلي ابنِ علي سردار جون،
سيد الشهداء آقا ڪربلا سالار جون،
بي سهارن جي سهاري دلربا دلدار جون،
اي حسين ابن علي ياور يتيمن يا حسين،
مالڪِ ڪونَ مڪان عرشَ زمين يا حسين،

(2)

قرب جا ڪوفين لکيا خطڙا ڪٿي سردار ڏي،
حب ۾ حبدار ظاهر دل اندر اغيار ڏي،
شاهہ مسلم کي روانو آ ڪيو ڪفار ڏي،
ڪين وريو ڪوفين ڪان يارُ پنهنجي يار ڏي،
هي محبت ظاهري ناهي محبت يا حسين،
ڏي حقيقي حب هادي دل ۾ الفت يا حسين،

(3)

جي رهيا حبدار ظاهر، حب تن جي پي ڏسو،
خط لکي مسلم گهرائي، ڪوفين آهي ڪُنو،
عهد جو الله جو، ڪوفين ڪري آهي ڀڳو،
سر ڏئي سهٽي حڪم، آقا سندو پورو ڪيو،
حب مسلم جي مُسلم، آهي قائم يا حسين،
تنهنجي دفتر خون جي تي، آهي دائم يا حسين،





(4)

ڪانڌي قضا جي ڪوٺ تي، ڪاهي هليو آ ڪربلا.
بار ٻچڙا سڀ وٺي، ڪاڏي وڃين تو سيدا؟
ڪوفين جي قهر جي، مسلم کان پڇ تون ماجرا.
بي سبب مظلوم مسلم، ظلم ڪوفين جا سٺا.
تون بہ امت ناني جي وچ، آزمائڻ يا حسين!
تير سيني تي قضا جا، وڃ تون کائڻ يا حسين!

(5)

عشر عاشورا محرم جا، عجائب ڏهہ ڏينهن.
سر امامن ڏس وسايا، مومنو! محبت جا مينهن.
ڪونڌ ڪربل ۾ ڪهي، تقدير آندا ها ئي ڪيئن؟
امتحان عشق ۾، عاشق هلي آيا تہ هيئن.
ڪربلا ۾ نينهن جا نعرا هنيا ٿي يا حسين!
بار سارا دين ناني جا. کنيا ٿي يا حسين!

(6)

ڏينهن ڀرين تي ڪيو، جلوو خدا آ نور جو.
ڪربلا ۾ آ نظارو، مومنن لئہ طور جو.
درد غم عاشق ثمر، آيو ڪٿي آسور جو.
مالڪ تقدير ٿيو محتاج اڄ مقدور جو.
دين ناني کي جيئارڻ آيو آهين يا حسين!
مرحبا تقدير جا تو، تير کائين يا حسين!

(7)

روز ٻئي ۽ روز ٽئين، ۽ روز چوٿين رهبرا،
بند ٿيو پاڻي اوهانجو، ڪانه دنوي واهه ڪا،
چوطرف اغيار جا، لشڪر ٿيا آهن ڪٺا،
اهل ۽ اطفال ۾، برپا ٿيا ڏس ترٽلا،
ڏي دلاسو درد وندن کي، خدارا يا حسين!
باغ احمد جا اهي گلڙا، ٿي پيارا يا حسين!

(8)

روز پنجين ڏينهن ڇهين، صبر جي تلقين ٿي،
دين ناني جا پوڄاري، چو ويا بي دين ٿي؟
اي زمين چو تنگ ٿي آن، هي اهي مسڪين ٿي،
جن نبوت جي ڪلهن تي، ناهي پنهنجي زين ٿي،
اڄ اهي معصوم چهرا، چو پريشان يا حسين!
تنگ دل ٿيو آسمان، ۽ ابر باران يا حسين!

(9)

ڏينهن ستين تي سمورا، آسرا بيڪار ٿيا،
مرد مانجهي موت لئه، نڪري اچي نروار ٿيا،
ظالمن پي ظلم جا، حيلا هٿي هوشيار ٿيا،
سر ڪفن نيزا ڪٽي، اڄ گهوٽ گهوڙي سوار ٿيا،
خادمن جا سر اول قربان ٿيندا يا حسين!
سر فدا توکي چڙي، ڪيڏانهن ويندا يا حسين!





(10)

رات مونکي خواب ۾، نانو آيو آهي نبي،
جنهن دلاسو آ ڏنو، ياور يتيمن يثر جي،
ناني سان همراهه هو، منهنجو علي حيدر ابي،
جلد ملندين مونسان تون، محبوب مقصد مطلبي،
ڏينهن اٺين تي صفن کي، ٿي سنواريو يا حسين!
خادمن کي مٺ جو چڪڙو، ٿي پياريو يا حسين!

(11)

ڏينهن نائين تي نظارو، نور نرمل جو ڏسو،
خادمن کي جام جنت، جو عطا هاديءَ ڪيو،
پاڻي سارو اڄ پيارن، جو ادا آ بند ٿيو،
ڪوفين پي قهر جو، سندرو ڇِڪي آهي ٻڌو،
ڏينهن هڪڙو هي مليو، مهلت جو آهي يا حسين!
صبح ساجهر امتحان، محبت جو آهي يا حسين!

(12)

ڏينهن ڏهين تي قضا جي، چوٽ باري آ پئي،
اهل ۽ احباب سارا، سر ڪفن آيا ٻڌي،
سر ڏئي مردن سموري، آرزو پوري ڪئي،
سورسگهنديون سيدا! اکڙيون اوهان جا ڪيئن ڏسي،
حُر هميشه لاءِ تنهنجو ٿي ويو آ يا حسين!
فرض پنهنجو خادمن، پورو ڪيو آ يا حسين!

(13)

گھوٽ قاسم کي لڳي ٿي، ميندڙي رت جي ڏسو،
گھوٽ پنھنجي ڪنوار ڪان، اڄ موڪلائي آ ھليو،
اھل ۽ اطفال ۾ ڏس، آ مچي ويو ٽرٽلو،
نيڻ نازڪ ڪو ڪٽي، اڄ موڪلائيندو ويو،
ھاءِ قاسم گھوٽ لئه، آ واء ويلا يا حسين!
سڄ سڪٽي ڪربلا ۾، موت ميلا يا حسين!

(14)

مشڪ پاڻيءَ جي ڪٽي، ڪو ڪونڌ ڪڏندو تو اچي،
تير کائيندو جگر تي، سور سھندو تو اچي،
برھ ۾ بازو ڪٽائي، يار ڪلندو تو اچي،
خشڪ لب پاڻي وھائي، خون پيئندو تو اچي،
ڪربلا ۾ بوند پاڻيءَ لئه، تو ترسين يا حسين!
لب بند خاموش اکڙين مان تو برسين يا حسين!

(15)

مان آھيان ڏوھي اگر، معصوم ڀي ڏوھي ٿيو،
اڄ پياسن کي ڪو چڪڙو، آب جو آئي ڏيو،
ڪوفيو ھيڏي ڏسو، لختِ نبي آيو اڃھو،
پياس ۾ ڪيئن ٻارڙو، اصغر اٿو ڏاڍو رنو،
آب جي عيوض وسايا، تير ڪوفين يا حسين!
خون جوچشمو وھائي آئين خيمين يا حسين!





(16)

اٺ اٿي مردان حق! توکي سڏي تنھنجو حبيب،
بي وطن مانجھي مسافر، ڪربلا آئين غريب،
پنھنجي اھل بيت ڪان، اڄ موڪلائين ٿو عجيب،
ھئي زھي قسمت وڇوڙو، يا ملئون آھي نصيب،
بي سر و سامان، واء ويلا ڪيون ٿا يا حسين!
رات ڏينھان تنھنجي لئه، روئون رڙون ٿا يا حسين!

(17)

رڻ تتو رائو اٿيو، اڄ شينھن ٿيو نروار آ،
ھڪ نظر خيمي اندر، ٿيو روڄ آھه و زار آ،
چئه پلا ڪاڏي اسانجو، گھوٽ گھوڙي سوار آ،
ڪربلا ۾ بي وطن، مانجھي مسافر يار آ،
خون جا سر تي ٻڏا، ٿي لال سھرا يا حسين!
ھڪ نظر ڏسندو تہ وڃ، معصوم چھرا يا حسين!

(18)

اي قضا تنھنجي رضا تي گھوٽ گھوڙي سوار آ،
بي سر و سامان سيد، نيھن ڪيو نروار آ،
جنھن جو نانو آ نبي، بابو حيدرِ ڪرار آ،
اڄ اھو ڏس ڪربلا ۾، گھوٽ دُلدُل سوار آ،
انبياء جي فوج سان، آيو نبي ٿي يا حسين!
پيشوائيءَ لئه تنھنجو بابو، علي ٿي يا حسين!

(19)

پاڪ پاڪن ڪان ڪِلي اڄ موڪلايو هاءِ هاءِ!
هي وڇوڙو ڏينهن قيامت. تائين آيو هاءِ هاءِ!
صبر ڪيو ٻچڙا ڏسو، رب جو آ رايو هاءِ هاءِ!
سيگهہ مان سائينءَ ڪيو، سڏ جو آ سعيو هاءِ هاءِ!
خون جي چادر مٿان سجدو ادا ڪيو يا حسين!
دين ناني جي مٿان سر، آ فدا ڪيو يا حسين!





## ”سي حرفي“

الف۔ اسم اورين، اندر منجهہ عاشق.
الحمد پڙهن عشق جا، سالڪ سور سبق.
آ ڏاڙتن آگهي چڏيا، ويچي جا تہ ورق.
اڪثڙين جي اسرار ۾، غازي گم غرق.
لاهي شڪ شرڪ، وجي ”امام الدين“ اثبات ٿيا.

ب۔ بهادر برهہ بسم الله، ڪيائون بت پسم.
بي خوديءَ جي بحر ۾، اڄ عاشقن کوڙيا عَلَم.
بانڪن چڙهي بهرا وٽا، مَن عَرَفَ نَفسہ دم قدم.
بيشڪ رهن روشن مدامي، برهہ وارن جا بزم.
قربان تن نيلان پدم، جي عشق ۾اڳرا ٿيا.

ت۔ ترڪ توڪل تمامي، طالبن تڪيو تمام.
ترت ٿيا توحيد ۾، غازي غرق ۽ گمنام.
تڪڙو ترڪ دنيا ڇڏي، عقبيٰ تہي ڪيائون احرام.
تاتي تڪيو آ طالبن، جاتي جدائي ناهہ نام.
اهڙن عشاقن تان ”امام الدين“ سر گهوري ڏجي.

ث۔ ثوابون ڏوهہ ڪان، ڪيو عاشقن آهي گذر.
ثابت مدامي سوز ۾، اندر جليا جوشئون جگر.
سحر سڀ ساڙي ڇڏيا، اعظم اسم باطل سحر.
ثابتيءَ ۾ سالڪن، نيزي چڙهيا نروار سر.
اهڙن عشاقن جي نظر، روشن ڪيو راهگير ڪي.

ج- جلوو جا بجا، جانب سندو جاذب جمال،
بي مثاليءَ جو مثل، ھي حسن صورت بي مثال،
جي سجاڻي سر ساڃيو، تان رکين در دم خيال،
جوئي آھين سوئي آھين، سوچ صورت کي سنڀال،
لھ "امام الدين" حال، سر سڄو ستار مان،

ح- حسن حملا ڪيا، الله ڙي احسان ٿيو،
حيرت عجائب حسن جون، نوجان چڙھيون فرمان ٿيو،
حسن حاڪم ٿو اچي، عرشئون لٿو انسان ٿيو،
حسن صورت جا ڪيون، سجدا وڏو شڪران ٿيو،
ھڪ حسين حيران، ڪيو، عاشق "امام الدين" کي،

خ- خدائي خيال ۾، خوبان جو خاصو خيال رک،
خود خوديءَ کي ترڪ ڏيئي، خود خدا سان حال رک،
خواري خجالت عشق ۾، سر عاشق احوال رک،
خوف خطرو وھم لاھي، پاڻ کي پائمال رک،
صورت سندي سنڀال رک، تہ حق حاصل ٿي وڃي،

د- دلبر ديد سان، دلدار ٿو دلڙي کسي،
دل خدا جو گھر ڏئي، بي گھر بقا بستيءَ بسي،
درد وندن اڄ دوئيءَ جي ديو کي ورتو دسي،
دار تي نعرو ھڻي منصور جان جيڪو رسي،
ديدار دم جوئي پسي، عاشق اھو اثبات ٿيو،

ذ- ذرو پي ذوق جو، عاشق جنھين چھٽي پيو،
سو شتابي شوق ۾، ھِن ھُن ۾ ھي ڪان آ ويو،
دين دنيا ترڪ ڏيئي عشق جي پُڪڙي پيو،
بي خوديءَ جي بحر ۾ نعرو نچي جنھن آ ھنيو،
اثبات،سو "امام" ٿيو، جنھن "دين" سر گھوري ڏنو،





ر- رياضت رسم رندي، عاشقن اختيار ڪئي،
راھہ رندان جي خبر، ڪل ڪانہ ڪا ڪنھن کي پئي،
عاشقن جي اڏرندي، ڪنھن نان جھٽي رائو رئي،
راھبر ريجھي ويو، صورت صفا ٿي صاف وئي،
پُر پيالو ويو ڏئي، عاشق "امام الدين" کي،

ز-زياده زھد تقوي، تارڪن ترڪو تمام،
ڪفر ۽ اسلام توبھہ، عشق بس اڪمل انعام،
محبتي ميخان مان، رندن پري پيتو آ جام،
ھوش ڏئي بيھوش ٿيا، با ھوش مستيءَ ۾ مدام،
اھڙن عشاقن جو امام، دين سارو عشق آ،

س- سالڪ سر ڏئي، سوليءَ سدا سينگارجن،
سوز دل سيني اندر، دم دم ڏمالون ٿيون وڄن،
سي سدا صورت اڳيان، سرڙا جھڪايو ٿا ڏين،
سر سورھہ سربسر، سنسار صورت مان وڃن،
سر سمورو ٿا لھن، ستار جي صورت منجھان،

ش- شائق ٿا پيئن شربت شھادت جو شراب،
ڪي ڪھي آجا ٿيا ڪن عين آ جو ڪيو عذاب،
بنھي عنايت عشق جي، بنھي ھٽايو آ حجاب،
شاباس تن شيرن مٿي، جن ڏوھہ ناھي ڪو ثواب،
لاھي "امام الدين" حساب، عاشق وڃي آجا ٿيا،

ص- صورت سھڻي ستار جي صورت چوان،
ڪعبو چوان قبلو چوان، يا محمدي مورت چوان،
ڪلمو چوان قرآن چوان، يا حرفِ حق حيرت چوان،
مسجود صورت عاشقن لئہ، عين حق عبرت چوان،
بس برھہ جي برڪت چوان، صورت سڄڻ ستار جي،

ض۔ ضدي عشق ۾، عاشق ٽپي اڳتي ويا.
من عرف جي موج ۾، عاشق وڃي اونها پيا.
ويجهڙا ونحن وڃي، اقرب اتي ديرا هنيا.
پير پرين جا ڪٽي، پيارن وڃي پردا ڪنيا .
سر ڏسي سرها ٿيا، اندر "امام الدين" بس.

ط۔ طلب طالب وڃائي، طالب مطلوب ٿي.
پاڻ عاشق آن جنهنجو، پاڻ ٿي محبوب ٿي.
پنهنجي نسبت کي سڃاڻي، پاڻ ٿي منسوب ٿي.
جو حجابن ۾ رهين، عاشق نہ تون محبوب ٿي.
خاصو وڃي تون خوب ٿي، عاشق "امام الدين" بس.

ظ۔ ظالم نفس کي، ماري سڃاڻج پاڻُ تون.
روزا نمازون زهد تقويٰ، جسمي زڪواتون جاڻ تون.
سر ڏٺين صورت اڳيان، باقي ڪڍين جو ڪاڻ تون .
جوئي آهين سوئي ڏس، ٻيو وهم نا دل آڻ تون
سر صحيح سڃاڻ تون، تہ مڙئي فرائض معاف ٿي.

ع۔ عريان تا قرن، عاشق الستي راز ۾.
عين حق اثبات ٿيا، سالڪ سدا دمساز ۾.
عاشقن نعرا هنيا، اناالحق آواز ۾.
سالڪن سرڙا ڏنا، نيڻن سندي نت ناز ۾.
پريم جي پرواز ۾، "امام الدين" لاحد ويا.

غ۔ غائب غرق ٿيڙا، بي خوديءَ جي بحر ۾.
غازين وڃي ديرا هنيا، لامڪاني شهر ۾.
غير غازين گم ڪري، حق عين ڪيو هڪ نظر ۾.
دم دم ڏمالون دم سنديون، ڏوڏو وڃن ٿيو دهر ۾.
خاص خاصي خبر ۾، "امام الدين" اعلان ٿيا.





ف۔ فرق فائق نہ ڪر تون، ذات آهين ذات ٿي.
ڪير هندو ڪير مسلم، ڪين ڪو ڪمذات ٿي.
هڪ سندا نالا هزارين، مختلف عادات ٿي.
وقت سوچڻ جو اٿئي، اُٿ ڏينهن پنهنجو رات ٿي.
"امام الدين" اثبات ٿي، پنهنجو سڃاڻي پاڻ تون.

ق۔ قبلو قلب اندر، دل ۾ صفا ڪعبي مثال.
طورسينا دل اندر، جانب سندو جلوو جمال.
ڪوهہ ڪاهين ٻي طرف، دم سُرت ڪي سالڪ سنڀال.
هڪ آهين هڪ جو رک، هڪ سان خاصو خيال.
"امام الدين" سڀ احوال، پاڻ مان پڌرو ٿيو.

ڪ۔ ڪثرت ڪل منجهان، وحدت وصالي جي ٿيا.
ڪينو ڪيڏي هن قلب مان، ڪامل ڪمالي جي ٿيا.
جُهڏئون ڏسي جلوو اندر، جانب جلالي جي ٿيا.
مڻ خاني مان مدهوش ٿي، مڻ پي موالي جي ٿيا.
دم جا سنڀالي جي ٿيا، عاشق "امام الدين" سي.

ل۔ لاهي ڏي لڱن تان، لحم ڪوري يار کي.
لَيسَ فِي الدّارين اِلاهُو، ونج هونگار کي.
لڪ لانگها سڀ لنگهي، عاشق رسيا اسرار کي.
لائقن چڏيو اڪاڙي، دوئيءَ جي ديوار کي.
وحدتي واپار کي، عاشق "امام الدين" رسيا.

م۔ مُک محبوب مورت، محمدي مظهر چوان.
معراج منهن مونن اندر، ديدار دل دلبر چوان.
صورت سڄڻ ستار جي، الله سر اڪبر چوان.
مسجود منزل عاشقن، يا محبتي منظر چوان.
"امام الدين" اطهر چوان، صورت سڄڻ ستار جي.

ن۔ نيتي نيهن وارن دائمي دم جي نماز،
وَذكر اسم ربِّكَ وَ تَبتَلْ اِليه تَبتِيلا، رڳ رڳ اندر هو هوجا ساز،
اَلاِحسانُ كَاَنَّكَ تُراهُ،، پختا ڪياٿون پرواز
ناه تي نانگن چڙيا، ڇوڙي شتابي شهباز،
رندي "امام الدين" راز، نانگن پسيا وجي ناه ۾.

و۔ وحدت وَنحنُ اَقربُ، ويچا ڇڏي ويجها ٿيا،
وَفِي اَنفُسكُم پاڻ ۾، ڳولهي پرين پڌرا پيا،
هڪ ڏسي وجي هڪ ٿيا، ويچا سيئي ويندا رهيا،
جامُ جدائي جا ستي، اثبات در اثبات ويا،
صورت "امام الدين" ڪيا، سڀ سير هن سنسار جا.

ه۔ هميشه هردي اندر، هُو هُو سندي هونگار ڏس،
هڪ حقيقت صاف صورت، سيني اندر سينگار ڏس،
عاشقن جا الست کان، پورا ڪيل اقرار ڏس،
نينهن نانگن کي ڪيو، ظاهر اچي نروار ڏس،
"امام الدين" اسرار ڏس، صورت منجهان ستار جي.

ي۔ يقين ڪامل اٿم، بس هڪ سچڻ ستار ۾،
ياور يتيمن يار هڪ، صوفيءَ سچي سردار ۾،
يا ڪي يگانو جنهن ڪيو، هاتڪ ڪلي هڪ وار ۾،
صورت پسي سرها ٿيا، عاشق عبدالستار ۾،
دم دم سندي ديدار ۾، "امام الدين" آجا ٿيا.

الف۔ اول الف آخر، الف هڪ درڪار آ،
الف مان الله ٿيو، آدم الف سينگار آ،
الف احمد اسم اعليٰ، ميم مُک مختيار آ،
الف مان صورت بڻي ساجن سچو سنسار آ،
"امام الدين" هڪ يار آ، صورت سچڻ سنسار ۾.







# ابيات

# "ابيات"

(1)

جانب! وچي جھوڪ ۾، منجھا ساري ڏيج سلام.
ميرانپور جي مير لئہ، تن تانگھي ٿو تہ تمام.
هادي عبدالستار لئہ، من ماندو آهي مدام.
الستي تہ انعام، اچي آقا ڏي "امام الدين" کي.

(2)

صوفين جي سردار سان، منهنجو اڙيو نينهن.
ڪانهي وٿ وجود ۾، روئان راتيان ڏينهن.
"ڏکڻ" محبت مينهن، سدا صوفيءَ سِر تي.

(3)

آءٌ ميرانپور ميرا! توکي ساري ساھہ.
جانب تنهنجي جھوڪ ۾، وڏي آ وڻڙاھ.
ڪيئي پياسا پُر ڪيا، تنهنجي هن درگاھہ.
ڪر عنايت شاھہ! هن عاجز "امام الدين" تي.

(4)

تون ميرانپور مير، آءٌ اوهان در منگتو.
داتا! پنهنجي درٿون، ڪو درهو دان ڏيو.
قرب اچي ڪوجهيءَ تي، ڪو هادي! پاڻ ڪيو.
سائين! سڏ سڻو، هن عاجز "امام الدين" جا.

(5)

ڪاٽي جانب جهوڪ، ڪاٽي شهر ڏکڻ.
ويجهڙائيءَ ۾ ورهه جي، ڪانهي وسنو وڻ.
سختيون سور مٿي تي، تون سالڪ ڪر سهڻ.
پلي پير پٽون ڪري، پيارا هي پاهڻ.
اونهي يار اندر ۾، تون عاشق ڪر آسڻ.
ڏورڻون وينو ڏورئين، ڪر هيئين ساڻ هلڻ.
ماندي ساڻ ملڻ، جو لاهه غم "امام الدين" ڏکڻ جا.

(6)

جهوڪ ميرانپور آ، صوفين سار و سير.
محبت جي ميدان ۾، ڪي پرجهي رکندا پير.
هندو مسلم هڪ هن، ڪونهي ڪوئي غير.
"ڏکڻ" من جو مير، ڏوهُ نه ڏٺين کي وٺين.

(7)

صوفين ساري سر تي، ڪنيا سور سوين.
ملامتون مٿي تي، راضي ٿيو نه رکين.
ورتيون ورد وجود ۾، تون واجٺ ڪيو وڃين.
تهان پوءِ لهين، تون "ڏکڻ" پير پرينءَ جو.

(8)

نڪي جوڳي جڳ ۾، نڪي جوڳي اهي نه جوان.
اديون عبدالستار جا، مونکي قمري لڳا تم کان.
هٿي هينئڙو ويا ڪسي أهي پرين پهلوان.
"امام الدين" احسان، مونتي جانب جهوڪ ڏٺيءَ جا.





(9)

جانب جهوڪ ڏٺيءَ لئه، جلي جيءَ سارو.
عشق ائين امارو ڪري، جيئن سياري منجهه پارو.
درد وندي دلڙي ڏٺين در، تي ڪري روز و شب نيزارو.
"امام الدين"ويچارو، آهي جهلي جهوڪ ڏٺيءَ جي.

(10)

جهلي جهوڪ ڏٺيءَ جي، جيڪو عاشق اچي ائين.
ميرانپورجي مينهن جي، تنهن تي ڪٽي نه پئي ڪيئن.
اديون عبدالستار جي، جنهن نهوڙيو آ نينهن.
راتيان توڙي ڏينهن، سي نه هوندا عشق الله جي.

(11)

هوندا عشق الله جي، جن سوائي ٿيا سور.
ميرانپور جي مئه ڪيا، مرد ڪيئي مخمور.
اديون عبدالستار جا، جن پل پل پون پور.
"امام الدين" پريور، سي نه عاشق گم الله ۾.

(12)

عاشق گم الله ۾، جهلو جن جي جهوڪ.
ميرانپور جي موج مان، جن ماٺي ڏٺي موڪ.
پاٽي جت پهچي نٿو، جت سگهي سجهي سوڪ.
اتي عبدالستار جي، جن نئين لڳي آ نوڪ.
سڪي سيئي لوڪ، جن ميرانپور ماٺي ڏٺي.

(13)

جن ميرانپور ماٺي ڏٺي، سي عاشق گم الله.
هادي هٿئون هٿيڪي، جن حاصل ڪئي آ راهه.
امام الدين ويساهه، ڪيا غازي گم الله ۾.

(14)

غازي گم الله ۾، ڪيا ميرانپور جي موج.
پلٽي فيض فقر ۾، جت فقرائن جي فوج.
"امام الدين" اوج، اجهي عبدالستار جي.

(15)

اجهي عبدالستار جي، هي عاشق "امام الدين".
ڪين ڇڏيندو ڪڏهن، مونکي حاصل حق يقين.
منجهي جو هر محل ۾، آهي مددگار معين.
الحمد ۽ آمين جو، جهلو جهوڪ ڏٺيءَ جو.

(16)

الست ارواحن کان، جڏهن پڇيائون.
قالو بليٰ جي قول، ۾ قابو ڪيائون.
"ڏکڻ" کي ڏنائون، سونهن پريان جي سڄڻان.

(17)

چوري چت چريو ڪيو، ڪنهن الستي آواز.
رسيا جڏهن روح کي، رندن سندا راز.
ساڳيا "امام الدين" ساز، سٺي راءِ ريجهي پيو.

(18)

الست ارواحن کي، جڏهن نياپو ڇيائون.
چوري چنگ چڱيءَ ريت، سنيهو سٽيائون.
ڪپي ڪنڌ ڏنائون، ازل جي اقرار تي.

(19)

ازل جي اقرار کان، عاشق اڙيا ڪين.
ڇڪي ٻڌو سندرو، بانڪن ٻڌي بين.
عاشق "امام الدين"، سورهيه سوليءَ تي چڙهيا.





(20)

سورهيه سوليءَ تي چڙهيا، هٿي نعرو نينهن.
دم ۾ مارن دم تا، رهبر راتيان ڏينهن.
"امام الدين" ائين، ڪيئي ڪونڌ ڪسي ويا.

(21)

منگتو وينو مرلين سان، راءِ ريجهائي.
الستي آواز جون، لهرون لڳائي.
وينو پنهنجي وجود مان، وير ورائي.
"امام الدين" آهي، ڳجهه پريان جي ڳالهڙي.

(22)

سوليءَ سڏي ٿي، تنبوري جي تار.
وڃي ٿي تہ وجود ۾، ويڙهيون ڪيو ويچار.
درشن توهِ دلبر جا، دم دم هن ديدار.
ڪسڻ جا قرار، "ڏکڻ" ازل کان اڳي هيا.

(23)

ڪٺي ساز سور جو، تون منگتا آئين ڪيئن.
ظاهر خاڪي اندر نوري، جاني جڙين جيئن.
ڏني اوهانجي ٽيڙا، ڪي دلبر آهن ڏينهن.
نوان ڪري هي نينهن، آيو "امام الدين" آ.

(24)

اصل عاشقن جي، راحت آهي راڳ.
وحدت جي واديءَ ۾، وسنو آ ويراڳ.
اٿ "ڏکڻ" تون جاڳ، تہ هوت هٿئون نہ وڃي.

(25)

راڳ وڏو ويراڳ، اصل عاشقن کي،
چريا تي چت ۾، جهاتيون پائن سي،
ڏکڻ راضي تي، راءِ انهيءَ راڳ ۾.

(26)

راضي تي شل منگتو، مان سرڙو گهوري ڏيان،
"امام الدين" اچا، سودو سستو تو نهي.

(27)

راڳ ۾ آ راز، رندن سندي روح جو،
الستي آواز، اچي "امام الدين" اوڏهون

(28)

اونهي هن اسرار جو، ڪنهن کي ڪونہ پتو،
پهري پوشاڪون آيو، تو در آ منگتو،
داتا دان ڏيو، عاجز "امام الدين" کي.

(29)

اونهو آ اسرار، منگتي موهڻ جو،
سڻي ساز سورن جو، راءِ ريجهي پيو،
"امام الدين" اهو، ساڳيو آهي منگتو.

(30)

ساڳيو سُر ساڳي آ تار، ساڳيو آهي سور،
ڏکڻ آ پرپور، دردن سندو داستان.





(31)

گز لڳو گرنار ۾، تو پرکي پهرينءَ رات،
الستي آواز جي، ڪو چيڙي وينو لات،
گهر گهر ۾ ٿيو غلغلو، وائي هر ڪنهن وات،
موهي من ٿي منگتا، برهہ تنهنجي بات،
ڪنڌ رکي جو ڪات، راز "امام الدين" تنهن راءِ تي.

(32)

ٻولي تو ٻيءَ رات ۾، ٻيجل سا ٻولي،
مُڙيو ڪين منگتو، اڄ راءِ ٻہ اک کولي،
چي "دان ڏيان تو منگتا، منهنجي مِلڪ اٿئي جهولي"،
لهر لڳي تہ لڱن ۾، هي ڄر وڏي ڇولي،
لاهوتي لولي، "امام الدين" سِر کي سڌڙا تي ڪري.

(33)

ٽهلي تو ٽينءَ رات ۾، چارڻ چڱيءَ ويل،
ٺاهي ساز سُرود کي، آيو سالڪ آهہ سويل،
گز هٿي گهنگهرو ٻڌي، ڪيڏي تو سَو ڪيل،
خوشي ڪسي ويو خيال سان ٻن پيا تيل قليل،
اجائي "ڏکڻ" اويل، هي منگتو ناهہ مڙڻ جو.

(34)

چوٿينءَ رات چرچو پيو، آيو سوداگر سِر جو،
ناهي طالب تخت جو، نہ طالب آ زر جو،
موهي وتو منگتي، راءِ وڏي گهر جو،
مست ڪري منڙو ويو، ڪو صاحب فيض فقر جو،
"ڏکڻ" هي درجو، راءِ ماڻيندو ڪنهن رات ۾.

(35)

ٻيجل ٻيهر ڪئي ڪا، پنجينءَ رات پڪار،
موهي من ٿي منگتا! اِها تنبوري جي تار،
تنهنجي ساز سرود جي، لئہ ڪري للڪار،
راءِ تہ راضي ٿي ويو، شل راضي ٿئين تون يار،
"امام الدين" آچار، سازن سڀ وڄائيا.

(36)

ڇهينءَ رات ڇڪي ڪيو، سالڪ سوگهو ساھہ،
چوري چوري چريو ڪيو، تو چست چرين جو چاھہ،
ڪٺي گز گرنار ۾، ڪو تہ ناهي آيو ناھہ،
وهي پيو تہ وجود ۾، ڊهلن سان درياءُ،
"امام الدين" راھہ، ڪسڻ ريءَ ٻي ڪانہ ٿي.

(37)

ستينءَ رات سالڪ چڙهيو، بانڪو ڪٺي ٻين،
عرش ڪٺي اٿلائيو، ڪنبي روءِ زمين،
سورهيہ پي سينگارجي، ڪئي الحمد ۽ آمين،
ڏڙ مٽي جي سوَ سِسيون، تہ بہ مُڙندس منگتا ڪين،
"امام الدين" يقين، سر ڏئي سورهيہ سرهو ٿيو.

(38)

آهين رڳو ڪين، ويٺو ڪين ڪماءِ،
لاهي لَحمُ لڱن جو، خودي ڪي تہ ڪپاءِ
وَلَا تُصۡرِفُوۡا دم جو، رزق ائين نہ وڃاءِ،
عاشق تڏهن چواءِ "ڏکڻ"، جڏهن خون پي خاصو ٿئين.





(39)

ڪائي پنهنجي خوديءَ کي، ڪينو ڪر ڪباب،
چاڙهي جام جوش جو، خون پيءُ شراب،
دم جو داڻو ضايع نہ ٿي، ڪر نينهن نئون ثواب،
تہ "ڏکڻ" ڏوھہ ثواب، مڙيوئي توتان معاف ٿئي.

(40)

تو ۾ سر سبحان جو، تو ۾ آهي پاڻ،
هُل هنگاما هيترا، ڪيائين ڪنهنجي ڪاڻ؟
پنهنجو پاڻ سڃاڻ، تہ آهين ڪير "امام الدين".

(41)

ساهڙ ڪي ٿي سڏ ڪري، سُهڻي منجهان سير،
"امام الدين" اڪير، لوڙهي لهرين ۾ هنيو.

(42)

ساهڙ تہ منهنجي ساھہ جو، سرتيون آ سينگار،
محبت منجهان مونکي، مُڻ ڏني ميهار،
سُرڪي اها سِڪ جي، لوڙهي لهرين وار،
"امام الدين" اڪارِ، ساهڙ سگهو سير مان.

(43)

ساهڙ ڏني سڪ مان، سُرڪي ڪا ساري،
چريو چِتُ جنهن ڪيو، مانديءَ کي ماري،
ڳارڻ تو ڳاري، "ڏکڻ" مون ميهار جو.

(44)

سوين ڏم هن ڏيهہ ۾، منهنجي مَٽَ ناهن ميهار،
"امام الدين" يار، ساهڙ ساڳيو آ ٿيو.

(45)

آهي درياءَ وچ ۾، ڪنڌيءَ رهي ڪير،
لهرين کي لوڏا سوين، واڳن جو آ وير،
آڙي اٽڪي ڪانہ ٿي، نڪي ڪُپي پير،
تہ بہ ساهڙ سندو سير، "امام الدين" عجيب آ.

(46)

وڏو دم درياءَ کي، اڄ گهڙن اُهيئي
ڪچو ڪٺي ڪاٺي، ڪُنن ۾ پيئي،
سرڪيون ساهڙ چام جون، ساري ٿي سيئي،
ڪنن ۾ ڪيئي، "ڏکڻ" ريءَ تُرهي تري ويا.

(47)

سِڪ ساهڙ چام جي، درياءَ ٿي تاري،
محبت يار ميهار جي، دم دم ٿي ماري،
ڪچو ڪٺي ڪُنن ۾، ساهڙ کي ساري،
عشق جي آري، "ڏکڻ" ريءَ تُرهي تري ويا.

(48)

ساهڙ ساهڙ ٿي ڪيان، منهنجو ساهڙ ۾ آ ساهہ،
محبتي ميهار کي، ميليندو تہ الله،
ڪُنن ۾ آ ڪاهہ، اڄ عاشق "امام الدين" جي.





(49)

وڏو داب درياءَ کي، اڄ جيءَ جو آ جوکو،
ڪُنن ۾ ڪچي تي، ڪم ناهي سوکو،
"امام الدين" اوکو، ملڻ محب ميهار سان.

(50)

ملڻ محب ميهار سان، اڄ ٿيندو ڪو ميلو،
ڪچو جاٽي ڪاهي پئي، ڪٺي برهہ بتيلو،
ساهڙ ٿيندو سِير ۾، واهر وسيلو
"ڏکڻ" هي پيلو، ميليندو تہ ميهار سان.

(51)

ميليندو تہ ميهار سان، مونکي هي پيلو،
موجن ۾ ميلو، عاشق "امام الدين" آ.

(52)

ساهڙ ءِ سُهڻي، آهن وچ درياءَ،
ٻُڏي چڙهيا ٻاجهہ سين قربئون ڪري ڪاهہ،
ساهڙ آهي سهڻي، سهڻيءَ ساهڙ ساهہ،
عاشق ويهي عشق جا، اهڙا ناهيا ناهہ،
ڪر "امام الدين" نگاهہ، تہ سور مڙيوئي ساڳيو.

(53)

اول عشق الله کي، جنهن آدم پيدا ڪيو،
ڪارڻ تنهنجي بنگلو، عرش زمين خلقيو،
مٿيءَ واريءَ مورت آ، من گهڻو موهيو،
مَلڪن نوڙي نياز سان، آهہ ڪيو سجدو،
"امام الدين" ڳجهو، آهي راز الستي عشق جو.

(54)

ٻيهر ڏس ٻيءَ رات ۾، ٿو نينهن ٿئي نروار،
آدم خاصي خلد ۾، بيحد ٿيو بيزار،
ڪارڻ غرض گندم جي، ترت ٿيو تڪرار،
ڪرڻو پريءَ پاڻ هو، اٿين عشق سندو اظهار،
"امام الدين" يار، ٿو آزمائي پاڻ ڪي.

(55)

ٽهلي ٽينءَ رات ۾، ٻاري پيڙو ٻار،
نہ ڪو سُک سمهڻ ۾، نڪو چين قرار،
عاشق وڃي ايئن ٿيو، جيئن سهٽي ۽ ميهار،
مستي موج ميهار کي، ڪٽ سهٽيءَ کي سينگار،
"ڏکڻ" مون ميهار، پڏر وڃي پري ٿيو.

(56)

چوٿينءَ رات ميهار وٽ، ڪِي چار ٿيا مهمان،
وڃي ونگ وڇير کي، تا ڪير پيئڻ نہ جوان،
چِڪي ٻچائي چاهہ جي، ويا ساهڙ ڏئي سلطان،
ڄاڃي آيا اوچتي، وٽ ميهر مهربان،
"ڏکڻ" ڦري ڪان، سهٽيءَ سُرڪيءَ مان لڳا.

(57)

چِڪي جا چري ٿي، سا نہ سُرڪيون ٿي ساري،
پنجين رات پڏر ۾، اڄ بيٺي پُڪاري،
چريو چٽ ڪري ويو، ڪيئن ميهر مون ماري،
نازڪ روبون روز ٿي، واتون نهاري،
ڳارڻ تو ڳاري، "امام الدين" عجيب جو.





(58)

"امام الدين" عجيب جو، مونکي پل پل پوي ٿو پور،
ساريو تنهن سرڪ کي، منهنجو سوايو ٿيو سور،
مستيءَ واريءَ مٽ ڪئي، اڄ مستاني مخمور،
ڇهين رات ڇيهون ٿي، چري چڪنا چور،
جا برهہ ڪئي پرپور، سا نہ ملندي محب ميهار سان.

(59)

ستينءَ رات سمجهي ويو، ڏاهو ڏسي ڏم،
سهٽي توکي سور جو، ڪهڙو لڳو غم،
نہ ڪو ڪلڻ خوشيءَ جو، نڪو راحت راز رحم،
ڇڏ ڪهڙو مٿي ڏم جي، تو ڪيڙو آهي ڏم؟
ڪهڙو رنج الم، تو نہ "ڏکڻ" پرايو پاڻ مان؟

(60)

ڏاهو ٿيج ڏم، هيءَ سهٽي هٿن ڪان وئي،
چِڪي چڪي چاهہ جي، هي سورن منجهہ پئي،
اٺين رات اٿي ڪري، سهٽيءَ سچي ڪئي،
سَتيان سُک سهاڳ جو مِنهنجي خوشي ٻن پيئي،
"امام الدين" اٺين ٿي، پڏر پئي آ سُهٽي.

(61)

نائينءَ رات نڌر تي، ڏم ڪيو نہ ڏمر،
ويڙهي ويو مُنيءَ کي، گهيرو ڪري گهر،
چٽي "چري ٿي وئي سهٽي، يا جادوءَ جو نہ اثر"،
ڇڏي شرم حياءَ کي، جيڪا پئجي وئي نہ پڏر،
جنهن تي نينهن نظر، "امام الدين" ڪونہ مڙندي ڪاٺي.

(62)

ويري ٿيا ويري، ڪلئي رشتيدار،
نينھن ڪٿي نانگو ڪيو، وَرُ تون ميھر يار،
سڏڪي ٿي سڏڙا ڪري، ساھڙ يار ستار،
ڏھينءَ رات ڏھاڳڻيءَ جا، ڏوھ ڏکن ڏھڪار،
مل تون محب ميھار، جو ”عاجز“ ايلاھون ڪري.

(63)

يارھينءَ رات يار ڏي، هلي هيڪل آ ڪاھي.
ٻڏي سندرو چيلھ ۾، سانگو سر لاھي.
من ڪاڍو ميھار سان، اصل کان آھي.
سوا محب ميھار جي، سرتيون هت ڇا ھي؟
ڪو ميھر ملائي، ھن عاجز ساڻ ”امام الدين“.

(64)

ٻارھينءَ رات وري ڪري، تي درد منجھان دانھون.
چڪائي چت چريو ڪري، وئين ڪانڌي ڪيڏانھون.
لاھي لحم لڱن جو، ڪري عاجز ايلاھون.
ويون ويچاريءَ جون سيئي، اڄ ساھڙ ريءَ واھون.
”امام الدين“ آھون، شل پونديون ڪَن ميھار جي.

(65)

تيرھين چوڏھين پندرھين اھي چانڊوڪيءَ راتيون.
ڀاڻي مٿي چنڊ ٿو، اڄ پائي پيو جھاتيون.
منھن مٿي مھتاب ڪان، ھي اکڙيون ھن آتيون.
ائين سيف سٽڪا ڪرن، جيئن ھٿ ڪلالن ڪاتيون
”امام الدين“ آراڏيون، وتن محب ميھار لئہ.





(66)

سورھينءَ لمج سماء تون، وارث! ولھيءَ وير.
تنھنجي عشق ڪري ڇڏيا، عاشق ازلي اسير.
پيرو ڪج تون ٻليءَ تي، فائق فقر فقير.
درد ونديءَ کي دھشت ۾، متان لوڙھي نيئن سير.
”امام الدين“ اڪير، لوڙھي لھرين ٿي ھٽين.

(67)

سترھينءَ سندا سور، اڄ سھڻيءَ سور پرائيا.
ميھر منھنجو ڪنڌي پر، اڄ نوان نياپا آئيا.
ھڪ سيارو سياندو ونئي، ٻيا بحري باز بچائيا.
سڪ ساھڙ يار جي، دل ۾ ديرا لائيا.
”امام الدين“ ٻڏائيا اڄ سھڻيءَ سندرا سير ۾.

(68)

ارڙھينءَ اٿلاھون ڪيون، ڏس درياءَ ماري دم.
پئہ وڏو ٻي واھہ ڪي، ڏکيو لڳو ٿس ڏم.
گھڙي پوندي گھير ڪان، لاھي لڄ شرم.
مڙان تان ميھار جو، ماري ٿو تہ مرم.
”امام الدين“ رحم، شل پوندو محب ميھار کي.

(69)

اچي اڻويھينءَ لڳو، درياءَ ۾ ڏڏڪو.
گھڙو ڪٽي گھڙي پئي ڪري سر سٽڪو.
ماري محب ميھار جو مونکي چل پل جو چٽڪو.
محبت منجھان منڌ کي اڄ مٿي تي مٽڪو.
”امام الدين“ اٽڪيو، پلڪ محب ميھار سان.

(70)

ڪارڻ محب ميهار جي هيءَ منڌ گهٽي ماندي،
ڦٽي ڦٽ فراق ۾، جنهن لونءَ لونءَ ناواندي،
بيشڪ برهہ بحال ڪئي، هيءَ برهہ سندي باندي،
ويهينءَ ٽي وڪون هٽي، جيئن واڇوڙو آنڌي،
"امام الدين" آندي، سهڻي ڪٽي عشق سير ۾.

(71)

ايڪويهينءَ اٿي هلي، ڏس آهي ڏوهہ درياءَ،
نڪي ٻيڙا ٻار ۾، نڪي مير ملاح،
نڪا واهر ولهيءَ ڪي، نڪا سهڻيءَ ڪئي تہ صلاح،
دانهون درد ونديءَ جون، سڻ عاشق لڳ الله،
"امام الدين" نگاهہ، شل ساهڙ ڪندو سير ۾.

(72)

مانگر مڇ مِڙن، جت سنانا سيسار،
واڳن وات وڏا پٽيا، ڏس درياءَ ۾ ڏڏڪار،
مڇيون مڙي آئيون، ڪن ڪلي تيون ڪيڪار،
لَڌڙا؛ پلهٽيون؛ لوڙهيون، اڄ پلڙن جي تہ پڪار
ڏرا؛ ٿيلها؛ ٿيلهيون، اڄ جهينگن جي جهونگار،
ڪڳا؛ ڪرڙا؛ ڪُرڙيون، ڪن ڪرڪر تا ڪوڪار،
مڙيا مڇ هزار، جو ٻاويهينءَ مهراڻ ۾.

(73)

ٽيوهينءَ ٽپهر جو ڪيو ماندو من ميهار،
ڪاهي پئي ڪُنن ۾، اڄهي عبدالستار،
چوويهينءَ چري ڪري ٿي، ڪُنن ۾ ڪوڪار،
پنجويهين؛ ڇويهين؛ستاويهين، ڇولين جا ڇڇڪار،
اٺاويهينءَ اڪار، ساهڙ! سگهو سِير مان.





(74)

اٺٽيهينءَ رات اونداهہ ٿيو، اڄ پڪو ناهہ پڪو،
اڄ درياءَ ٻہ پنهنجي موج ۾، چوي اڇو يار اڇو،
هڪ سيارو ٻيو پارو، ٽيون درياءَ ۾ تہ ڏچو،
جي مَڙي مهٽي هاب ٿئي، اِهو ڪچو آهِ سچو
"امام الدين" پڳو، ميليندو تہ ميهار سان.

(75)

گِهڙي گهڙو هٿ ڪري ٿي ساهڙ کي ساري،
محبتي ميهار جي مونکي محبت ٿي ماري،
ٻَڏي چوتو چيلهہ سان هلي سهٽي سينگاري،
ڪچو پڳو پاٽي ٿيو، تہ ٻہ ٿيهين نا ٽاري،
هنجون "ڍڪڻ" هاري، ٿي ڪري سڏ ميهار کي.

(76)

ساهڙ! ساٿي ٿيءَ اڄ سهٽيءَ جا تہ ستار،
لڙهنديءَ کي لهرن ۾، تون رسج يار ميهار!
ڪين ڇڏيندين ڪارٽي! تون سهٽيءَ جا سينگار،
درد ونديءَ جي دانهن ٿي، اڄ صوفين جا سردار!
هوت! اچي هڪوار ٿيءَ "ڍڪڻ" ساٿي سير ۾.

(77)

گهڙو پڳو سهٽي ٻڏي، جنهن ساهڙ ساٿي ٿيو،
ٻڏندن کي ٻاجهہ سين، آ ساهڙ پار ڪيو،
جي گهڙيا سي چڙهيا، وڃي پاٽي؛ پاٽيءَ پيو،
مٺا جيڪي عشق جا، تن مٺا ڪين چئو،
ساهڙ سُهٽي سير ۾، آ حقيقت هڪ هو،
جيڪي گهُرن ميهار کي، تن ميهر آهہ گهريو،
"امام الدين" اِهو، آهي ڳجهو راز رندن سندو.

(78)

ڳجهيون ڳالهيون عشق جون، ٻيلي ڳجها آهن راز،
سهٽي ميهر پاڻ ۾، ڪن نوان نوان ناز،
صورت هڪ مرجاءِ هئي، جنهن جا سوين تيڙا ساز،
محبوبن جي مُک مان، ڪي اچن ٿا آواز،
جهٽي ويندا بحر مان، اڄ جهرڪي ڪلي باز
ڪين ڇڏيندا ڪارٽي، اڄ مُنيءَ ڪي ممتاز،
"امام الدين" اياز، گولي نيندا ڳڻ ڪري،

(79)

سسئي ستينءَ ڪيئن، هنج ۾ ڪري هوت؟
ننڊ "ڏکڻ" آ موت، هاٽي ٿي هنڙا هٽين.

(80)

سمهي ساجهر سسئي، غافل ٿي گهاري،
هوت ويا ٿس، هنج مان آڏيءَ اٿاري،
صبح "ڏکڻ" ساري، ته جانب ڪونهي جُوءِ ۾.

(81)

جانب ويو جوءِ مان، ڪري ڏوهڻ سان ڏاڙو،
رڙندي وتي روهه ۾، راتيان ڏهاڙو،
روح ۾ راڙو، آهي عاشق "امام الدين" کي.

(82)

سرتين کي سڏ ڪري، اڄ سسئي وجي سج،
آڏا لڪ پهڻ هن، رڳي ٻجهي رڄ،
"امام الدين" اڄ، سسئي کي شل ساڀ پئي.





(83)

سسئي هلي سج ۾، سندرو سِرَ ساهي،
سانگو ناهي سر جو، ڪاهيون ٿي ڪاهي،
"امام الدين" آهي، هلڻ منهنجو هوت ڏي.

(84)

ڪمڙو ڏوهه جتن جو، مان ڏيرن پي نه چوان،
ننڊ نياڳيءَ نيست ڪيو، هوت ويو ته هتان،
روپو آهه نصيب جو، مان ڪيچن ڏي ڪاهيان،
من "امام الدين" لهان، هاڙهي ۾ ئي هوت کي.

(85)

آڏا ڏونگر لڪ اڳيان آ واري،
پاهڻ پير پٿون ڪري، بار پيا باري،
محبت جي ماري، اڳهي شال "امام الدين".

(86)

هوتُ پنهوران ويو، ڪيچي آهي ڪاله،
"امام الدين" ڳالهه، ساڳي آهي سور جي.

(87)

سسئي سارو سور، پنهل آهي پاڻ،
"امام الدين" اهڃاڻ، ساڳيا انهيءَ سور ۾.

(88)

رلين چوٽي روهه، تو ۾ سچو سير،
ويهي ڪڻ وجود مان، تون پرينءَ سندو پير،
تو ۾ "ڏکڻ" ڪير، لڪي پيو آ لوڪ کان.

(89)

نڪو ڏونگر ڏر، نڪا جاڙ جتن جي.
"امام الدين" اُئن جي، هونگر آهي هيانوَ ۾.

(90)

هونگر آهي هيانوَ ۾ امام الدين اُئن.
سالڪ سمجهي سَر ڪي، اِها راھ وٺن.
تِهان پوءِ لهن، پنهنجي پر ڪي پاڻ ۾.

(91)

نيئي ڪنڌ نواءِ، موڳا ڏئي مونن.
"امام الدين" انهن، هوت رهي ٿو هنج ۾.

(92)

اونهو ٿي اسرار، سيني ۾ سارو.
"امام الدين" آرو، رُک تون انهيءَ راھ ۾.

(93)

هوت هٿيڪو ٿي، نوائي ڪر نظر.
"امام الدين" اندر، ديرو آهي دوست جو.

(94)

ديرو آهي دوست جو، دل ۾ دلبر يار
"ڏکڻ" سڀ ڄمار، ويڙهي ويھ وجود ۾.

(95)

ويڙهي ڪر وجود ۾، تون عاشق جو اوتار.
"امام الدين" اسرار، اونهي آھ اندر ۾.





(96)

اونهي آھ اندر ۾، جانب تنهنجي جُوءِ.
"ڏکڻ" پرينءَ روءِ، پسي وٺ تون پاڻ مان.

(97)

پَسي وٺ تون پاڻ مان، اونهو هي اسرار.
تو ۾ هوت بلوچ آ، تو ۾ دلبر يار.
رنگ پرينءَ جا ڪيترا، درشن ڏاڙئون ڏار.
"امام الدين" نهار، تہ هوت هٿيڪو تو ۾.

(98)

راڻا! راضي ٿيءُ، تو ڪي ساري ساھ.
ڪاهي ايندو ڪاڪ تي، توکي پاڻ الله.
"امام الدين" آھ، ماٺ وڏي مينڌري.

(99)

آءُ اوهانجي مينڌرا! اهائي آهيان.
نرمل! اچي ڪاڪ تي، ڪر تون نگاهان.
ويون سڀ واهان، عاشق "امام الدين" جون.

(100)

راڻا! توکي هيئن، نہ جاني جُڳائي.
ويڙهي وهم وجود جا، ڇڏ سيئي وارائي.
"ڏکڻ" کي ڪائي، راڻا! توريءَ ڪاڪ تي.

(101)

ڪاڪ ڪماٽي آ، راڻا! توريءَ اچ
"ڏکڻ" سندي لڄ، ساري تنهنجي مينڌرا.

(102)

مرڪي مل تون ميندڙا، مومل ٿي ساري،
"ڏڪڻ" ڪي ماري، رنج ته راڻي جو الا.

(103)

راڻا راضي ٿيءُ، مون ۾ عيب اپار،
ڪاڪ سڄي ڪاري ٿي، ڏٺي اوهان ڏار،
اچي چڙهه تون ڪاڪ تي، ڪري سو سينگار،
"امام الدين" يار، موٽي آءُ تون ميندڙا.

(104)

راڻا تون آن رب، آءُ مومل ٻانهي آهيان،
"ڏڪڻ" تو ۾ سڀ، درشن هن دلدار جا.

(105)

ڪاڪ رهي خالي، آءُ راڻا! اچي وهه،
"ڏڪڻ" سارو ڏيهه، مومل جي ماڙيءَ اندر.

(106)

مومل جي ماڙيءَ ۾، راڻي ريءَ ريهون،
ڪاڪ اندر ڪيهون، عاجز "امام الدين" جون.

(107)

راڻا وري آءُ، مومل جي ماڙيءَ،
ڏڪڻ ڏهاڙيءَ، ويٺي ڪانگ اڏائيان.

(108)

شل راڻو راضي ٿي، ڪري ڪونه ڏمر،
"امام الدين" اثر، راڻي پوندو روح ۾.





(109)

راڻو آيو روح ۾، ڪهي ڪامل ڪاڪ،
لڪي وينو لوڪ کان طرحين ڏيئي تاڪ،
"امام الدين" اوطاق، راڻي جي آ روح ۾.

(110)

ڪامل ڪهي ڪاڪ ۾، ڪري سارا سير،
"امام الدين" غير، ڪڍ ته ماڻي ميندڙو.

(111)

مومل جي ماڙيءَ ۾، آ دوستن جو ديرو،
"ڏڪڻ" تي پيرو، ڪهي ڪامل ڪرڪو ڪاڪ ۾.

(112)

ڪامل رهي ڪاڪ ۾، راڻو راتيان ڏينهن،
ونحن اقرب ويجهڙو، هردي اندر هيئن،
ڪهي "ڏڪڻ" ڪيئن، ڪامل آيو ڪاڪ ۾.

(113)

فاذڪروني اذڪرڪم، ڪهي ايندو ڪو،
"امام الدين" جو، اڳي پو آ ميندڙو.

(114)

خَلَقَ آدَمُ عَلىٰ صُوْرَتِهِ، راڻو ٿئي راڻو
"امام الدين" ويڳاڻو، ڪين ڇڏيندين ميندڙا!

(115)

وَفِي اَنفُسِكُم، ڪامل اندر ڪاڪ،
ڪيئي جادو جوڙيا، مومل هيبتناڪ،
توڙي طرحين تاڪ آيو نيٺ "امام الدين".

(116)

وَنفختَ واريءَ ڦوڪ ۾، گهاريءَ ڪا تہ گهڙي.
"امام الدين" لڙي، موٽي ايندو ميندڙو.

(117)

راڻو، مومل ؛ ڪاڪ، سومل پيي آ سور.
نسوروئي نور، ساڳيو آهہ "امام الدين".

(118)

مرڪي تڏهن مارئي، جڏهن مارون پنهنجو ڪن.
مونتي حرف هزارين، هوت اتا تہ رڪن.
مارون ميرا ڏوئن، هن عاجز "امام الدين" جا.

(119)

جهڙي تهڙي سومرا، آءُ آهيان انهن جي.
ڪيي ڇڏ تون ڪوٽ مان، وڃي هيءُ موٽي.
"امام الدين" اوٺي، ايندا ملڪ ملير ڪان.

(120)

ساري سانگين ساهہ، مونکي موٽائي تہ الله.
"امام الدين" آهہ، مورئون ماروئڙن جي.

(121)

مارون منهنجي ملڪ جا، سدائين ساوا.
"ڍڪڻ" سي ڍاوا، آهن ملڪ ملير ۾.

(122)

ٿرن تي هن ٿاڏليون، وڏيون وٽڪارون.
"ڍڪڻ" پوڪارون، سِگهو سٽندا سانگيڙا.





(123)

پٽ پٽيهر پوشاڪون، وٽي ڪونہ لباس.
ورهن سندو واس، عطر مشڪ "ڍڪڻ" آ.

(124)

واجهائي وطن ڪي، ماندي رهي مارئي.
روئي رڙي تي سومرا، سانگهين لئہ سائي.
"ڍڪڻ" اهائي، موٽندي نيٺ ملير تي.

(125)

ڪيان ڪيئن پوشاڪ، منهنجي مارن ميرا ڪپڙا.
لوئي "ڍڪڻ" لاڪ، آهہ "امام الدين" انهن جي.

(126)

مارئيءَ ڪي ملير جي، وٽيل آ وٽڪار.
محل تنهنجا ماڙيون، مونکي ڏين آزار.
پکا ۽ پنهوار، آهن "امام الدين" جا.

(127)

مارون ڏين ميار، مان مرم ۾ مري وڃان.
پرين جي تہ پچار، آهي "امام الدين" کي.

(128)

ماروئڙن جو مونکي، ماري ٿو تہ مرم.
عمرا لڄ شرم، ڪر تون ميان سومرا!

(129)

مان تہ ماروئڙن جي، جهڙي سا تهڙي.
"امام الدين" اهڙي، محبت آهہ مارئيءَ.

(130)

مارئيءَ کي سِڪ، وڏو آ سورن.
پِکي پنهوارن، پيل "امام الدين" آ.

(131)

پنهنجن کان پري، ڏٺي ڪري نہ ڏار.
نڪا جاءِ زمين ڏي، نڪو ورهہ ويچار.
محبت سندي ماروئڙن، اصل آ اقرار.
"ڏکڻ" هي تڪرار، سڀ اجايو "امام الدين".

(132)

محبت وجي مارئيءَ کان، سالڪ سهي ڪن.
ساريو وطن پنهنجو، رويو ٿا تہ رڙن.
سوا سانگيئڙن جي پرين ٻيا نہ ڪجن.
مر "امام الدين" مرڪن، پرين جن جا پاڻ ۾.

(133)

سڪ سڄوئي سور، سالڪ ڪڻن سِر تي.
"ڏکڻ" آ پرپور، دردن سندو داستان.

(134)

عشق جي آڙاهہ ۾، پتنگ پچن ٿا.
"امام الدين" اچن ٿا، شمع سندي شعاع تي.

(135)

شمع سندي شعاع تي، پروانا تہ پچن.
محبت سندي ميدان ۾، نانگا نينهن نچن.
رنگ پرينءَ جي رمز ۾، راتيان ڏينهن رچن.
"ڏکڻ" ڪين رکن، سانگو اهي سر جو.





(136)

ڏکڙا روز اَزل کان، عاشق سِر چائين.
"امام الدين" آهين، سَمرا تن جي سِر تي.

(137)

سوامي ڪٽي سِر تي، آيا سور ثمر.
"امام الدين" داتا در، پايو ٻکيا تو مڱي.

(138)

نانگن وري نينهن جو، هنيو آ نعرو
"ڏکڻ" سر سارو، سالڪ جي آ سر ۾.

(139)

اڄ تو گجي ساوڻ، وسڻ جي ٿس ويل.
بوندان ڪٽي برهہ جون، ساجن آءُ سويل.
"امام الدين" اويل، ڪڪر ڪجانءِ ڪينڪي.

(140)

سارنگ! وسي پئہ، تنهنجي وسڻ جو وارو.
محبت سندي مينهن جو، ڪر محب تون مارو.
"امام الدين" ويچارو، سِڪي سارنگ لاءِ ٿو.

(141)

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪرن ڪئي تہ ڪُکور.
ڪوٽيون ڪلي آئيون، گاجن جي گجگوڙ.
"ڏکڻ" ڏس هي ڊوڙ، بادل لائن برهہ جي.

(142)

اڄ پڻ آيون اوڏهون، ڪڪريون هي ڪاريون.
"امام الدين" ساريون، وسن ٿيون تہ وجود ۾.

(143)

ڪوٽيون ڪلنديون آئيون، ڪڪريون ٿيون تہ نچن.
آواز ڪي اوڏهون، گرجيو تا گرجن.
"امام الدين" برسن، سدا بوندان برهہ جون.

(144)

سارنگ؛ ساوڻ مينهن، وسي تو تہ وجود ۾.
اکڙين مان پيي ائين، بادل برسي روز تو.

(145)

ڪاريون اڇيون ڪڪريون، اڄ اتر ڏانهن آيون.
وسڻ جون وايون، آهن "امام الدين" انهن ڪي.

(146)

سارنگ سدا وس تون، وجود جي واديءَ.
"امام الدين" آڏيءَ، سارنگ سنهڙو تو وسي.

(147)

اَحمدصہ آهي ذات، سارو سر سبحان.
محمدصہ جو تہ مڪان، اعليٰ "امام الدين" آ.





(148)

پنجتن پيارا پاڪ، آهن نور نظر
منڊ تنين جو محمدَصہ، آ ساڻي تي سرور.
علي اعليٰ آهہِ، بيشڪ برادر.
نياڻي نبي پاڪ جي، مُردن جي مادر.
حسن مير حسين آ، وسيلو واهر.
آهہ اوهانجي آسري، هي ماندو "مسافر".
"امام الدين" آڌر، پنجئي ٿيندا پاڻهي.

(149)

پنجئي ٿيندا پاڻهي، واهر وسيلو.
ساجهر سوِيلو، ساٿي ٿيندا سير ۾.

(150)

علي اعليٰ آهہ، مَردن جو مردان.
ناهي مَٽ تنهين جو، شاني ڪوئي شان.
داتا! پنهنجي درئون، ڏيو ڏُرهو ڪوئي دان.
"ڏکڻ" آ دربان، عليءَ سندي در جو.

(151)

سيد مير حسين آ، ڪربل جو سينگار.
رت جي چادر جهرمر لائي، عبرت جو سنسار.
سختيون سور سوين هيا، سر؛ ڏڙئون ٿيا ڏار.
صبر ساڻ سنائون، ڏکڙا روز هزار.
راز پنهنجي رب جو، ڪيئون نہ آشڪار.
ڪُسي ويو قرب ۾، دوست وڏو دلدار.
"امام الدين" اقرار، امامن ازل کان اڳي هيو.

(152)

حسن میر حسین آ، دوست وڏو دلدار،
نواسا نبي ڄام جا، اڙين جي آڌار
"ڏکڻ" سڀ ڄمار، کر غلامي تن جي.

(153)

مديني جا ميرا ساٿي اڇي تيءِ،
"امام الدين" هيءَ، آهي اوهان جي آسري.

(154)

ظاهر ۾ انسان، اندر ٻولي ٻيو.
لالڻ تو ۾ ليئڙا، پائي آهه لڪو.
احد احمد وچ ۾، ميم آ فرق رکيو.
"امام الدين" اڇو، عاصين احمد ڄام آ.

(155)

الله پاڻ اتي، احمد لئه آتو.
جڏهن پرينءَ پاڻ کي، آهي سڃاتو.
نينهن "ڏکڻ" ناتو، ثابت ٿيو ته صفات ۾.

(156)

عشق منجهه الله، اڙجي پيو اوچتو.
پسي نور نبيءَ جو، موليٰ مست ٿيو.
آگي کي اظهار جو، آهي شوق پيو.
آدم منجهه لڪو، "امام الدين" الله آ.

(157)

عبدي ڏئي اولو، محمد ٿيو مختيار.
کل قلزم تنهنجو، سارو ڪاروبار.
"ڏکڻ" هي سنسار، سچو احمد ڄام جو.





(158)

نکي روءِ زمين هئي، نکو زمن زمان.
پسي پنهنجي پاڻ کي، هادي ٿيو حيران.
عاشق احمد ذات تي، سائين ٿيو سبحان.
"ڏکڻ" پوءِ انسان، آدم تي هت آيو.

(159)

آدم رڳو نانءُ، بوتو بشري آهي.
وَنَفَختُ فِيهِ مِنَ الرُوحِي ناهه مڙئي ناهي
"ڏکڻ" هي ڇا هي؟ جو لکو وڃين لوڪ کان.

(160)

آدم کي صورت تي خلقيو خوب الله.
وَنَفَختُ فِيهِ مِنَ الروحِي، ناهيائين ناهه.
ساڄن ۾ هن ساهه، آگي جا "امام الدين".

(161)

جانب جڏهن جُوءِ ۾، آيو آ: جاڪون.
ساڄن تڏهين تو سوين، پهري پوشاڪون.
"امام الدين"اوطاقون، آگي جون ته اندر ۾.

(162)

سَو سَو رنگ پرينءَ جا، محبت ۾ نه مثال.
اتئي يار اندر ۾، جانب جو ته جمال.
"امام الدين"احوال، سهي ڪر تون سر مان.

(163)

تو ۾ سر سبحان جو، تو ۾ آهي پاڻ.
هَل هنگاما هيترا ڪيائين ڪنهنجي ڪاڻ؟
پنهنجو پاڻ سڃاڻ، تہ آهين ڪير "امام الدين"؟

(164)

فرق نہ رک تون ذات جو، آهن ڪل انسان.
هندو مسلم هيڪڙو، ڪونهي غير گمان.
"امام الدين" احسان، آڳي جا انسان تي.

(165)

ٻن ڪر تون ٻيائي، جنهن آندي جدائي.
شيخي؛ پيري؛ بزرگي، وڏ تون وڏائي.
عشق رک تون الف سان، هڻ لاف نہ اجائي.
ظاهر صوفي پل هجين، ڪر سيني صفائي.
غير نہ رک تون ڪنهن سان، آهيون هڪڙي هڪائي.
"امام الدين" اهائي، مونکي رهبر ڏسي راهہ آ.

(166)

رهبر ڏسي راهہ آ، جاتي فخر نہ فقيرن.
وڏائيءَ جي وڻ کي، تا پاڙئون پيا تہ پٽن.
اَلفَقرُ فَخرِي، سِر تي تاج رکن.
"امام الدين" انهن، تي ويجهڙائي وصال کي.

(167)

مونتي ماروئڙن جا، آهن حرف هزار.
لِکڻ ليکو ناهہ کو، اٿم عيب اپار.
ڪوجهي؛ ڪاهل آهيان، اوهانجي آڌار.
پنهنجي ڇڏ جو ڪين ڪي، هادي عبدالستار!
"امام الدين" سنڀار، رهبر لهندو راهہ ۾.





(168)

منهنجو ماروئڙن کي، ساري پيو ٿو ساهہ.
آڻيندو ارشاد کي، اڳڻ مون تي الله.
ويٺي جانب لئہ، تڪيان ٿي پٽي راهہ.
"امام الدين"نگاهہ، سائين ڪج ڪا سيگهہ ۾.

(169)

پريان سندي پار جي، مان گولن جي گولي.
منهنجي ماروئڙن سان، ٻنڌڻن جي ٻولي.
داتا تنهنجي در تي، جهلي مون جهولي.
"امام الدين" لولي، عاشق ازل کان ڏني.

(170)

تون سمون سلطان، آءٌ نوري نماڻي.
اگلي ذات اسانجي، مان مسافر مماڻي.
ڪٿي ڪاريون ڪِک جون، آ تو در وڪاڻي.
"امام الدين" اياڻي، اچي پلئہ پئي تہ پرينءَ جي.

(171)

سميون سيئي سهٽيون، منهنجو سهڻو آ سلطان.
آءُ ٻچڙي بيحد آهيان، مون ۾ ڪونهي ڪو ارڪان.
پورهيت ٿي پاٽي پريان، مان تہ ساهہ ڪيان قربان.
"امام الدين"احسان، آهن سمي ڄام جا.

(172)

مان مماڻي آهيان، ٻچڙي ۽ بدڪار.
ڪٿي سمن وچ ۾، آندو عبدالستار.
ڏسي اگلايون سندم، مونکي منڙا ڏي نہ ميار.
ڪٿن ڪاريون ڪِک جون، اِها آهہ اسانجي ڪار.
جن کي ليءِ لغار، تن راضي ٿيءَ "ٻکڻ" ڇوي.

(173)

فاني ٿي فاني، ڄاڻ سگهو ٿي ڄاڻ.
مُوتُوا قَبلَ اَلۡتَمُوتُوۡ، مري موجون ماڻ.
مرڻا اڳي جي مئا، تن کي موت نه ڪاڻ.
بقا وري بستيءَ ۾، جوڳي ڪن رهاڻ.
"امام الدين" هاڻ، مرڻ تنين تان معاف ٿيو.

(174)

مرڻ تنين تان معاف ٿيو، جيڪي فاني منجهه فنا
ويڙهي دفتر دوئيءَ جا، جيڪي پڙهن پرت پنا
حق عبادت شاهه عنايت، ڪئي صوفيءَ سر ثنا
اهڙن ڪونڌن ڪنا، "امام الدين" سبق ونجن سورجا.

(175)

سبق پڇين سور جو، ته بازي سِر لڳاءِ.
هٿئون حبيبن جي، ريءَ ڪاتيءَ ڪنڌ ڪپاءِ.
تندون سيئي تن جون، سَرَ سازن ساڻ ملاءِ.
دم جو وٺي گُر تون، دم ۾ ديرو لاءِ.
عاشق "امام الدين" ائين چواءِ، جو ڪسڻ ريءَ ڪٺو وڃين.

(176)

مُوتُوا قَبلَ اَلۡتَمُوتُوۡ، مري؛ جيئڻ جي.
"امام الدين" سي، مئي مرندا ڪين ڪي.

(177)

جوڳي سڏجي سو، جيڪو جوڳ ڪمائي جوان.
لائي جيهڙو دم سان، جيڪو دم جو رکي ڌيان.
ڪينو پنهنجي قلب مان، ڪو ڪوري ڪاڍي خان.
خواري وارو خرقو، ڪو ته پهري ڏسي پهلوان.
"امام الدين" انسان، سو ته جوڳي چٽبو جڳ ۾.





(178)

جوڳي چٽبو جڳ ۾، جيڪو جيءَ ۾ ڪمائي جوڳ.
نڪا رياضت رسم ۾، نڪي برهه آهي ڪو يوڳ.
"ڏکڻ" جنهن کي روڳ، سو ته جوڳي سڏبو جڳ ۾.

(179)

جوڳي سڏائڻ ڪاڻ، نه تو ڪائين نا پيئين.
سڪي ڪاني جان ٿئين ته به جوڳي نا ٿئين.
لوڪ ڏيکارڻ ڪاڻ تو، ڏيکاريون پيو ڏئين.
جوڳي جڳ جٿين، جو ڪينڊي پيندي ڪاڃي وڃي.

(180)

ڪثرت مان وحدت جي، جنکي وٺيل آهي واهه.
هر جا آدم هيڪڙو، اها رند پروڙن راهه.
جن ۾ ڪئي صلاح، سي ته جوڳي نه چٽبا جڳ ۾.

(181)

جوڳي نه چٽبا جڳ ۾، توڙي ڏگها ڪن الفا.
ظاهر رسمي ريت جا، ڪن گيڙو تا ته وڳا.
من جنهين موتا، سي ته جوڳي نه چٽبا جڳ ۾.

(182)

جوڳي نه چٽبا جڳ ۾، جن ريائي ڪئي روءِ.
هلي نه ڄاڻن هيئڻ سان، خاصي رکن خوءِ.
"امام الدين" اُوءِ، ڪيئن جوڳي چٽبا جڳ ۾؟

(183)

جوڳي چٽبا جڳ ۾، جن بيائيءَ کي ٻوڙيو.
ڪيڏي ڪينو قلب مان جن وحدت وڪوڙيو.
ڏکڻ اڃ ڊوڙيو، وڃي سامن سڱ سنوان ڪيا.

(184)

آهين رڳو ڪين، وينو ڪين ڪماءِ.
لاهي لَحمَ لڳن تان، تون خوديءَ کي تہ ڪپاءِ.
وَلَاتُسْرِفُوْا دمر جو، رزق ائين نہ وڃاءِ.
عاشق "امام الدين" تڏانهن چواءِ جڏانهن خون پي خاصو ٿئين.

(185)

اڪيون عاشقن جون، اڪين ۾ آهين.
صورت سپرين جي، سهي سڃاڻين.
بنا عشق الله جي، ڪوڙ نہ ڪمائين.
اهڙيون ئي آهين، "امام الدين" اڪيون عاشقن جون.

(186)

اڪيون عاشقن جون، صورت منجهہ صفا.
نيئي نهارن پاڻ ۾، عينُ و عين لقا.
لڪائي لحاف ۾، تن اکڙين اوجر ڪيا.
جن ٻوٽي ٻڪ هنيا "امام الدين" تن اڪيون پٽيون ئي ڪين ڪي.

(187)

جن ٻکي ٻوٽيون اکيون، تن اکڙين جي انصاف.
واري رکيائون وجود ۾، اڻ تڻ اعتڪاف.
مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى تن سچن ڏٺو صاف.
جن لوهان وڌ لحاف تن هيڏن هوڏي نا ڏٺو.

(188)

جن هيڏي هوڏي نا ڏٺو، تن سچن ڏٺو سچ.
ماڻڪ؛ موتي منجهئين، منجهئين ڳچئون ڳچ.
ڪوڙن اکيون ٿمڪائيون، ڪائو سمجهي ڪچ
تن پاڙين ڪنان ٻچ، "امام الدين" جن پاڻ لڄايو پنهنجو.





(189)

عشق لڳا الحمدلله، صد بار شڪرمين پڙهدي.
عشق تساڏي ديرا لايا، آگ اندر وچ ٻلدي.
سينہ سڙ ڳيا ساراسيان، مين ڪڙهدي مول نہ رهدي.
تئن ڀاڄهون هڪ ساعت "امام الدين"، سردي مول نہ سردي.

(190)

سردي مول نہ سردي، ساعت ميڏي سيان.
مين ڪملي هان ڪوجهڙي تيڏي، پيش تساڏي پيان.
لوڪ بيگانہ ٽوڪ ڪريندي مهڻا ڏيون مئيان.
آ مل نال "امام الدين" دي، ماهي لهين مونجهان من ديان.

(191)

عشق اويڙي آگ، ساڙ گهتيندي سڀ نون.
اَلْعِشْقُ نارٌ يُحَرِقُ مَا سِوَیٰ الْمَحبُوْبُ، باقي تون هي تون.
عرش جليا ڪوهہ طور جليا، سڙ ڳئي ساري پون.
فقر دا يارنہ سڙدا "امام الدين"، جنهن وچ تون هي تون.

(192)

كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَان، باقي تنهنجي ذات.
مُوتوءَ واريءَ موج ۾، جوڳين ڇڏي جسمات.
مري جيئا تہ مرڻ کان، حاصل ٿين تہ حيات.
وَيَبْقىٰ وجہ ربِکَ ذُوالْجَلَال، ايها سا مين ڪئين سوغات.
جن عليءَ سان اثبات، "امام الدين" سي مرد مرندا ڪين ڪي.

(193)

جنين عشق عليءَ سان، علي تن آذر،
آل نبي آل علي، سونهن پريا سرور،
عيبن کان آجو ڪندا "امام الدين" انور،
مُحمد تن تي ماڙ ڪئي، مهرئون مهر نظر.
پاڪ پرين پرور، عيبدار آجا ڪيا.

(194)

عيبدار آجا ٿيا، علي جن آڳهہ،
ساٿي ٿيندو سير ۾، "امام الدين" الهہ،
پائي پيچ پرينءَ سان، پختو رک تون پهہ،
لوچي ويهي لهہ، "امام الدين" عليءَ کي اثبات ۾.

(195)

عليءَ کي اثبات ۾، جنين جاتو حق،
عليءَ ڏنو عشق جو، سارو سوز سبق،
علي؛ الله؛ احمدﷺ، هڪوئي هڪ،
ڪافر سو مشرڪ "امام الدين" جيڪو عليءَ کي ٻو اور چئي.

(196)

جيڪو عليءَ کي ٻو اور چوي، مُلو ملوائٹو،
ديدن ۾ ٻيجي پيين، دوئيءَ جو داٹو،
خَتَمَ اللّٰهُ عَلیٰ قُلُوبِهِمْ وَ عَلیٰ سَمْعِهِمْ پردو پرائٹو،
يَدُ اللّٰهُ فَوقَ اَيْدِيْهِمْ، ڏس راٹو ٿي راٹو،
"امام الدين" سڃاتو، تہ علي نام الله جو.

(197)

علي نامِ الله جو، تون علي کان نہ ٻيج،
وَهُوَ عَلِيُّ الْعَظِيْمُ، تون پار پرين جي پهچ،
اکين عشق جي اڄ، "امام الدين" تہ علي ڏسين اثبات ۾.

(198)

علي ڏسين اثبات ۾، تہ عليءَ جي ڪر اور،
فَاذْكُرُوْنِیْ اَذْكُرْكُمْ، قلبي ڪر تون ڪور
نفي ۽ اثبات جي، وجودئون ولوڙ،
سِرِیْ خَفِیْ اَخْفٰی شريعت ساڻ ضرور،
محبت جن جي مور، "امام الدين" تن عليءَ اڪاريو عشق سين.





(199)

عليءَ اڪاريون عشق سين، آگي ڏٺي ايمان،
هادي حمايت هاشمي، محمدﷺ مهربان،
حسن مير حسين جو، دائم ٿي دربان،
عليءَ جو احسان "امام الدين" سڪ وارن کي سوپ ڏئي.

(200)

سڪ وارن کي سوپ ڏئي، سڪڙي سوائي،
ڪوري ڪيڏي هن قلب مان، موڙئون مدائي،
عمر ساري عيبين ۾، گذري اجائي،
صوفي سدائين "امام الدين" ستارين ساٿي ٿئي.

(201)

ستارين ساٿي ٿئي، صوفي مون سردار،
آقا عنايت عشق جي، بارش؛ بوند بهار،
فضل جو ڦڙيون پيون، ڇم ڇم ٿيا ڇنڪار،
ڍڪڻ تي تہ ستار، اڄ وسڻ جون وايون ڪيون.

(202)

وسڻ جون وايون ڪيون اڄ ڍڪڻ تي دلدار،
ميرانپور جي ملڪ جي، اڄ جهانگي ڪن جهونگار،
جهرمر چڙهيا جهوڪ ڪان، ارشادي انوار،
اچي عبدالستار، "امام الدين" ستاري ساوا ڪيا.

(203)

ستاري ساوا ڪيا، ارشادي انوار،
ميرانپور جي مهر جا، موتي مٺيادار،
گيڙوءَ رتا گلڙا، محبت مينگهہ ملهار،
ڪڪريون اهي قرب جون، عالم تي تہ اپار،
سائينءَ رب ستار، "امام الدين" ستاري ساوا ڪيا.

(204)

ستاري ساوا ڪيا، رازق رب رحيم،
وَمَا مِنْ دَابَةٍ فِي الْاَرْضِ ڪائڻ ڪُٺي ڪيم،
عالم تي احسان ڪيا، حڪمت ساڻ حڪيم،
محبت جنين "ميم"، "امام الدين" سي عاشق اڳيرو ويا.

(205)

نمي پڙهه نماز، تہ الف ٿئين اوڏڙي،
نوڙت ساڻ نياز، تون تہ سولو رسندين راهه ڪي.

(206)

سولي رسين راهه ڪي، ڪر صورت کي سونهون،
دل اندر دونهون، دکائي لڳ تون دڳ سان.

(207)

ڏکي لڳ تون دڳ سان، ڪٺي سور ثمر،
سنگتي ساٿي ساڻ نہ ٿي، سختيءَ جو تہ سفر،
ڏکيا لڪ جبل جا، جت ٻاري ٻجهي ٻر،
ڏاهي ٿي پئي ڏر، جو ڏاهن ڏک ڏسٽا پيا.

(208)

پورائيءَ ۾ ڪن پال، ڪي تہ ڏاهيون ڏک پيون،
سمهڻ ڪٿ سهاڳ جو، جت دردن جون ديهون،
چيتئون چکي چست ٿيون، ڪڙيون سڀ مِٺيون،
ڏاهيون ڏک ويون، جن سکن سڏ وڃائي.

(209)

ڏاهن جو ڏک ڏاج، جيڪي ڪٺن ڏک ڏسي،
سکن ساٿي سيکو، ڪا جا ڏکن منجهہ ڏڏي،
جيڪا ڏاهي وئي ڏڪندي، سا تہ ڪنواري ملندي ڪانڌ سان.





(210)

ڪنواري ٿي وڃ ڪانڌ ڏي، تون تہ بندي بندياڻي،
وَر چڏي هڪ ور ڏي، هل راتيان ڏيهاڻي،
تنتيءَ تڏيءَ ڪاهہ تون، ڇڏ ڪُوڙي ڪماڻي،
"امام الدين" سڃاڻي، وڃين وٺيون پيئين ورسان.

(211)

پيريءَ ڪان پري، بزرگيءَ ڪان پرُ،
شيخي مشائخي زهد ۾، توڙئون ڪيو تڪبر،
محبت جي ميدان ۾، ڪُسي ڪڻ تون ڪر،
ٿي نانگا نشانبر، "امام الدين" هڻ تون نعرو نينهن جو.

(212)

پيريءَ ڪان پري، بزرگيءَ ڪان بس،
حسد ؛ بيائي ؛ هڻڻ واري، ڇڏ تون حرص حوس،
ڪڻ ملامت لوڪ جي، قربدارن ڪس،
وسان ٿي بيوس، "امام الدين" هڻ تون نعرو نينهن جو.

(213)

هڻ تون نعرو نينهن جو، نانگا ٿي نروار،
سورن واري سيج تي، صوفي ڪن سينگار،
تارو وڄن هڪ تار ۾، سيني سوز ستار،
مونسان منهنجو يار "امام الدين" من رقص ۾ راضي ٿئي.

(214)

سهسين سور پرين جا ؛ مونکي سمهڻ ناهي سُک،
روئندي گذاريم راتڙيون، ڏهاڙيون نئون ڏک،
جيءَ اندر جُک جُک، "امام الدين" دم دم دونهان درد جا.

(215)

حسن صورت جو اندر ۾ تو تاب تڙپائي مونکي.
جوش ۾ جيرا جلن، وئي باهہ ڀڙڪائي مونکي.
تو خيال اڄ ڪائي مونکي، "امام الدين" هي حال حيرت حسن جو.

(216)

ڳجهہ پريان جون ڳالهڙيون جي سليان تان نہ سلجن.
هٽي هينئڙي منجهہ ويا امالڪ ابوجهن.
هاٽي پل پل پورپون "امام الدين" دوست منهنجي دل ۾.

(217)

وري آءِ وري، قدم پري قربن.
اڱڻ اجرو ڪيو اچي، منهنجا ڏسيو نيڻ ٺرن.
اکيون منجهہ اکين، "امام الدين" ڪيان دوست هتيڪون دل ۾.

(218)

ڪي ڪمين جو آسرو، ڪمي ڪمين آڌار.
تنهنجي تاريءَ تو تڳان، سڄڻ جا سردار.
پنهنجي پاڙيءَ کي اچي، پڇين جي هيڪار.
تہ ونگي ويچوڙي وار، "امام الدين" ڳنڍيون ڳنڍين سان ڳنڍين.

(219)

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪرن ڪئي تہ قطار.
محبتي مينهن جا، ڪري مينگهہ ملهار.
بادل برهہ برڪت سندو، ڪري ورهہ وسڪار.
لٿا اهنج آزار، سڄڻ آئي سُک ٿيا.





(220)

پورب ڪان پلٽيو، نوري ٿيو نروار.
سڪايل ساوا ٿيا، ويڙا ڏوهہ ڏڪار.
گل ڦل ٿيا گلزار، چمن چمن چانڊاڻ ٿي.

(221)

چمن چمن چانڊاڻ ٿي ڪنوٽن ڪيا ڪيل
گلڙا گل گلاب جا، چنبيلي رابيل.
ميلن مٿي ميل، ڪڪرن قرب وڏا ڪيا.

(222)

ڪڪرن قرب وڏا ڪيا، برهہ اُٿي برسات.
ميرانپور جي مينهن مان، ستاري سوغات.
ڏڏن کي ڏات ملي، ڪانہ پڇيائين ذات.
ٻڪٽن تي ڏينهن رات، بارش بوند بهار جي.

(223)

ڏرتيءَ مٿي دادلا، دولهہ ڪي دلير.
سنياري سبحان کي، سَگها اُٿيا ۽ سوير.
مانجهي سي مٿير، جن هٿان هر نہ ڇڏيو.

(224)

جن هٿان هر نہ ڇڏيو، سي سُکيا منجهہ سنسار.
پڇائي پريت سان، ڪن پنهنجي پوک تيار.
اُن جنين انبار، "امام الدين" سي هاري مُور نہ هاريا.

(225)

هاري مُور نہ هاريا، جيڪي اندر ڏين اوڙ.
ڪيڙن خوب خيال سان، خرابيءَ جا ڪوڙ.
ڦِتا جن جا ڦوڙ "امام الدين"، سي هاري مُور نہ هاريا.

(226)

ٻنين سنئن خاصي ڪٽيل، ٻارو هڪ ٻارو.
سَنگ ڏسي سرها، ٿيا وجهن لاٻارو .
وارو ڙي وارو، "امام الدين" ٻني ٿي ٻيٽا ڪري.

(227)

چُٽن ٿا چشمن مان، نت روز نوان نشان.
گهائي چِڏن گهور سان، "مسافر" مهمان.
اهي اکڙين جا احسان، جو ميچن ۾ ملاقات ٿئي.

(228)

ڪٽي نيڻ ڪسي ويا جو دلڙي ڏتاري.
مستيءَ واري مام ۾ ويا "مسافر" ماري.
اکين جي اشاري، هزارين حيران ڪيا.

(229)

نيڻن واري نوڪ سان، ڦاسائي نہ فقير.
قابو ترب ڪمند وجهي زلفن جا تہ زنجير.
اکڙين جا تہ اسير، ڪڏهن "مسافر" نہ موٽيا.

(230)

نيڻ شرابي، مست اکيون چشمن جا چالا.
آچن اکڙين مان پيا، پريمين کي پيالا.
"مسافر" متوالا، تنهنجي ديدن ديوانا ڪيا.







# ڪلام

(1)

سونهون ٿيج ستارا اڻ سونهين آهيان آرياڻي:

واقف ناهيان وات کان،
پَليءَ جا تہ پتارا!

نازڪ مٺان نيڻهن جا،
باري پيڙا بار،

هوتن هلندي جي ڪيا،
ڪهڙا قول قرار،

پنڌ پراهون پٽ رڪج تون،
صوفين جا سردارا!

بُر جي بلائن کان تون بچائج،
آقا عبدالستارا!

نال نڌر کي نيئون ويجهو،
هوت وٺي هڪوار،

هادي! هر جاءِ حاضر ناظر،
لهجو سار سنڀار،

درد وندي‍ءَ جي دانهن "امام الدين"،
ڪوڪ رسي ڪوهيار،

□

(2)

نينهن نئون ٿي آيو- آيو پلي ڪري آيو.

سورن جو سامان ڪٺي،
سرتيون ڪريو سعيو.

اکڙين جي چادر تہ وڇائي،
نيڻن ننڊ ڦٽايو.

ساڳيو جانب جهرمرلائي،
ويٺا وير ورايو.

ماندو منڙو تو واجهائي،
دلبرا! دير نہ لايو.

تو ۾ ديرو دوست جو آهي،
ڇاتيءَ شير ڇُپايو.

ڳڻ پرين جون ڳالهڙيون،
ڳايون ويٺا ڳايو.

ڪوجهو ڪاهل تنهنجو "امام الدين"
پنهنجي ڪي پهرايو.

❑





(3)

لا مذهب جي آهيون مُلڪ جا،
جهيڙي ڪان بيزار.

مذهب عشق امام اسانجو،
محبت ريءَ آزار.

دين ۾ خاطين خطرا آندا،
تاويلون تڪرار.

مذهب عشق امام اسانجو،
محبت ريءَ آزار.

اڄ تہ نمازون اهڙيون پيتيون،
هر دي اندر يار.

وهم دوئيءَ جا طلسم توڙي،
وحدت ڪيئُون واپار.

دل ۾ دلبر دوست جو ديرو،
سيني ۾ سنسار.

سيني صاف جو محل بنائي،
صوفي ڪن سينگار.

زاهد تقويٰ ساري تنهنجي،
برهہ بنا بيڪار.

عشق وڃائي علم عقل کي،
نينهن ٿئي نروار.

رندن واري راهہ "امام الدين"،
عاشق ڪن اختيار.

❑

(4)

عشق سندو احوال عجب آ،
مرد سٽن مهمير.

لوڪان حاجت جاتي ناهي،
تاتي ويهن وير.

مرڻ جيئڻ جون موجون جاتي،
سورهيہ منجهہ تنهن سير.

الٽيون چاليون عشق وارن جون،
الٽا نينهن نظير.

عشق جي پڙ ۾ ايندا اُهي ئي،
جن کي ازلي اڪير.

جاءِ تماشي جي جِت ناهي،
طالب طلبن تير.

جنگ ملهائن سيئي سورهيہ
ازلي جن کي اڪير.

فقر فقيري تن جي "امام الدين"،
نيٽين جن کي نير.

□





(5)

رکو عشق الله سان يارو،
ڪيو دم جو نا ويسارو.

ماسوِيٰ کان منهڙو مٽي رک،
هڪ سان هڪ تي آرو.

فَاذكُرُونِي اَذْكُرْكُم جو،
الله ڪيو تہ اشارو.

ڳولهي ڦولهي پاڻ ۾ ڏس تون،
سيني ۾ سر سارو.

ناتو رک تون پنهنجي پرينءَ سان،
جيڪو نياڻڻ وارو.

پٽي جي محبت ۾ ڪين ڪي ٽينلو،
ڪڍهين ڪو چوٽڪارو.

دم دم تنهن داتا جي در تي،
روز ۽ شب نيزارو.

پاڻي پاند ڳچيءَ ۾ آيو،
"عاجز" عيبن هارو.

جيڪو الله جي امان "امام الدين"،
تنهن کي سيءُ نہ پارو.

□

(6)

ساڳيو سر سو آيو،
چام محمدﷺ چايو.

خاڪ کي ڏيئي سهڻي صورت،
ساجن پاڻ سمايو.

"اَلانسَانُ سِرِي وَ اَنَاسِره"،
عاشق پاڻ اَلايو.

کُنتُ کَنزا مَخفِيَا ڇئي،
بشري بيک بڻايو.

مَن رَانِي مام پروڙي،
پرينءَ پاڻ پسايو.

اَنَا اَحمَدُ بِلاُ مِيمُ،
لاڙڻ پاڻ لِڪايو.

وَفِي اَنفُسَکُم ڳولي ڏس تون،
شير وتين ته ڇُپايو.

جاڏي ڪاڏي آهه "امام الدين"،
رنگ پرينءَ ته رچايو.
❑





(7)

سندم رهنما شير حيدر علي ڏس،
جي ڏسڻو اٿئي يار منهنجو يلي ڏس.

فاتح باب خيبر ۽ بابِ علم آ،
مولائن جو مولي، شيرِ جلي ڏس.

امامت جو آقا، ولايت جو والي،
يلو آهه بهتر، ولين ولي ڏس.

ڏنو يار سجدو، آ رت جي مٿاهون،
علي يي ڏنو تي ۽ ابن علي ڏس.

رکون حب ظاهر ۽ حبدار آهيون،
شهيدن جي نقشِ قدم تي هلي ڏس.

محبت آ مذهب، مشڪل ڪشا جو،
محبت جي ميدان ۾ تون ملهي ڏس.

سدا سور ۾ زندگي جن گذاري،
انهن جي امر ۾، ڏکن ۾ پلي ڏس.

محبت جي معنيٰ صحيح پيرويءَ ۾
"ڊکڻ" سور سڄڻن سان هيڪر سلي ڏس.
❑

(8)

ڪل پيران جا پير،
اي سخي جيلاني!

هٿ اوهانجي هادي هٿ ۾،
داتا دستگيرا اي سخي جيلاني!

آل علي حسنين جا پيارا،
سائي تيندين سِيرا اي سخي جيلاني!

سڌ ۾ سڌ ميران تون ڏيندين،
ويجهو آهين ويرا اي سخي جيلاني!

پيرِ طريقت، پيرِ شريعت،
ڪُل فقر جا فقيرا اي سخي جيلاني!

نور هدايت نور نسورو،
بيشڪ بي نظيرا اي سخي جيلاني!

هردم هاديءَ جي تہ "امام الدين"
دامن تي دلگيرا اي سخي جيلاني!.

□





(9)

دوئي وهم وبال، ڪڍ موڳا! تون من مان،
اهو خام خيال، ڪڍ موڳا! تون من مان.

دل ۾ دوئي جن، جهوني جڳ ۾،
جيئڻ تنين جنجال- ڪڍ موڳا! تون من مان.

مان تي منجهائي، مان تي ماري،
مان جو سچوئي مال، ڪڍ موڳا! تون من مان.

مان ڪي ماري، مان سان هڪ تي،
اهوئي تہ سوال، ڪڍ موڳا! تون من مان.

تو ۾ لڪيل آ، يار جو جلوو،
تو ۾ حسن جمال، ڪڍ موڳا! تون من مان.

درد فراق ۾، ڪوهہ ڦرين تو؟
منجهئون منجهہ وصال، ڪڍ موڳا! تون من مان.

مام پروڙي، وٺ تون "مسافر"
اشارين احوال، ڪڍ موڳا! تون من مان.

□

(10)

آدمر سر اسرار الستي،
ويس ڍڪي انساني آيو.

چئہ الله جي ڪهڙي صورت،
بي مثالي مثلي عبرت،
خاڪ ۾ دم رحماني آيو.

گوناگوني رنگ صفاتي،
ذات وجي گم ٿي منجهہ چاتي،
پردي ۾ پنهاني آيو.

ڪاٿي شاهہ گداگر آهي،
ڪاٿي راهہ مسافر آهي،
ڪاٿي لامڪاني آيو.

ڪنهنجي خاطر هي جڳ سارو،
احد ۽ احمدؐ فرق نہ يارو،
نور نسنگ نشاني آيو.

عشق "امام الدين" جنهن سر آيو،
هوش عقل کي تنهن نہ وچايو،
راز سچو رنداني آيو.

❑





(11)

عشق عجب آزمائڻ آيو،
غازي ڪيئي گنوائڻ آيو.

قول ڪري هت قابو ٿي پيو،
واعدو پنهنجو پاڙڻ آيو.

آدمر، گندم خوب بهانو،
نينهن اٿين ٿي نپائڻ آيو.

شاهہ منصور کي سوليءَ چاڙهي،
ان الحق تہ الائڻ آيو.

صوفيءَ سرڙو نيزي چاڙهي،
سبق حسيني سمجهائڻ آيو.

ڪاٿين سان ڪيئي ڪوند ڪمائي،
ريءَ ڪاٿيءَ ڪيئي ڪمائڻ آيو.

رمزن ريهي رند نهوڙيا،
رمز اهائي رلائڻ آيو.

عشق "امام الدين" جاتي ڪاٿي،
رنگ اٿين ٿي رچائڻ آيو.

❑

(12)

عشق اسانجو امام، برهه پڙهايا باب سپيئي.

قرب بنا سڀ ڪوڙا ڪلما، محبت ريءَ سڀ مورئون ملما
سڪ وارن کي سلام.
عشق اڃي تو جڏهن اوبڙو، مذهب ٻيو آ سارو جهيڙو،
عشق اصل ۽ انعام.
ملا، قاضي تنهنجي اندر - توهه منصف تو ۾ رهبر،
خيال ڪيڍي چڏ خام.
نيڪيون تو ۾ بديون توهه - ڪوڙيون سچيون وهيون تو ۾،
تو ۾ آهي تمام.
ظاهر نيتيون روز نمازون- عشق بنا هن اجايون آزيون،
اندر ۾ اصنام.
تو ۾ مسجد توهه مندر - توهه داتا توهه دلبر،
تو ۾ رب ۽ رام.
ظاهر خيال خوديءَ ۾ آهيون - ڪڏهين آهيون ڪڏهين ناهيون،
من ۾ مخفي مام.
ڪثرت ۾ ڪيئن وحدت گم ٿي- دم تو جڏهن يار سان دم ٿي،
گم ٿي وڃ گمنام.
سيني ۾ ڪن صوفي سارو- نينهن سندو ڪن روز نظارو،
پريميءَ سان پرنام.
جوشئون وينا يار جاڳئن- تار پرينءَ جي تار سان لائن،
هردي هُل هنگام.
عشق ۾ پل جان يار "امام الدين" - سورا چن تون ڪر آمين،
لوڪ ڪري بدنام.

□





(13)

عام آهي اڻ ڄاڻ، سورهيه آهن ڪي سڪ وارا

لوڪ تماشو برهه کي پائن- مورک پڙ ۾ پير نه پائن،
سمجهن ڪي سرواڻ-جيءَ جُسي ۾ جن کي گهارا.

اوکي ٻولي عشق وارن جي،
مام منجهائي منصور پارن جي،
رند پروڙن پاڻ -نيزي هٽن تا نينهن جا نارا.

جن کي ديد خريد ڪيو آ،
شوق تن کي شهيد ڪيو آ،
اکڙين ۾ آلاڻ- عاشق سڏجن سي ته سچارا.

سودو سر جو راهه انهيءَ ۾،
حسن جا حملا ڪاهه انهيءَ ۾،
ٻڙچن پالن ساڻ- عين آٽن سان ڪن ٿا اشارا.

دام الستي يار اڏن ٿا،
جيئري ماري ڪيئن ته ڇڏن ٿا،
سر رکن سانداڻ-ائين ٿا ڪٽجن ڪٽن لوهار.

درد ۾ ڏک کي راحت پائن،
سور پرينءَ جا سر تي چائن،
محبوبي ڏس ماڻ-پريون پرن ٿا برهه پنڌار.

جن کي "امام الدين" لڳون ته لڳي ٿي
روز روئڻ ڪان وٽ نه ملي ٿي
عاشق سي ته سڄاڻ-روئي ڌوئي ڪن اندر اجارا.

□

## (14)

جيڪي ڪُسن ريءَ ڪات،
سي تہ ڪُسڻ جي قابل ٿيا.

قرب ڪُهڻ جون ڪاتيون آيون،
عاشق ايندا سيس نوايون،
مُوْتُو قَبْلَ الْمَاتِ، ڪُنا ڪُسي وڃي ڪامل ٿيا.

ڳالهيون اهڙيون تا يار ڳالهائن،
سوليءَ سرڙو مرد چڙهائن،
دار ماٿن درجات، حال همه ڪي حاصل ٿيا.

عبد ڪري ڏس اولي پر آ،
سهڻي ستار جي چولي پر آ،
هادي سندم حق ذات، وحدت ويجها واصل ٿيا.

نيزي نشانيون سرڙا جن جا،
صوفي طالب تڏهن تن جا،
جڏهن نہ هئي جسمات، شهر انهيءَ پر شامل ٿيا.

جهوڪ ميرانپور مڻ جون موجون،
پيئڻ "امام الدين" ايندڙيون فوجون،
آيا جي اڌ رات، ڏٺين وڃي در داخل ٿيا.

□





## (15)

جاڏي ڪاڏي پاڻ،
رنگ انهيءَ بي رنگ جا آهن.

سهسين ڍنگ ڍنگي هت آيو،
آدم دم الله سمايو،
ويس وري ڪل ڍنگ جا آهن.

ازلئون عهد ڪري هت آيو،
آدم بنگلو پاڻ بڻايو،
دنگ ڪُل ئي دنگ جا آهن.

صورت حسن جو تاب عجب آ،
آدم سجدو، حساب عجب آ،
سمجهڻ خيال، ختنگ جا آهن.

آتش عشق ميرانپور مستي،
ساڳي صورت ساڳي بستي،
پير اتي تہ پتنگ جا آهن.

جاڻ "امام الدين" آهي سوٽي،
صورت سونهن ستار مڙوئي،
ونگ انهيءَ شهہ ونگ جا آهن.

□

(16)

آهيان اهائي ذات.
جيڪا ذات پنهل جي آهي.

ذات منجهارئون برقعو پائي.
لوڪئون پنهنجو پاڻ لڪائي.
ثابت ٿي تہ صفات.

آدم ۾ اظهار ڪيائين.
صورت ڏئي سنسار ڪيائين.
ڏئي سورن جي سوغات.

ڪنهنجو ملائڪ سجدو ڪن ٿا.
مام منٿيءَ ۾ ڪا تہ ڏسن ٿا.
برهہ واري آ بات.

مام منصوري ڪير ٿو بولي.
چٽنگ لڳي وئي جنهن کي چولي.
سي تہ ڪسي ويا ڪات.

مَنْ رآنيْ نعره حق آ.
احد ۽ احمد هڪوئي هڪ آ.
لولاڪي بُڌ لات

پاڻ سڃاڻڻ ريءَ ڪجهہ ناهي.
پاڻ ۾ ڏس تون پاڻ ۾ ڇاهي؟
پاءِ "امام الدين" جهات.

□





(17)

ڇڏ لاڳاپا لوڪ جا۔ ياڪي ٿيءُ يگانو.

عشق ڪان جايون جيڪي خالي،
ملان مومن توڙي موالي،
ڪوڙو تن افسانو.

خان، آفيسر، دارا، سڪندر،
عشق بنا سڀ نفس جا نوڪر،
عشق جو الٽو ترانو.

ترڪ دنيا ترڪ عقبيٰ،
ترڪ، ترڪ ۽ ترڪ مولىٰ،
برهہ ڪري بيگانو.

مستن جي منزل ئي ٻي آ.
خواري خجالت پلئہ تہ پئي آ.
دم دم ٿي ديوانو.

محبت جي ميخاني اندر،
ٻولي ٻيائي واري نان ڪر،
عشق جو وٺ پيمانو.

رند الست کان آجا آهن.
عشق ۾ يار "امام الدين" پائن.
راز سچو رندانو.

□

(18)

احمد آهي بيو ڪوئي ناهي، آهي نسورو نور،
سهڻا سمجھ اهو مذڪور.

أَنَا عَرَبٌ بِلا عَيْنٌ پاڻ چيو پرين
سهڻا پاڻ چيو پرين
رب اهوئي سپ اهوئي- محبت ۾ منظور

آدم صورت بيک بهانو، آگي ڪيو اختيار
سهڻا آگي ڪيو اختيار،
خاڪ ۾ سوئي نور مڙوئي- الله ڪان مامور،

برقعو بشري پائيآيو، انساني اولي،
سهڻا انساني اولي،
سمجھي ڪوئي سوچي ڪوئي، دلبر جر دستور

احمد تي الله پڙهي ٿو، دم دم صلواتون پيو
سهڻا دم دم صلواتون پيو،
صفت هڪوئي لائق سوئي، محبت ڪيو مجبور

عشق "امام الدين" احمد جو تون، عشق الله جو جاڻ
سهڻا عشق الله جو جاڻ
روئي روئي دل کي ڏوئي- محبت ۾ مخمور،





(19)

ڪونڌ ڪسي ويا، ڪربل ڪيئي، نيزي سر تروار
آهي عجب اسرار،
شاهه حسين آ شوق مان پاتي، واهه شهادت آ.
مرد آيا ميدان ۾ ڪاهي، شير شجاعت آ.
سور سنائون، تير جهليائون، سيني لائي پارَ،

قاسم گهوٽ کي ميندي لڳل هئي، هٿڙن تي تازي،
رت جي ميندي گهوٽن لاتي، منجھ رضا راضي،
قرب آ اونهو، نينهن نمونو، واهه واهه آهي پيار،

راز رباني، سيني سانڍي، گهوڙي گهوٽ چڙهيا،
هٽ نہ ڏنائون، سرڙو سنائون، مرد ڪين مڙيا،
ڪسڻ هو ڪوئي راز، اهو ئي ازلئون آ اقرار،

آيا "امام الدين" ڪربل آهن، مانجهي ٿي مهمان،
سڪ وارن جو ثمر اهوئي، سورن جو سامان،
ڏک ۾ ڏي ٿو، "ڏکڻ" ملي ٿو، دلبر جو ديدار،
□

(20)

دل ڦري ديوانو ڪيڙءِ، ڏي منا! ديدار تون.
عشق ۾ آهون ڪيان ٿو سُڻ سڄڻ! هڪ وار تون.

من محبت ماندو ڪيو آ، زندگي دشوار ٿي.
ري ءِ پسڻ ريهون ڪيان ٿو، مل سِگهو مٺار تون.

سوزڏئي سوگهو ڪيو ٿي، زلف جي ته زنجير سان.
ديد جا ڏاڙا هڻين ٿو، دلربا دلدار تون.

وَ نحنُ اَقرَبُ ويجهڙو، ٿو لڪين پردي اندر.
کول پردي کي خدارا، جلوو ڪو ڏيکار تون.

پاڻ ڪان پاسي پيارا، پل نه ڪر پياسيءِ کي.
قرب ڪوجهيءَ تي اچي ڪر، هادي عبدالستار تون!

عشق "امام الدين" اوڪو اڙيو، هڻ زورآور يار سان
نيڻهن نمائيءِ سان نپائين، سڀ صوفين سردار تون.

□





(21)

حسن جلوو آ ڪيو، اڄ عشق جي دربار ۾.
تارڪن تحفا ڏنا سر حسن جي سرڪار ۾.

عاشقن لئه عيد ٿي، جڏهن عين عينن سان مليا.
سر نوايا سورمن، اڄ عين جي اسرار ۾.

حسن سوداگر ڪسي ويو، دل ڏتاري دوڌ سان.
برهه جي بانڪن ڏني دل، برهه جي بازار ۾.

دل جي عيوض درد، سڪ ۽ سوز جو سودو ٿئي.
عاشقن آهي ڪٿيو، هن عشق جي واپار ۾.

صاف سيني ۾ عشاقن، الف کي آندو جڏهن.
هُو چوڻ سان هڪ وڃي ٿيا، هُو سنديءَ هونگار ۾.

مست ساقيءَ مئه ڏني، عاشق "امام الدين" کي.
خوب خُماريا رهون، خاصي خمر خُمار ۾.

□

(22)

جاني مليو تم جهوڪ ۾،
جوڳي جانب يار آ

جهوڪ جوڳين جي هِتِ هُتِ آهي،
آديسن اختيار آ.

صوفي سفر تي ترت هليو ويو،
صوفيءَ جو سنسار آ.

صوفين جو سرتاج ٿو سونهين،
صوفين جو سردار آ.

چوڏهينءَ صديءَ جو صوفي صاحب،
هادي عبدالستار آ.

جهير اندر ۾ جهوڪ ڏٺيءَ جا،
واندو نہ ڪک ڪان وار آ.

هردم پارت يار اسانجي،
تنهنجي پَڪي پينار آ.

درد "امام الدين" دل ۾ آهي،
روئڻ زارون زار آ.

❑





(23)

عشق جي ايوان ۾، منصور پارا مَرّ اچن.
دم اناالحق جو هڻي، سورهيہ سوليءَ تي چڙهن.

راند رندي رمز سان، عاشق الستي ٿا کٽن.
ترب واري ڪات سان، ڪوئڏ ٿا هر هر ڪسن.

جام چاڙهي جَنگ ٿيا، مدهوش مستيءَ ۾ مدام.
غير کان غافل رهيا، ۽ هُو سان همدم ٿا رهن.

سوز جون سرڪيون چُکي، مستن مزا ماڻي ڏنا
عشق ۾ سڏڙيا ڏسي ڏک، برهہ کان ائين ٿا پچن.

دور ناهي دلربا، ساهہ کان سولو رهي.
دل اندر دلدار کي، ڪيئن لڪايون ٿا وتن.

سِرجو آ سودو "امام الدين"، سرڏئين تان سوپ ٿي.
وحدتي واپار ۾، سودا سرن جا يار ٿين.

❑

(24)

ڪاٿي اسين هياسي، ڪاٿي اڄي پياسي.
اوکي انهيءَ عشق جي اويڙ ۾ اڙيا سي.

اقرار عاشقن جي، ازل کان ڪيا ها.
وعدن ۾ ويڙهجي هت، نروار نينهن ڪيا سي.

مورت تي موهجي، ڪيئن پاڻ ڪيائين پڌرو.
خاڪ ۾ دم تياسي، آدم ٿي آيا سي.

ڪاٿي وصال ۾ پئي بهشت ماڻياسي.
ڪاٿي ڪٽڪ داڻو ترت ئي تڙيا سي.

منصور کي اناالحق، ڪنهن پئي الايو.
ٿي شرع جي مخالف، سوليءَ تي چڙها سي.

سختيون ۽ سور سِر تي سالڪن کي سونهن.
باري تہ بار برهہ جا خوشيءَ ۾ کنيا سي.

عشق ۾ "امام الدين" ڏکڻ ڏپ آ ڪمڙو؟
لاهي حجاب هڪ ٿي، نعرا نينهن هنيا سي.

❑





(25)

گهائي سڄڻ جي گهور، ڪيا مرد مستانا ڪيئي.
عشق جي آڙاهہ ۾ تا پچن پروانا ڪيئي.

ديد واري داءَ سان، سِر نوايا سالڪن.
عشق جي آفات ۾، ڪيا درد ديوانا ڪيئي.

محبتي ميخاني مان، جن چکي چُڪڙي ڏني
عاشقن جي عين جا، لبريز پيمانا ڪيئي.

درد جا نغما جڏهن، دل جي تارن تي ٻُڌين
چوٽ کائي چست ٿي، نينهن نِشانا ڪيئي.

اکر هڪڙو عشق جو، جي تو پڙهين "امام الدين".
عشق جي دفتر اندر، "ڏکڻ" افسانا ڪيئي.

❑

(26)

بي وس هن پنيور ۾، سرتيون منهنجو ڇاهي؟
سرتيون منهنجو ڇاهي؟ ويندس ڪيچ ڏي ڪاهي.

ووڙي لهندس ڪين ڪِي رهندس.
پنهل پنهل دم دم سان چوندس.
هلڻ ته هوت ڏي آهي.

هلندي هاڙهي ڏک ڏهاڙي.
روز ازل کان سورن ساڙي.
ڏاج ڏنو ڪنهن ڏاهي.

ننڊ نياڳي، آءُ نه سجاڳي.
جيڏيون سيڪا جاڳي جاڳي.
مون جيان ورَ نه وڃائي.

عشق "امام الدين" جنکي يقين.
هوت حمايت حاصل تين.
آهه نه ڪوئي لاهي.

□





(27)

رهبر سندم آ يارو، سردار صوفين جو.
سردار صوفين جو، منهندار صوفين جو.

عبدي مقام اعليٰ، ڪاڻ محبتن مشعالا.
ڏِس عاشقن اجالا، سينگار صوفين جو.

عبدالستار آقا، حمايت هميشه داتا.
هرجاءِ آهي موليٰ، آڌار صوفين جو.

گم ذات هُويَهُو آ، ساڳيوئي گفتگو آ.
ستار سو به سو آ، اظهار صوفين جو.

ارشاد در مدامي"امام الدين" ڪر غلامي.
ساڳيئي سر سلامي، گهر ٻار صوفين جو.

□

(28)

سبحان سر رکيل آ اسرار عاشقن جو.
اسرار عاشقن جو، دلدار عاشقن جو.

فياض ڏس فتح پور، مستيءَ منجهان ميرانپور،
مردان حق برابر، اظهار عاشقن جو.

آدم ۾ دم رکيل هو، صورت ۾ ڪم رکيل هو.
اولي اسم رکيل هو، سينگار عاشقن جو.

گلشن ۾ گل رکيل آ، متيءَ ۾ مُلهه رکيل آ.
هي حسن ڪل رکيل آ، گلزار عاشقن جو.

وحدت ڳائن ويراڳي، ساعت "ڏکڻ" سياڳي.
چيزل بہ چيز ساڳي، ديدار عاشقن جو.

❑





(29)

تي جدا امداد ويو، عباس پيارو هاءِ هاءِ!
حال محرم راز هو، دلبر دلارو هاءِ هاءِ!

ڪي گهڙيون گهاريون هيون سي ورهه جي هينئون ويهي.
ورهه سڀ ساڳيا آهي، ويو ورهه وارو هاءِ هاءِ!

نوجوان، خوش خلق ۽ فقراءَ جو همدرد هو.
ياد تنهنکي تو ڪري، فقراءَ سارو هاءِ هاءِ!

هاتف ازل جي بانگ چئي، لبيڪ چئي ويندو رهيو
هي جهان توريءَ گهڙيءَ جو، آ گذارو هاءِ هاءِ!

هيءَ عمر پيارا ويڄ جي؛ ڪانه هئي، پر وئين هليو.
واهه جو گهڙيون گذاري، ويو پلارو هاءِ هاءِ!

دل ۾ هر دم ياد آ، تنهنجي "امام الدين" کي.
ڪونہ تو وسري مون کان صوفي سچارو هاءِ هاءِ!

❑

(30)

مارون ملڪ ملير، ڪاٽي مان قيدن ۾ پئي آهيان.

بند ۾ بندياٽي بيوس آهيان، لاهه ظلم زنجير،
قرب ڪڙين ڪان واندي ناهيان.

درد وندي دل دانهون ڪري ٿي جان؛ جگر ۾ جهير،
روبون روبون نير وهايان.

مرم مارن جي ماري آهيان، معاف ڪندم تقصير،
سينو مان تن سان ڪهڙو ساميان.

ڪڏهن تہ ايندا مارون ٻہ مون ڏي آهي اندر ۾ اڪير،
ويٺي مان تن لئہ ڦالڙيون پايان.

دود دکيءَ کي دل ۾ دکن تا، دلڙي آ دلگير،
آس انهن مان ڪيئن ٿي لاهيان؟

جو دم جيئڙي آهيان "امام الدين"جيسين ساهہ سرير
هِت هُت تن جي سام سڏايان.

❑





(31)

مانجهي ٿي مهمان، اڄ نہ سياڻي ايندا.

اڱڻ عجيبن آئي سرها، ٿيندا هي ميدان،
حال غريبن سان تہ ونڊيندا.

اڱڻ ٻهاريان اکڙيون وڇايان، قدمن تان قربان،
قرب ڪي ڪوجهن تي اڄ ٿيندا.

عطر عنبير ۽ مشڪ ٿو ڀايان، صورت جا سبحان،
قدم ڪڏهن تہ پريندا.

ڌوئي دل مان يار دوئيءَ کي، صاف صفا سامان،
غير ڪلئي سڀ گم ٿي ويندا.

ياد "ذڪرُ" ڪر يار کي ويهي، عاجز تي احسان،
ڪين "امام الدين" يار ڇڏيندا.

❑

(32)

اٿم اميدون ڪين چڙهيندا، گولي نيندا گڏ ڪري.

پٽي جا پناري، واتون نماري، سهڻن سانگين جي آهيان سماري.
ڪڏهن ته ايندا، راضي به ٿيندا، سانگين ريءَ منهنجي ڪين سري.

نڌر نماڻي، ڪوجهي ڪوماڻي، آهيان اوهانجي اصلئون اياڻي.
پال پليندا، منهن نه مٽيندا، جان ڪنبي ٿي ذري ذري.

عيبن هاڻي، جاڻي سڃاڻي، پلئه پٽي ٿو پاپڻ پراڻي.
ميرا ڌوئيندا، ورتيون ويندا، پل نه ڪندا شل پري پري.

هيڻيءَ حمايت، ٿيندي عنايت گوليءَ "امام الدين" جي آهي پارت.
سڏڙو ڏيندا، سڪڙي ونديندا، محبت ۾ ٿي مري مري.

❑





(33)

اچي عشق اڏيا اوتارا، ڪيئي بهادر برهه نچايا

سانگ سڄڻ لئه سانگ ڪيان ٿو،
چيرن جا چمڪارا

تار تنبوري جي تن ۾ سا،
دهلن جا ڌڌڪارا

ساز الستي، موج ۾ مستي،
تيز وڄن توتارا

روزا نمازون، يار سڄڻ سڀ،
برهه بنا بيڪارا

يار سڄڻ جي صورت دل ۾،
عشق اندر اشارا

ڪعبو تو ۾، قبلو تو ۾،
تو ۾ سڄڻ سر سارا

هوش عقل ويو عشق ۾ گم ٿي،
خواريءَ جا ڪڻ ڪارا

يار "امام الدين" ڍڪڻ اچي ڪيئن،
نيڻهن هنيا هن نعرا،

❑

## (34)

جوڳيئڙ ڪي آياسوامي هن سنسار ۾

ويس مٽائي گيڙو پائي، رندن رنگڙا رچايا
جانب جي جنسار ۾

ذات مان ذاتي پوش صفاتي، مَلڪن سرڙا نوايا
آدم جي اوتارَ ۾

بر ۾ بيراڳي، جاڳي جاڳي، دونهان درد دکايا
نينهن نشي نروار ۾

پاڻ ڪاريگر، پاڻ مسافر،صورت سير ڪرايا.
دوست سندي ديدار ۾

لَئہ لاهوتي، دم اثباتي، گيت "امام الدين" ڳايا.
سيني واريءَ تار ۾

❑





## (35)

ادا عمر وڃايئہ ساري، ٻَڌيون بيحد بيشڪ باري.

قَالُو بَلٰي چئي قِرين تو،
وَفِي اَنفُسِڪُم نہ ڏِسين تو،
موڳا مام نہ تون سمجهين تو،
تنهنجي ازل کان آ اقراري.

اٿي دوست هٿيڪو دل ۾،
ڪيئن يار لڪو آهي گِل ۾،
وڃي ڳول نہ بيءَ محفل ۾،
تنهنجي سيني ۾ سرداري.

روئان روز ڪيان تو ريهان،
آرام نہ راتيان ڏينهان،
ٿلهو ٽورو ٽڪو تو پيهان،
ڪر يار! اچي تہ ستاري.

ڏسي ڏوهہ اندر ۾ ڏران تو،
پنهنجي پاپن ۾ ٿي ڳران تو،
مان تہ مرڻ اڳي ٿي مران تو،
منهنجي توبهہ توبهہ زاري.

هي ماڳ نہ ڪنهنجو آهي،
هتي رهڻو ڪنهن کي ناهي،
پلي هوت ڏي هرڪو ڪاهي،
ويندو هرڪو وڃائي واري.

ڪر يار "امام الدين" آهون،
سائين سٽندو ڊِڪڻ جون دانهون،
ويندو يار ڇڏي ڪيڏانهون،
ڪندو قرب اچي هڪواري.

❑

(36)

ڏاڍو عشق اوکڙو آهي، ڇڏ سانگو سر جو لاهي.

جيڪو دام حسن ۾ ڦاسي،
پڄي هوش عقل کان ٿئي پاسي،
سر نذر حسن کي باسي،
هجي مرد جو سرڙو ساهي

سهڻيءَ صورت يار سڄڻ جي،
موهي مست ڪيو مولي کي
ڪاٿون يار آيو آهي ڪاٿي
وينو ناهہ سڄڻ سڀ ناهي

ڪيا يار بهانا ڪيئي،
ٿيا دوست ديوانا ڪيئي،
نوان نينهن نشانا ڪيئي،
ڪُڏي يار هٿن دم ڦاهي.

ريهي رمزن ساندل ويو آ،
ڦابو عشق "امام الدين" ڪيو آ،
پرين پاڻ پڏر اچي پيو آ،
پري دوست تہ دل کان ناهي.

□





(37)

تنهنجي نانءَ مٿان پيو نانءُ نہ آ، تنهنجو نانءُ نبي اعليٰ شان چوان،
توکي احد چوان، احمد چوان، ياسين چوان، قرآن چوان.

توکي ذات چوان، چو صفات چوان، توکي نور نبي ڏينهن رات چوان،
توکي عشق ۽ مستيءَ ۾ موليٰ، مان رب چوان رحمن چوان.

توکي موليٰ جو مان حبيب چوان، يا محمد صہ موليٰ عجيب چوان،
توکي پاڻ تي پاڻ رقيب چوان، توکي محبت جو مردان چوان.

تو عرش اتي جي ساجد ها، ساڳي صورت جا هِت ساجد ٿيا،
توکي صورت ۾ ۽ سيرت ۾ مان ساڳيو ئي سبحان چوان.

نڪو عرش هيو، نہ زمين هئي؛ نڪو آدم هو، رڳي ڪين هئي،
پنهنجو پاڻ پسي پاڻهي آئين؛ ڪري آدم جو تہ بهان چوان.

تنهنجي صفت "امام الدين" ڪهڙي ڪري، ساري جڳ ۾ سڄڻ تنهنجو نور ٻري،
ٿيءَ دم کان دلبر دم نہ پري، تنهنجو ورد مان دل ۽ زبان چوان.

□

(38)

علي اعليٰ صورت شان آهي، علي سارو سر سبحان آهي.
علي فاتح خيبر، ياورِ محشر، مردن جو مردان آهي

علي لَحمکَ لحمي جِسمکَ جِسمِي صورت ٻہ هڪ ساه آهي.
علي بابو منيءَ، بو تراب آهي، واه واه منيءَ جو مان آهي.

سرڪار مدينہ، علم شهر علي آهي انهيءَ جو ڀريون در.
علي عالم افضل ۽ بهتر علي بابِ علم قرآن آهي.

علي هارون ڪان منزل ۾ مٿي. ناهي طاقت ڪا جبريل جتي.
علي هڪل ۾ هردم حاضرٿئي، علي مشڪل ڪشا مهربان آهي.

اِهو شيرن ۾ ڏس شير آهي، اهو قربن وارو ڪير آهي.
علي ظاهر باطن سير آهي. موليٰ جو مٿي تہ مڪان آهي.

علي شوق شهادت ناز آهي، هادي رب جو رڳو ئي راز آهي.
سڪ سوز وارن جو ساز آهي، علي دردن جو درمان آهي.

پنجتن جو پياسو "ڍڪڻ" هي آ. نوري نور وسي ٿو پيو هرجا.
ڪيو نظر "امام الدين" تي آقا. جو داتا در دربان آهي.

❑





(39)

عشق جي بازي اوکي آهي، ڪيڏن ڪيئي مرد مٿير.
سوليءَ تي سرها ٿي سائين، ثابت ڪن ٿا سارا سير.

اڻ ڏٺي تي عاشق آهن.
ذات صفات ۾ ليئڙا پائن.
هردي اندر هُو هُولائن.
ڪڻ تون يار پرينءَ جا پير.

بار ملامت سرتي چائي،
مائٽ مٽڙا سيئي رنجائي.
يار وچي اتي ديرا لائي،
جاتي ڪونهي ڪوئي غير.

عشق ۾ آدم اول آ ڏوهي،
ثاب پيو سو آخر سوئي،
من ريجهائي رب کي روئي،
دلبر وٽ دل ڪانهي دير.

ح مان حمد آ پيدا ٿيڙو.
الف ۾ آدم آيو اهڙو.
ج ۾ جلوو يار آ جهڙو.
ل ۾ لالڻ! آهي ڪير؟

عشق "امام الدين" ازلي آهي،
سانگو ڇڏ تون سر جو لاهي،
هل هيئن سين هوت ڏي ڪاهي،
اڪڙيون ڪول تہ ٿيئي نہ اوير.

❑

(40)

پائي برقعو بشري آيو، آدم تي انسان الا،
سھڻي صورت، موھڻي مورت، ساڳيو سر سبحان الا.

ڪاٿي باھ ۾ پڙڪو ڪائي،
ڪاٿي طور تجلي لائي،
ڪاٿي موج ۾ مستي آھي،
ڪاٿي نوح طوفان الا.

عشق الستي جنھن دم آيو،
ذات صفات ۾ پاڻ ڇپايو،
احد ڪي ميم آ واھ جو ناھيو،
سر تي تاج قرآن الا.

نينھن لڳو آ جنھن ڏينھن لاڪون،
قالو بلي چئي قول ڪياسون،
ڪاٿي ڪافر مومن ٿياسون،
برھ جو واھ بيان ادا.

ڪاٿي عالم ڪاٿي قاضي،
ڪاٿي رنج ته ڪاٿي راضي،
ڪاٿي ھندو، نيڪ نمازي،
دفتر دل ديوان الا.

ڪاٿي شاھ حسين سڏائي،
ڪربل ۾ تو ڪيس ڪرائي،
ڪاٿي انا الحق الائي،
صوفيءَ سر نشان الا.

ڪاٿي مست مجازيون مائي،
ڪاٿي حقيقت حق سچائي،
عشق "امام الدين" اوڪي آئي،
حيرت ڪيو حيران الا.

□





(41)

رام ۾ لڇمڻ آپ بڻياسي، ڪرشن مرلي بجائي ھُون
ساري جڳ ۾ سنو ري ساڌو، درشن اپني دکائي ھون

گنگا دواري مورنه ويسا،
تيرٿ تکيا آپ بڻياسي،
مسجد مندر مور نه رھسان
ھر صورت ۾ سمائي ھون.

تلڪ لڳا ڪي جٽيا پايان،
ناچون وانگي نينھن نچايان
فرقا ذاتيون ڪيئي سڏايان
مذھب عشق رکائي ھون.

من موھن ڪي سھڻي صورت،
موھي من ڪي موھڻي مورت
ھر رنگ ۾ ھي عاشق عبرت
بيحد بيک بنائي ھون.

اپني خدائي ويکڻ آيا،
خوب تماشا يار بنايا
نالا اپني ڪيئي رکايا
مين ئي "امام الدين" آئي ھون.

□

(42)

مرد ملامت سرتي ساري، برهہ سندا ٿا بار کڻن.
سورهيہ سانگو سر جو لاهي، عاشق اڏيءَ تي روزا چن.

عشق سندو اقرار اسانکي،
نينهن کيو نروار اسانکي،
سر سودو، واپار اسانکي،
لوڪ ملامت پلا جان ڪن.

نازڪ نينهن هنيو آ نعرو،
عشق وڃايو حجاب آ سارو،
لوڪ ڪري ٿو وارو وارو،
نينهن ۾ نانگا روز نچن.

لوڪ لڪي ٿا يار ريجهائن،
هردي ۾ ٿا هُو هُولائن،
منٿن سان محبوب مڃائن،
ظاهر تقوي ڪين رکن.

برهہ جي باهہ تي پارڻ پاري،
سوز اندر ۾ سينو ساڙي،
محبت ۾ منصور ٿي ماري،
روز ازل کان ڪونڌ ڪسن.

عشق اويڙو "ڍکڻ امام الدين"،
دم ريءَ صورت آ ڪجهہ ڪين،
مرلي من جي؛ برهہ جي بين،
مذهب جهيڙي ۾ نہ رهن.
□





(43)

سهڻي ساهڻ ساڳي صورت، ساڳيو تن ۾ ساهہ الا.
ساڳيو تن ۾ ساه الا سائين ساڳيو دم درياهہ الا.

ساهڻ ساري سرڪ ڏني آ،
مست محبت سهڻي ڪئي آ،
ڪاهي يار ڪُنن ۾ پئي آ،
چُست چرين جو چاهہ الا.

دهشت ڏوم درياهہ تي ماري،
سڪ ساهڻ جي روز اڪاري
ترهي ريءَ پيو ڪير ٿو تاري
واهڻ چاهي واهہ الا

لهرون لوڙهن، يارا ٿيون بوڙن،
وحشت واڳون واهہ وڪوڙن
ميهر کان مونکي ٿا موڙن،
مانگر ڪائن ماهہ الا.

پيلو يار سان ميلو ٿيندو،
ساهڻ سير سويلو ٿيندو،
ڪوتہ "امام الدين" حيلو ٿيندو
سڏڙا سڻندو الله الا.
□

(44)

رخ سچڻ جو مثل ڪعبہ سر بہ قدمِ يار ۾
دل طوافِ سوئي جانان گردشِ دلدار ۾

از نگاهہِ يار دلبر،
شرمائجي شمس و قمر،
جان ڪٺي نازڪ نظر،
سيف سرڙي پيار ۾.

چال چنچل چشم آهو،
سخن گوهر الله هو،
مثل قرآن گفتگو،
احمدي اسرار ۾.

معراج جانان روبرو،
هم زبان ۽ هوبهو،
دلربا جي روبرو،
ٿيندو نہ ڪو سنسار ۾.

طورسينا جن بہ سينا،
سي جڙيل جوهر نگينا،
دل مثل عاشق آئينا،
سي رهن ديدار ۾.

لطفِ عاشق انتظاري،
درد دل ۽ بي قراري،
سڪ "امام الدين" ساري،
وحد تي واپار ۾.

□





(45)

آءُ تہ ڪيون سهڻا صنم! سر سندي سوداگري
مرد ٿي ميدان ۾ ڏس مرڻ کان اڳ ۾ مري.

نيڻ نرگس نيم خوابي،
رخ سچڻ جو گل گلابي،
ديد دلبر جي عقابي،
جنهن مٿان پئي ويو ڳري.

زلف بادل سياهہ سارا،
ور وڪڙ واسينگ وارا،
عشق ازليءَ جا تہ چارا،
يار جي جادوگري.

لب اندر دندان گوهر،
مرڪ تجلي ٿئي منور،
سرجهڪن ٿا سر بسر،
واهہ واهہ جو زورآوري.

سرو قد سهڻو صنم،
بي مثالي مثل آدم،
احد احمد هڪ اسم،
دل ربا جي دلبري.

حسن هرجاءِ آهي حيرت،
وٺ "امام الدين" عبرت،
مَن رآني آهہ عزت،
شان الله اڪبري.

□

## (46)

عليٰ امام آ مظهر حق جو،
عليٰ نسورو نور الا.

عليءَ بنا ٻي ڳلي ئي ڪونهي،
موڳا ڪر منظور الا.

عليٰ عياني سر رحماني،
هرجا ذات ظهور الا.

هاديءَ هيٺان نَدم قدم جي،
عين تجلي طور الا.

لک لک واريءَ گهور گهمايان،
بهشت حور قصور الا.

موليٰ واري ميخاني ۾،
مست رهن مخمور الا.

صوفي صاف صفائيءَ وارا،
حاصل منجهہ حضور الا.

محبت واريءَ مٹ ۾ "امام الدين"،
پريا رهون پرپور الا.

عليٰ امام آ مظهر حق جو،
عليٰ نسورو نور آ.

❑





## (47)

### آهين نسورو نورُخاڪي پوشاڪون پهري آئين

ساز ڪٽي تون الستي آئين،موهي منگتا راءِ ريجهائين،
تار تي وينو تار تپائين ڪين مٽين تو مُور،
برهہ جي وينو بين وجائين

سُر سان وئين سُرڙو تون ملائي، لٺ لاهوتي وينين لائي،
ٻول ٻڌل تو يار ٻڌائي محبت جو مذڪور،
دم دم دلبر تو دهرائين

مست ڪيوتنهنجي محبت منگتا، هوش عقل سڀ گم جو ٿيڙا،
پاڻ ۾ پيارا پيهي پيڙا مستن کي منظور،
سوَ سِسيون پي سستيون لاهين

عشق اٿانگو رستو اوکو، جانب آهي جيءَ جو جوکو،
سر جو سودو ناهي سوکو، سِڪ "امام الدين" سور،
پيچ پرين سان پختو پائين

❑

(48)

آهي اهوئي يار، لڪڙا ڏاڍا يار لڪايا

چوريءَ ڇپيءَ ٿو جهاتيون پائي، يار گهٽوئي پاڻ لڪائي،
ايندي ويندي ڪيئن ٿو نٽائي آهن عيب اپار،
مڙئي مدايون ميٽ خدايا

تانگهہ پرينءَ جي طلب آ تن ۾، محبت ٻاريو مچڙو من ۾،
ڪر تون صفائي صاف صحن ۾ دلبر ناهي ڏار،
دوست اچي دل ديرا لايا.

يار سڄڻ ريءَ راتيان ڏينهان، عشق ڪرائي روز ٿو ريهان
سوز ۾ سڏڪا ڪوڪان، ڪيمان سٺندو يار ستار،
ونحن اقرب آپ الايا.

روئڻ ٻاجهون رب نہ ملندو، قرب ڪڏهن ڪوجهي تي ٿيندو،
يار "امام الدين" ايندو اندر ۾ اسرار،
رهبر واهہ جو رنگڙا رچايا.

❑





(49)

تون آن سمون سردار آءٌ مهاٽي آهيان

سر تي چايم ڪک جي ڪاري، ذات اسانجي عيبن هاري،
ٻچڙي بيحد ڪوجهي ڪاري آهيان اوهان آڌار،
نوري نماڻي آهيان

ڪين تي سونهان سرتين وچ ۾، آهيان اوهانجي داتا ڏگ ۾،
هر دم هوندين هادي اڳ ۾ پرتل تي پينار،
ورهہ وڪاڻي آهيان

پلڪ اٽڪيو ٿم پاڻ ڏاڍن سان، مان تہ موچاري ڪوڙن ڪمن سان،
پئجي پُڪي ويس سهڻن سمن سان لهندم سار سنيار،
ڪوجهي ڪوماڻي آهيان

عشق "امام الدين" ذات نہ ڄاڻي، نوري نوازي چام ٿو هاڻي،
سورهيہ ساجا پاڻ سڃاڻي ٻچڙي پل بدڪار،
عشق اياڻي آهيان

❑

## (50)

جوڳين ساڻ جوان! جالي ڏس تہ جبل ۾

جوڳي جنگ جيرا جلائن، ماس هڏن تان روڙي ڪائن،
خون پيين تا خان، اوڪيءَ سوڪيءَ يار محل ۾.

درد جا دونهان دل ۾ دکائن، لوڪان لڪي تا يار ريجهائن،
پاڻ پرين پهلوان، ماڻهن ليکي مست محل ۾.

ڏوڙ ڏري ڇڏ ڪٽ ڪتولا، ريشم ليڙان ڪر تون چولا،
غير وارا تہ گمان، ڪڍ اوڳا تون اول ۾.

گيڙو گلڙا هردي اندر، ظاهر باطن ويس اهو ڪر،
نينهن وارا تہ نشان، پڌر پوندا پل ۾.

عشق "امام الدين" اوڪي بازي، رند ڪي رهندا رمز ۾ راضي،
مرد ملهن ميدان هادي، اڪاري جنڪي هڪل ۾.

□





## (51)

آهيان اهائي آهيان، مان آهيان اهائي آهيان،
ساڳي سجاڻج ميندڙا مان ٻيلي ٻي تہ ناهيان.

پاڻهي آئين تون قرب ڪريدلڙي وٺين تون يار ڦري،
شوق ۾ شائق ڪيئن نہ ڪري سوَ سوَ وڳا متايان.

مون ۾ خطائون ڪوڙ يار، مونکان منهن نہ موڙ يار،
جاني تنهنجا جوڙ يار، ٺاهيون ويٺي ٿي ٺاهيان.

آءُ راڻا! رهہ هڪڙي رات، ذات مان ٿي وڃي آ ڪمذات،
برهہ وسائي آ برسات، نيڻين نير وهايان.

مون ۾ مڙئي مدايون، ڪوجهون ڪيم ڪمايون،
لڱون "امام الدين" لايون، ميڙيون ڪري ميڄايان.

□

## (52)

آءُ تہ انھن جي آھيان، شل ڪانڌي پنھنجو ڪن الا!
ڪانڌي پنھنجو ڪن الا، مارون مرڪي ملن الا!

مونتي حرف ھزارين، ڄام عمر تہ ڄمي ويا،
دامن داغجي پيا، مارون ميار رکن الا.

جھڙي تھڙي واپس ڪر، سڪ ۾ مان سڙندي وڃان،
ريھان ڪندي رڙندي وڃان، پرين مانَ پُڇن الا.

ساھ سانگين کي ساري ٿو، ڳارڻ اھوئي ڳاري ٿو،
مولي اتي نيئي ماري ٿو، جاتي ويڙھا وسن الا.

عيب "امام الدين" آھن مون ۾، اڻ ڪٿ اڪيچار ميان،
ستر ڪر ستار ميان، ڪوجھيءَ جي تہ ڪمن الا.

❑





## (53)

راٺا! رات ڏئي وئين مُٺيءَ کي جانب! جيءَ ۾ جھوري.
جانب! جيءَ ۾ جھوري الا جانب! جيءَ ۾ جھوري.

سُتي سيج پلنگ تي، ساعت وئي تہ سدوري.
جاڳو جاڳو جيڏيون، ننڊ نياڳ ندوري.

گھوريس ڏينھن ڏھاڳ جا، ڳالھ وڏي آ ڳوري.
ملي محبوبن مرحبا، نت گولي وڃي ھيءَ گھوري.

پنڌ اٺاوا پيچرا، پليل آ ھيءَ پوري.
ھادي ھردم حاضر ناظر، ڪيمَ ڇڏيندو ڇوري.

جن جي "امام الدين" دلڙي تي وئي چشمن سان آ چوري.
سي تہ سوتھن سھاڳڻيون، جن لونءِ لونءِ ۾ آ لوري.

❑

(54)

دل پريشان آ سدائين، دلربا دلدار لئه.
نيڻ ٿا ترسن پيا محبوب جي ديدار لئه.

تنهنجي سهڻا هاڪ تي، حيران ٿا ڪيئي رهن.
تنهنجي شمع حسن تي، پرواني جان ڪيئي پچن.
ڪيئن سڙي ڪامي وڃن ٿا ازل جي اقرار لئه؟

ڪهڙي شيءِ آ تو سمائي خاڪ جي بوتي اندر؟
ٿا اسين ووڙيون انهيءَ کي من اچي ڪاٿي نظر.
عشق ۾ انسان کي پيدا ڪيئي اظهار لئه.

احد کي جامون ڏئي ميم جو آئين مٺا.
پنهنجي پياري سان پيارا پيچ تي اهڙا پيا.
جڳ سڄو جاني تو جوڙيو احمدِ مختار لئه.

درد کان دانهون ڪيان ٿو عرض عاجز جو سڻين.
هن بري بيحال سان ڪو قرب من ڪانڌي ڪرين.
عمر پر آهون "امام الدين"، برهه جي بيمار لئه.

❑





(55)

سدا بسنت بهاريون ماڻي واهه واهه ويس مٺائين ٿو.
رنگ برنگي پوشاڪون پهري واهه واهه رنگ رچائين ٿو.

خاڪ جو بنگلو پاڻ بڻائي،
دلبر وينين ديرا لائي،
پنهنجا حڪم تو پاڻ هلائي،
سجدا خوب ڪرائين ٿو.

آئين پلي ڪري آئين ساجن،
ساري جڳ ۾ تنهنجا درشن،
اکڙيون توريءَ ايئن برسن،
جيئن مينهن وسائين ٿو.

هر جا تنهنجي ذات ظهورو،
سالڪ سمجهن سور سمورو،
عشق "امام الدين" آهي ڪورو،
درد جا دوڏ ڏکائين ٿو.

❑

(56)

تڙپي دلڙي تي تولڪ دلبر يار!
ساعت ساعت ۾ ساري لهندين سڪ وارن جي سنڀار.

رُت بسنت جي موٽي آئي، لوڪان خوشيان ڌوم مچائي،
تو بن ڪهڙا بهار؟

سبز پوشاڪون هر ڪو پهري، پؤنر گلن تي گهوران گهوري
ڪن ڪي ڳوڙهن هار

ڳاڙها؛ پيلا گل گلشن ۾ ڦر ڦولهاريا سبز صحن ۾
هُو هُو جا هيڪار

وصل بهاري طلب تہ تن کي ياد "امام الدين" جيءَ ۾ جنکي
عاشق سک آزار.

❑





(57)

ٻاروچو ناهي پيو، مان مُنيءَ ۾ مير آ.

سَتي پئي هيس سيج تي هوت هتان تہ ويو،
ويجهن جو اهو وير آ.

ڏوڻ سان ڏاڙو ڪري، جتن جاڙ ڪيو،
قسمت جو اهو ڦير آ.

واڪا ڪيان وٽڪار ۾، ڏونگر ڏس ڪو ڏيو،
پنهل جو ڪهڙو پير آ.

اونهي يار اندر ۾ پرينءَ جو تہ پتو،
سيني ۾ سارو سير آ.

اڄ "امام الدين" اوريون ڳولي يار لهو،
توهِ لڪو پيو ڪير آ.

❑

(58)

ڪمزو پنيور ۾ ڪم هل تہ هلئون اڄ ڪيچ ڏي

جيئري جت تہ ڏئي ويا
جان جگر ۾ زخم

سات سُتي سرتيون تہ هليو ويو
جاڳيس ڪين ڪي دم

پنهل بنا ڪيئن سک ٿي ويهان
بت ڪندس تہ پسم

ڏاج ڏکيءَ کي ڏهگ ڏئي ويا
اها ريت رسم

جاڳي ڏونگر ڏوري ڏس تون
اهڙو ڪرڪو اُدم

ڪاهيون ڪاهيان آس نہ لاهيان
من ڪرن ڪو رحم

بچڙي بيحد تنهنجي "امام الدين"
ڪوجهيءَ ڪن ڪو ڪرم.

❑





(59)

آئين ٿي آدم ذات لڪايءِ ڪنهن پر پنهنجي

مَلڪن جا ڪيئن سجدا ڪرايئي
آهين پاڻ اُتم

بهشت منجهارون نڪري آئين
کائي داڻو گندم

هل هنگامان سيئي تنهنجا
ناقص آهي فهم

حسن ۽ صورت خوب بنايئي
ڪاٿي عشق الم

سوليءَ تي منصور چڙهايءِ
نيزي سر تہ قلم

راز رنداني تنکي سونهين
ڪوريءَ ۾ تہ ختم

عقل "امام الدين" ڪيئن ٿو پروڙيوي،
جهو رهي ڪيئن گم

❑

(60)

عشق وارن جون ڳالهڙيون نئين سر آهن نيون نيون.

مرد ايندا ميدان ۾ سرڙا هٿن تي کنيون کنيون.

سورن واريون سرتيون رت رت رڱنديون رهيون رهيون.

ٻيائي واريون ٻولڙيون وحدت ۾ سڀ ويون ويون.

ڪاجا مام مُنيءَ کي هيئنڙي منجهه ويا هنيون هنيون.

عشق "امام الدين" ازلئون آئي ڏاج ويا ٿي ڏيون ڏيون.

❑





(61)

هوتن ڏي پٺي هل الا!
سور نہ ڪنهن سان سل الا.
سِرُ سڄڻ تان لٿجي.

ڏاگهن ڏيرن ڏهاڳڻيءَ،
جهاڙايو تہ جبل الا!
هيبت هاڙ هي نہ هٿجي

جيڏيون جدائيءَ جهوريو
پيچ پائي ويو پنهل الا
منهن نہ تنين کان مٿجي

سڪڙي سوائي سوز ۾
جيءَ جيءَ ڪري جل الا!
حرف نہ هو تن رکجي

پنڌ اٿاوا پيچرِ،
سورن ڪيا تہ سهل الا!
گام گريءَ نہ گهٽجي.

برهہ بحال "امام الدين"
فَاذْكُرُونِي قل الا!
وحدت ويڙهي وٺجي

❑

## (62)

دنيا سڄيءَ جو دلبر! ديدار تو ۾ آهي.
آدم ذات حق جو؛ اظهار تو ۾ آهي.

ڪهڙا سنا بهانا؛ آئين ڪري تون سهڻا!
انسان سر الاهي؛ اسرار تو ۾ آهي.

پنهنجي هٿن سان ناهي؛ صورت سئين ڪئي تو!
سينگار تو ۾ آهي؛ سنسار تو ۾ آهي.

پائي تون ليئڙا لڪي وئين پردي اندر پيارا!
تو ۾ آ جلوو جاني؛ چمڪار تو ۾ آهي.

واهه واهه مست ڪيا ٿي؛ مستانا ڪيئي ماري.
ڪاتيءَ ريءَ ڪهڻ؛ جي تلوار تو ۾ آهي.

روئي رڙي "امام الدين"؛ ڪر يار ڪي هٿيڪو.
دل ۾ آ دوست ديرو؛ دلدار تو ۾ آهي.

□





## (63)

مرد سر تي ساريون، ملامتون کڻن ٿا.
عام چريو چون ٿا، مست خوش ڪلن ٿا.

خاڪ مان گل بنائي، آدم نانءُ سڏائي،
سجدا پنهنجا ڪرائي، چو بهشت مان پڄن ٿا؟

يوسف ڪاڻ زليخا، مصر ۾ رڙي ٿي،
هوڪو تہ هاڪ ڏي ٿي، وير ڪيئن وڪن ٿا.

انا احمد بلا ميم، لالڻ ڪيئن لڪن ٿا،
ڪي بشر ۾ پلن ٿا، ڪي راز ۾ رهن ٿا.

ڪربل ۾ ڪوس ڪن ٿا، شير شهيد ٿين ٿا،
راز ڪهين نہ ڏين ٿا، نيزي تي سِر ڪڄن ٿا.

انا الحق الائي، ڳالهيون ڳجهون ڳالهائي،
سِرڙو سڄو سهائي، منصور ڪيئن مڙن ٿا.

شيخ صنعان سڏائي، مذهب دين مٽائي،
عشق ٿو ڪم ڪرائي، سوئر پٽ چرن ٿا.

صدما سورمن ڪي، ازل ڪان اڳي ها.
صوفي شهيد جهڙا، ڪُونڊ ڪيئن ڪُسن ٿا؟

عشق آ "امام الدين"، گلا غيبت جو گهانگهو،
لنگهہ اهو تون لانگهو، عاشق ڪين اڙن ٿا.

□

(64)

تکو عشق جو آتاب.
پچي شمع جو نہ شعاع، نکي آتش آفتاب.

ظاهر خاڪ اندر پاڪ.
وڏي حسن سندي هاڪ.
مرن مير سو فقير، هٽي رخ تا جيئن نقاب.

پيو پور ٿيو نور.
آهي خاڪ ۾ ظهور.
هيو ذات ٿي صفات، هليو حسن جو جناب.

ڪري يار سوَ سينگار.
آيو ساڳيو ٿي ستار.
آدم پاڻ ڪنهن جي ڪاڻ، سِٽيو آڳجهو حساب.

ٿاهي ٿاهہ؛ وجهي ساهہ.
آيو پاڻ آ الله.
احد آهي احمد ٿاهي، رڳو ميم جو حجاب.

سجڻ ساڻ؛ ٿي سڃاڻ.
آهي تو ۾ پرين پاڻ.
"امام الدين" ڪر يقين، سجڻ ريءَ سڀ عذاب.
❑





(65)

سڏ ڏي؛ او سڏ ڏي.

سڏ ڏي تون صوفين سردار سارا!
صوفي سچارا؛ جانب جهوڪ وارا!

دلبر لئہ دلڙي ڪريتي تہ دانهون،
عاشق ازل کان آهن تہ آهون،
ڪرڪا نظر پاڻ تون پيارا

روئان رڙان تو تولاءِ داتا،
ايڏي دير رهبر ڇو آهہ آقا!؟
دوريءَ کان ڪر تون ويئو اشارا

اهڙو ننگو نينهن نازڪ نچائي
رنگڙا پرين وچ رهبر رچائي؛
ڇيرن جا ڇمڪا مردن جا نعرا

شاهہ عنايت سرتاج صوفي،
نيزي تي سرڙو نيو نينهن نيئي؛
سڀ راز رب جا ڪري آشڪارا،

هادي فضل شاه صوفي قلندر،
ظاهر آ خاڪي نوري آ اندر،
هاديءَ تي حق جا نوري نظارا

عبدي ٿي اولو سر آهين سارو،
هادي تون حق جو آهين نظارو،
ساٿي اچي ٿيءَ سائين ستارا

تنهنجي پُڪي تي ماندا مسافر،
ويجهو اچي ڪر ڪا وير واهر،
عاشق "امام الدين" جا سهارا.

(66)

دل ۾ او دل ۾،
دل ۾ مونکي درد مارن جو آهي،
مِٽڙن مارن کي وجي کو ٻڌائي.

قيدن ۾ قابو قسمت ڪيو آ.
جيڏيون وچوڙي ماري ڇڏيو آ.
قاصد اچي کو مارون مِلائي.

صورت سانگين جي سدا ساهہ سانديان،
پنهنجي مارن جي آهيان مان آهيان.
چاڪئون اباڻن وساريو الائي؟

ڪوجهي مان ڪاهل آهيان اوهانجي.
پنهنجي نہ ڇڏ جو پيارا هيءَ باندي.
ڪوجهيءَ سان ناتو ڪوئي نيائي.

ويٺي مارن لئہ روئان رڙان ٿي.
پنڌڙا پڇان ٿي راهون تڪيان ٿي.
من ڪو پيرو ڪن پلي پلائي.

آهيان "امام الدين" در جي مان گولي.
مٽڙن مارن سان ٻنڌڻن جي ٻولي.
ٻانهيءَ کي وچ تون درشن ڪرائي.

□





(67)

سڌ ڏي، او سڌ ڏي،

سڌ ڏي سخي تون سائين سچارا.
مرشد موچارا! ميروخان وارا.

تو در تي هردم آهيون سوالي،
سوالي ڪڏهن پي ويندا نہ خالي،
داتا دڙئون دان ڏي ڪو دلارا!

دردن ڪان هنئڙي ڪيان ٿو تہ دانهون،
ٻڌندين تون رهبرا عاجز جون آهون،
دلبر دلاسا ڏي تون خدارا.

محبت جنهن جي آهي اوهان سان،
مشڪل تنين جي ٿيندي تہ آسان،
ڪر قول پنهنجا پورا پيارا!

هردم تون حاضر آهين حضوري!
روشن مبارڪ نالو تي نوري،
لاري لڳل تي وينا ويچارا.

ڪرت جا صاحب قربن قرارا.
مرشد اسانجا بيشڪ پلارا.
سيني سائلن تي نوري نظارا.

واهر نہ ڪا بي آهي واهہ توريءَ.
رهبر نہ آهي، ڪا راهہ توريءَ،
منجهيل "مسافر" جا سهارا.

□

(68)

سنڌ جي، او سنڌ جي.

سنڌ جي تون صوفين جا سينگار سارا.
لطيف پيارا، پٽ شاهہ وارا.

صوفين ۾ صوفي، سردار آهين.
سنڌ جو سدائين سينگار آهي.
ڪر ڪا نظر ديس تي تون دلارا.

دنيا سڄيءَ ۾ تنهنجا فسانا.
ڳايون اسين ٿا وينا ترانا.
رندن سان ڪر راز تون ڪي نيارا.

تنهنجي زبان ۾ قدرت ڪلامي.
هي ڏيهہ تو در، ڪوڙين سلامي.
هرجاءِ وڃن ٿا تنهنجا نغارا.

تنهنجو عشق آهي، عاشق لطيفي.
سيني جي اندر، سڪ جي آ سيفي.
ڏي سوز سڪ جا، ڪي سبق سارا.

تو در تي آيو، غمناڪ غمگين.
عاجز آيو تي، عاشق "امام الدين".
سڻ تون "ڊکڻ" جا، سڏڙا خدارا.

❑





(69)

سڏ ڏي، او سڏ ڏي.

سڏ ڏي قلندر، قربن قرارا.
شهباز پيارا، مروند وارا!

سيوهڻ ۾ تون آن جانب جلالي.
سنڌڙيءَ جا سورهيہ سائين تون والي.
هر جاءِ تنهنجا آهن نظارا.

انساني اولي سر آهين سارو.
دنيا سڄيءَ ۾ تنهنجو تہ نعرو.
واهہ واهہ وڃن ٿا تنهنجا نغارا.

تنهنجون ڌمالون دم دم وڃن ٿيون.
تنهنجي سخا جون ويرون وهن ٿيون.
سِڪ جي ڪا سُرڪي ڏي خدارا.

تون لعل آهين جهولي لال لالڻ.
تون مست قلندر شهباز سيوهڻ.
جهولي لال جهولين جيءَ جا جيارا.

تو در تي آيا آهن سوالي.
سوالي ڇڏيندين ڀلا ڪيئن خالي؟
عاجز "ڊکڻ" جا سائين سهارا.

❑

(70)

سچ جي؛ اوسچ جي.

سيج جي سفر جو سنگتي نہ ساٿي،
پچو عقل وارا آيو مست هاٿي.

وجهي سونڊ سورهيہ سٽي عشق وارا،
بيشڪ پچن ٿا پوَ ۾ ويچارا.
بيهندا اهي ئي جن شينهن ڇاتي.

جڏهن شينهن ٻيلي ڪري گوڙگاجيون،
برَ جا بدو سپ ڪن ٿا تہ ڀاڄون
هت خوف وارن جي جاءِ نان ٿي.

پنڌ اٿاٺو منزل آ ڀاري،
ويندي اڪيلي محبت جي ماري
رهندي اها ڪيئن جنهن لَٺو لاتي

سڪ جو ثمر ساڻ ساٿي نہ ٿيندو،
اديون عيش وارو رڻ ۾ نہ ايندو.
جنهن سور سنگتي، تنهن ٻوڙ پاتي.

پيائيءَ جي ٻولي ڪڍي پڻ تون ڪاهي،
ريءَ هوت هنڙي رکيو هاڻ ڇاهي.
هوتن ڏي هلندي، هل ڏينهن راتي.

اهڙو "امام الدين" عشق آ اٿانگو،
لوچي لنگهيندا ڪي لال لانگهو.
هاديءَ جو جنکي آهي ذوق ذاتي.

❑





(71)

ناز پرين جي نينهن الا، مون نهوڙيو آ.
جانب جگري تير چڪي الا ڇوڙيو آ.

اکڙين جا ڪن يار اشارا،
نيزا هڻن ٿا روز نيارا،
وحدت ۾ ڪن وارا وارا،
ڪاهوڙين ڪُر ڪوڙيو آ.

برهہ جا بانڪا بين وڄائن،
ڪونڌن جا ٿا ڪنڌ نوائن،
خام خوديءَ کي وينا ڪائن،
ويڙهي ورهہ وڪوڙيو آ.

تو ۾ آهي يار جو ديرو،
قرب ڪري ڪوڪر تون پيرو،
وحدت ريءَ ڪثرت آ جهيڙو،
ناهي جسم تو جوڙيو آ.

مڻ جي سرڪي يار پياري،
عاشق کي ويو آهين ماري،
سرڙو "امام الدين" ڇڏ تون ساري،
مردن منهن نان مرڙيو آ.

ناز پرين جي نينهن الا مون نهوڙيو آ.
جانب جگري تير ڇڪي الا ڇوڙيو آ.

❑

(72)

عشق ۾ ٿي اظهار اهوئي يار آيو.
احمد ٿي اسرار اهو سردار آيو.

ڄائي ڄام نبيءَ جي ٿيڙا، هوهو جا هيڪار،
سڄڻ سينگار آيو.

پاڻ پرينءَ جي يار پيشاني، چوڏس وڏ چمڪار،
ڪري دلدار آيو.

عرش زمين سڀ تابع تنهنجا، جوڙي سڀ جنسار،
ڪرڻ ديدار آيو.

ملڪ فلڪ سڀ ساجد ٿيڙا، ڏيهن جو ڏاتار،
جيئن نروار آيو.

فوج الستي ساڻ ڪري سائين، حورن جي قطار،
اندر پائي هار آيو.

هِت هُت احمد آهي "امام الدين"، آڳي جو اختيار،
اڙين آڌار آيو.

عشق ۾ ٿي اظهار اهوئي يار آيو.
احمد ٿي اسرار اهو سردار آيو.

□





(73)

حسن تجليءَ يار جي موهي، ڪيو مستانو آ.
نيڻن واري ناز تي دلبر ٿيو ديوانو آ.

جنهن دم ڏنائين يار جي صورت،
مُحب مٺي منٺار جي مورت،
آدم جي اظهار ڪرڻ جو بيشڪ برهہ بهانو آ.

لولاڪي چِٽ پهري آيو،
حور و ملائڪ سر آنوايو،
تنهن جي تم سان، تنهن جي قلم سان عاشق جو افسانو آ.

مست نظر ساقيءَ جو پيالو،
هوش وڃائي ٿيءَ متوالو،
سرڪ چکي جنهن دلڙي ڏني، تنهن پيار جو هي پيمانو آ.

جنهن کي ڳولهين تو ۾ آهي،
توکان پرين پل پاسي ناهي،
توءِ ۾ آ ساقي، تو ۾ صراحي، تو ۾ "ڍڪڻ" ميخانو آ.

□

(74)

ڀڏا عشق وارن احرام سجڻ سينگار ڪري.

ڳل ڪفنيون پائي گيڙوءِ رتڙيون، ازلي اٿن انعام.
آيا اقرار ڪري.

نين سجڻ جي نانگا نموڙيا، زلفن ورا دام.
وجهي ويا وار ڪري

ابرو سيف سالڪ مارن، تير تفنگ تمام.
جگر ڪان پار ڪري.

ناز نوائي سورهيه ستيا، ننڊ نيٹون آرام.
ڪِلي ڪيڪار ڪري.

عشق "امام الدين" آڙاهه اڇليو غازي ڪٽندا گام.
سَٽي سر ڏار ڪري.

□





(75)

وري ڪي يار جي سڪ ۾، نوان ڪر عشق افسانا.
اچي محبت سندي مچ ۾، جلي ٿيءِ پاڪ پروانا.

پچائي يار جي صورت، سدا رک ساهه ۾ سانڍي.
محو ٿي مست محبت ۾، ڇڏي ڏي خيال بيگانا.

نگاهِ سوز جا ساقي، پيالا پُر ڪري آئين.
رهن آباد رندن جا، سدائين يار ميخانا.

ٿيا مخمور عاشق هن، الستي جام جُنگ چاڙهي.
عقل ۽ هوش کي ساڙي، ٿيا ديدن تي ديوانا.

ڏسي محبوب کي من ۾ هڻن دم يار منصوري.
سڏي سورهيه پئي سوري، رندن جا راز رندانا.

"امام الدين" عشق جو اولو، پيو اثبات ۾ آهي.
هلڻ ڏينهن رات ۾ آهي مڙڻ ڪم ناهِ مردانا.

□

(76)

برھ جي باھ ۾ عاشق، اچي سينو تہ ساڙيو آ.
قرب واريءَ ڪڙھائيءَ ۾، قربين خوب ڪاڙھيو آ.

عقل ۽ علم جا دفتر، وساري سيئي ويٺاسي.
حقيقت جو سڏي ھاديءَ، تہ ھڪڙو اکر پاڙھيو آ.

دوئيءَ وارين ديوارن کي، ڀڃي پورا ڪندا عاشق.
ونگي وحدت سندي واڙي ۾، ويھي ڪنھن تہ واڙيو آ.

اچن جي عشق جي پڙ ۾، اھي آڙاھ ۾ پوندا.
سڙي جي سوز ۾ ويندا، طبيبن تن کي تاڙيو آ.

سڏي سورھيہ ڏين سرڙو، لاھي سِر ساھ جو سانگو.
ڏسو صوفيءَ عنايت شاھ، نيزي سر تہ چاڙھيو آ.

ڪُسن جي قرب ڪاتيءَ سان، مري جيئڻ اھي مانجھي.
مرڻ ۾ روز جي راضي، مري منصب تہ ماڻيو آ.

رھن جي فڪر ۾ ھمدم، اُھي دائم سدا دم دم.
"امام الدين" تن ھردم، پرينءَ سان قول پاڙيو آ.

❑





(77)

جاتي ڪاتي سڄڻ، ديدار آھي۔ ھر شيءِ ۾لڪل سوئي يار آھي.

ڪڏھن لوح اتي محفوظ ھيو، ڪڏھن درد دروني سوز ھيو.
پسي پاڻ آيو تنھن روز ھيو۔ ٿيو خاڪ ۾ دم اظھار آھي.

ڪري برھ بھانو يار آئين، وٺو صورت صورت تي ناھين.
آھين يار الائي ڇا آھين؟ اونھون آدم ۾ اسرار آھي.

ڏئي حمد کي ميم تون محمد ٿئين، اچي احد جي وچ ۾ احمد ٿئين.
جڏھن برھ ۾ بي خود بيحد ٿئين، جوڙي يار ڪيو جنسار آھي.

ڪري عشق "امام الدين" آ جو تون، ڀيو خيال ڪرين وري ڇا جو تون؟
وڃي برھ اندر ڏس باجو تون۔ ويو تار لائي تہ ستار آھي.

❑

(78)

منھنجا ماروئڙا محبوب ملن. قابو قسمت ڪيڙس ڪٽ ڪرتن.

آھي عمرَ اڪير اباڻن جي. ڏٽ ڏونرن ۽ ڏاڏاڻن جي.
سِڪ سرتين ساھ سيباڻن جي. پيا پل پل پور پنوھار پون.

ڪيئن پٽ پٽيھر مان پھريان؟ چو سونا زيور جان جڙيان؟
ڳھ ڪنڌن ۽ ڪِرڙن مان ڪريان. مون ڪي ويس وڳا نہ مور وڻن.

ساوا گاھ ڦٽا تہ سنگھارن جا. ڏڻ ڏڻ تي ھليا تہ ڏنارن جا.
مزا موھيندڙ تہ پنوھارن جا. اھي نينھن نظارا نيٽين نچن.

ڄٽي زردي پلاءِ مان ڇا ڄاڻي. پڪا پيرون پرين پئي تاڻي.
مُئي مورک سُک سا ڪيئن ماڻي؟ جنھن درد جا دونھان دل ۾ دُکن.

رکيئہ بند ۾ بيوس بند ڪري. ڪيِ بند مان بندياڻي وطن وري.
مئي ملڪ وجي شل ماڳ مري. ھت جنھن لئہ قيد جي ڪوئي ڪفن.

مولِي ميل "مسافر" مارن کي. سگھو سرتين ۽ تہ سنگھارن کي.
وجي پيرين پوي تہ پنوھارن کي. اھي ڏينھن "امام الدين" شال اچن.

❑





(79)

ويس مَتائي يار تون آئين. صورت ساڳي آھي.

خَلقِ آدمَ عَلِيٰ صُورتہ. وَفِي اَنفُسڪُم سوچ سَھي.
سيني ۾ بيو ڇاھي؟

ذاتي ذوق ۾ خيال ڪمائي. تار تون تن جي ويھَ تپائي.
ڪوٽ قلعا ڇڏ ڍاھي.

پاڻ لھي تون عرش کان آئين. خاڪ جا سجدا خوب ڪرائين.
آدم جو دم ناھي.

يار "امام الدين" سيني اندر. کول دروني دل ۾ دفتر.
پردا پرين ڇڏ لاھي.

❑

(80)

آهين الائي ڪير تون آهين؟ رنگڙا واھ جو رچايا ٿي.

آدم جي تون اولي آئين، جانب جسمي چولي آئين.
ڏاڍا لڪڙا لڪايا ٿي.

ڇاڪئون روڪي ڇا ٿو ڪارائين؟ پنهنجي حڪم ڪان پاڻ نٽائين.
بهشت مان يار پچايا ٿي.

برھ ۾ بيحد بيک بنايئہ، عرش اڪيلو رهڻ نہ آيئہ.
محبت مچڙا مچايا ٿي.

احد جو ميم سان شان وڌايئہ، ڪاٿي اعليٰ عليٰ سڏايئہ.
ڪاٿي ڪونڌ ڪهايا ٿي.

هندو؛ مسلم تنهنجون ذاتيون، دين ڌرم جون ڪيئي باتيون.
مذهب ماٺو منجهايا ٿي.

هر مورت ۾ يار جي مورت، آهي "امام الدين" ساڳي صورت.
نالا سوين تہ رکايا ٿي.

❑





(81)

صورت جو سينگار؛ ڪري هت احمد آيو.
احمد آيو؛ بيک بنايو؛ بيک بنايو؛ پاڻ ڇپايو.

صورت پنهنجي پاڻ ٺاٺي، آدم پنهنجو نانءُ ڌرائي.
عشق ڪيُس اظهار، ملڪن سرڙو نوايو.
سِرڙو نوايو؛ شان وڌايو؛ شان وڌايو؛ حمد آ ڳايو.

نوح جو ٻيڙو طوفان چڙهيو، خاص خليل آ باھ ۾ اڙيو.
اڙين جو آڌار، سچڻ سائينءَ سڏڙو ورايو.
سڏڙو ورايو؛ سيني بچايو؛ سيني بچايو؛ تورو آ لايو.

احمد ذات خدا ٿو ڄاڻي، او ادنيٰ ۾ موجون ماڻي.
نُور سچو نروار، برقعو بشري پايو.
بشري پايو؛ خلق پلايو؛ خلق پُلايو، ماڻهو منجهايو.

شاهد ڏي ٿو پنهنجي گواهي، پاڻ ٿي منصف پاڻ الاهي.
مِڙني جو مختيار، محمدُصہ مُلڪ وسايو.
ملڪ وسايو؛ حڪم هلايو؛ حڪم هلايو، ڪولي پڌايو.

ڄاڻ "امام الدين" ٻيو ڪوئي ناهي، آهي اهوئي اهوئي آهي
عاقل ڇڏ اختيار، ڪر ڪو سِڪ جو سعيو
سِڪ جو سعيو؛ عقل وڃايو؛ عقل وڃايو؛ عشق جڳايو.

❑

(82)

محمدصہ ذات حق جو، سِر بسر اظهار ٿي آيو.
ڪنهنجي عشق ۾ هتڙي، ڪوئي نروار ٿي آيو.

صفت لولاڪ مان ظاهر،
پرين هر جاءِ ٿيو حاضر،
احد ۾ ميم پيو آخر،
عجب اسرار ٿي آيو.

ڪڏهن قوسين ڪان ويجهو،
اجا پي يار اقرب هو،
فرق باقي رهيو ڪهڙو،
هڪو هڪ يار ٿي آيو.

الاوهو محڪم ۾ تو بولي،
اڪيون ڏس يار تون کولي،
اڇي احمد ٿيو اولي،
سچو سردار ٿي آيو.

"امام الدين" داتا در،
"ذڪرُ" دانهون ڪري هر هر،
مدد ڪر پاڪ پيغمبر،
اڙين آڏار ٿي آيو.

□





(83)

عشق ڪري انسان وي ميان، آدم ٿي هت آيو آهي.

صورت ۾ آ روح جو پيڙو، واجب سجدي آهي ٽيڙو
مَلڪن جنهن جو سجدو ڪيڙو، فائق ڪيو فرمان
سجدو معنيٰ صورت چاهي

ڪاٿي نوح ٿي ٻيڙيءَ چڙهيو، ڪاٿي باهہ ۾ آهي اڙيو.
موسيٰ ڪيئن فرعون سان لڙيو، ڪاٿي مصر ڪنعان.
عيسيٰ ظاهر آيو ڦاهي.

ڪاٿي احد ٿي آپ الائي، ڪاٿي احمد نام سڏائي.
فرق ڇڙو ٿو ميم رکائي، سارو سر سبحان.
احد ۽ احمد فرق ڪو ناهي.

اناالحق جي ٻولي ٻولي، سولي ٿي منصور ڪي ڳولهي.
عشق برابر يار ٿو رولي، آهي نفعو؛ نقصان.
مرد هجي جو سِرڙو ساهي.

هرجاءِ امام الدين آهي سوئي، مام انهيءَ ڪي سمجهي ڪوئي.
دل ڪي يار ڏِسي ڪوئي ڏوئي، ڪونهي غير گمان.
وهم دوئيءَ جا ڇڏ تون لاهي.

□

(84)

جاڳو ساري رات وي ميان!
ويهي پنهنجي رب کي ريجهايو.

روئي روئي عرض ڪيون ٿا،
اکڙين ۾ برسات وي ميان!
روئڻ ۾ آ راز سمايو.

بديون بيحد اڻ ڪٿ آهن،
خاميون ۽ خطرات وي ميان!
بديون پنهنجون سڀ بخشايو.

توبهه جي تسبيح ڪٽي
ٽوڙيو طلسمات وي ميان!
محل دوئيءَ جا سيئي ڊاهيو

فاذڪـــــرُوني اَذڪُـرڪُـمْ
الاهي آيات وي ميان!
پاڻ پرينءَ آهي فرمايو

وَنَحْنُ اَقْرَبُ پاڻ ۾ آهي،
سيني ۾ سوغات وي ميان!
تار پرينءَ جي تارسان لايو.

ذاتي اسم کي هردي اندر،
لاهوتي ڪيو لات وي ميان!
دم دم وينا ورد ڪمايو.

ٻاجهه ڪندو اڄ ٻانهي تي،
برهه سندي برڪات وي ميان!
عشق "امام الدين" آيو آيو.

❑





(85)

شهباز شير آهين، ترين پريو قلندرا،
فقراء آيو سوالي داتا! اوهانجي آ در.

سنڌڙيءَ جو تون آن مالڪ سردار منهنجو سائين،
درشن اچي تون داتا، دلبر مونکي ڏکائين،
سڀ سوال تون پڄائين، دم دم اچي تون دلبر.

مروند ڪان موچارو، آيو پرين پيارو،
هند پاڪ ۾ لڳل آ، نوريءَ سندو تہ نعرو،
اولياء ڪوئي يارو ڪونهي تنهن برابر.

تون ڪبريا ڪمالي، جاني تون آن جلالي،
شاهه و گدا آ تنهنجي در تي سدا سوالي،
ڪر برهه جي بحالي، امروز تاء محشر.

تنهنجي ثنا ڪان قاصر، آهي زبان "مسافر"،
تون آن مَن درم در، بحر عشق بهتر،
پيينوءَ "ڏکڻ" کي پاڪر، پهراء پاڪ رهبر.

❑

(86)

آئين ويس ڍڪي انساني،
تون تہ صورت آن سبحاني.

خلق آدم عليٰ صورتہِ،
خاڪ ۾ دم رحماني.

پاڻ سجائي پاڻ ٿئين پڌرو،
جامون تي جسماني.

پنهنجا سجدا پاڻ ڪرائي،
آدم جي تہ ڪماني.

ڪنهن سان نوح جي ٻيڙيءَ چڙهئين،
ڪنهن لئہ آن طوفاني.

پيءُ ڪُهي ڪيئن ٻچڙو پنهنجو،
واهہ جو آ قرباني!

آهين احمد بلا ميم،
نور سچو نوراني.

شان علي تي اعليٰ آئين،
نمونو نشاني.

ڪاٿي اناالحق جا دم مارين،
سوليءَ تي سلطاني.

هر جاء "امام الدين" يار ڏٺي ٿو،
سورهيہ آ سيلاني.

□





(87)

جيئي منهنجو رهبر؛ سدا جهوڪ وارو،
سدا جهوڪ وارو؛ ستار پيارو،
سدا جهوڪ وارو؛ ارشاد پيارو،

صوفين جو سر تي پائي تاج آيو،
پهري پوشاڪون آيو پاڻ پيارو،

مورت ۾ صورت ظاهر آ سچڻ جي،
ڪيو خاڪ ۾ دم آگي اشارو،

شاهہِ عنايت شاهي شهادت،
ڏسو ڪربلا جو ميرانپور نظارو،

رتڙيءَ جي ميندي سونهين ٿي سجڻ کي،
ٻڌو گهوٽ ڳانو هٿي نينهن نعرو،

هادي فضل شاه رهبر اسانجو،
صوفيءَ سلامي سچ چنڊ تارو،

عبدي تي اولو ستار ثابت،
پير مغان آ صوفي سچارو،

هادي هدايت، ڪر ڪا عنايت،
راضي "ڏکڻ" تي مرشد موچارو،

□

(88)

آئين عشق ۾ تون انسان ٿي،
ڪيو خوب سڄڻ ته بهان ٿي،
ٿئين خاڪ ۾ دم، جوڙي يار جسم،
آئين ٿي آدم، مونکي تنهنجو قسم.

ٿاهي سهڻي صورت پاڻ پيارا،
ساري جڳ ۾ تنهنجا نظارا،
نينهن سندا هت هنيا ٿي نعرا.

ملڪ فلڪ چو ساجد ڪيا ٿي؟
پيچ پرين سان پختا پيا ٿي،
لِڪڙا ڏاڍا يار لڪايا ٿي.

احمد سان جيئن پيار ڪيو ٿي،
ميم جو برقعو يار ڪيو ٿي،
نينهن اچي نروار ڪيو ٿي.

اعليٰ عليءَ جي شان ۾ آئين،
ڪعبي جي ايوان ۾ ڄائين،
ڪربل جي ميدان ۾ آئين.

ڪيڏا ڪيا ٿي يار ڪشالا،
رنگ رنگيءَ جا روپ نرالا،
"ڏکڻ امام الدين" ڪيئي نالا.

□





(89)

سدائين ڏکن ۾ عمر مان گذاريان،
اباڻان ماڻ پنهنجا ڪيئن ٿي وساريان.

تنهنجا محل ماڙيون پکن مٽ ناهن،
سڪيا سي سانگيئڙا سدا ياد آهن،
ڪيان روز ريهان پرينءَ کي پڪاريان.

ڄائي منهنجي آهي لڳو عيب تن کي،
مرم ۾ مران ٿي واجهائي وطن کي،
مِلي من کو مارون ٿي واٽون نهاريان.

ڪيڏي قيد مان ڇڏ وطن تي مان ويندس،
پنهنجو ڪن نان ڪن قدمين مان ڪرندس،
پکن ۾ پڇاڙيءَ گهڙيون ڪي ته گهاريان.

سدا ساهه ساري ويهان ڪيئن وساري؟
ماروئڙن لئه ماندو ٿو تنڙو تنواري،
اگهڻ انهن جا ٿي ٻانهي ٻهاريان.

"امام الدين" آهيان مان تن جي اصل ڪان،
"ڏکڻ" قولين آهيان مان قابو ازل ڪان،
مٺڙن مارن جون ڪيئي مياران.

□

(90)

بي واهن جي واهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ،
هيڻن جو آ همراهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ.

عمر ساري گناهن ۾ بسر ڪئي، مصطفي صہ مون آ،
محشر ۾ شافي شاهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ.

ڪونهي ڪو آسرو ڪوئي سوا تنهنجي مدني مون،
آقا تون ڪر نگاهہ، سِردار مصطفيٰ صہ.

مونکي اچي ڪو ڏي ديدار تون سهڻا،
تولئہ سِڪي ٿو ساهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ.

توکي احد مان احمد جو رتبو ڪنهن ڏنو،
توتي عاشق پاڻ الله، سردارِ مصطفيٰ صہ.

تنهنجي نور کان شرمائي سج ۽ چنڊ ٿو،
قزبان ڪتيون ۽ ماهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ.

پائي برقعو آئين؛ بشر جو چاڪئون منا؟
ناهين مڙئي ناهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ.

تنهنجي در جو آ، گداگر "امام الدين ٻکڻ"،
رهبر رسائج راهہ، سردارِ مصطفيٰ صہ.

❑





(91)

ڏس رمز سڄڻ جي يار آيو ڪيئن آدم تي آيو

ڏاڍا بهانا يار ڪيا تي،
ويس وڳا پيي خوب ڍڪيا تي.
جوڙي جڳ جنسار،
آيو ڪيئن آدم تي آيو؟

صورت پنهنجي پاڻ سجاڻي،
عشق ڪيو تي ظاهر هاڻي.
ڪنهن سان ڪري سائين پيار،
آيو ڪيئن آدم تي آيو؟

ميم جي چادر منهڙو لڪائي،
محمد مٿڙو نانءُ سڏائي.
عشق ۾ تي اظهار،
آيو ڪيئن آدم تي آيو؟

ڪاٿي اناالحق يار الائين،
هر صورت ۾ خوب سمائين.
ناهين "ٻکڻ" کان ڏار،
آيو ڪيئن آدم تي آيو؟

❑

(92)

ايهو راز آهي اوکو، ڪو سمجهي راز دان.
سمجهي رازدان، تہ ساڳيو سر سبحان.

خاڪ ۾ ٿيو پنهان دم اهو ساڳيو،
حسن ۽ صورت تي مست موليٰ هو.
ڪير آهي لڪي وينو بوتي اندر،
آيو پاڻ عشق ۾ ٿي آهي انسان.

زلف حسن جي ڪيو قابو آهي،
نينهن نازڪ پيو خفي ۾ ڪاهي،
عرش کان آيو ڪٺي سور ثمر،
رهي پاڻ ٿيو هيڪل آهي حيران.

ڪونهي ڪائي "امام الدين" يار جدائي،
پاڻ سجاٺي تہ صورت سائي.
آهہ "ڏکڻ" اولو آدمي مگر،
ساڳي آهي صورت ساڳي آهي جان.

□





(93)

برهہ بهادر آيو يار، شڪر ڪيون تا لک لک وار.

انگ اڙيل هو يار سڄڻ سان، ازل کان منهنجو،
صورت ساڳي يار سجاتي ڪر، تون پرين پنهنجو.
دل کان ڪر نان دلبر ڏار

ديد اڙائي ديد ۾ سهٽا، خيال ڪيي چڏ پيا.
رڳو سڄڻ جي صورت ڪانهي، ڪائي هنڙي ڪا.
رڳو نشي جي خوب خمار،

برهہ پڙهائي باب انوکا، حاجت ڪنهنجي ناهہ.
عشق ۾ ماٺو ڪَن ملامت، الفت اهڙي آهہ.
ماٺهن ڪانهي ڪائي ميار،

نينهن نئون ٿي آيو، "امام الدين" ڏکڻ ازلي آ.
پيچ پرينءَ سان پختو پيو آ. عاشق اصلي آ.
دوست جا دل ۾ هن ديدار،

□

(94)

رات آ رنگين هي بي حجاب آ.
محفل ۾ شوق سان هُو بي نقاب آ.

محفل اداس آهي اچين يار چوندَ تو؟
صورت لڪائي ويٺين پردي ۾ يار ڇو؟
شرمندو نُور تنهنجي ڪان ماهتاب آ.

تنهنجا نيڻ نرگسي جڻ پيالا شراب جا.
صورت تنهنجيءَ ۾ سڀئا نقطا حساب جا.
سمجهي ڪو مام آدم سِر لاجواب آ.

هر رات کي سينگاريان تارن جي ڇانو ۾.
محفل کي پيو سَجايان تنهنجي تہ نانءَ ۾.
ايندين "ڏکن" ڏي آخر پر ڪجهہ شتاب آ.

❑





(95)

تي آدم حق اسرار آيو.
گم تي خاڪ ۾ ڪيئن ويو آ. پاڻ ڇپائي يار آيو.

دام حسن ۾ ڦاسي پيو. عشق ۾ظاهر آدم ٿيو آ.
ڪنهنجي محبت ۾ جڳ سارو جوڙي ڪري جنسار آيو.

سهڻي صورت پاڻ بڻائي. آدم پنهنجو نانءُ رکائي.
پنهنجي حسن کي پاڻ ڏسڻ لئہ. دلبر ڪرڻ ديدار آيو.

هر صورت ۾ آهہ "امام الدين" مخفي مام "ڏکڻ" آ يقين.
پاڻ سجاڻي تہ سڀ ڪجهہ پڌرو. دل جي اندر دلدار آيو.

❑

(96)

او دلربا! ڪهڙا ڪهڙا ويس تو ڍڪيا.

خاڪ ۾ لِڪين گهٽو پر ڪٿي لِڪي سگهين.
اسم تي تون جسم ۾ ڪيئن اچي لِڪي پئين.
پائين روز تو نوان وڳا.

ڪنهن سان تنهنجو تي ويو اوچتو تہ پيار آ.
تصوير حسن جي ۾ عشق ڪيو اظهار آ.
رنگ تو ڪيئي پريا.

ڪيئن اچي "امام الدين" عشق نعرو آ هنيو.
ديد سان ڏکڻ ڦري ڪو دل ڏتاري آ ويو.
ڪير آ اهو منا؟

❑





(97)

مُلا! يار ريجهائڻ ڏي.
پنهنجو پرين پرچائڻ ڏي.

فخر عبادت ساري وڃائي.
دل ۾ دوست ڪمائڻ ڏي.

لا اله الا الله آ اٽپورو.
سهٽي ڪي ساراهڻ ڏي.

احمد ڪي تون بيو ٿو پائين.
احد ۽ احمد الائڻ ڏي.

ساڳي نُور مان پيدا ٿيو آ.
ڳڻ پرينءَ جا ڳائڻ ڏي.

جَاءَ الحَقُ و زَهَقَ البَاطِلُ.
اِنَ البَاطِلَ پچائڻ ڏي.

مَن رَآنِي مام پروڙي.
غير نہ بيو ڪوئي پائڻ ڏي.

وَما رَمَيتَ ۾ ڪولي ڇپائين.
ڳالهہ صحيح ڳالهائڻ ڏي.

هي نہ هجي ها؛ هُو نہ رهي ها.
لولاڪي لنوَ لائڻ ڏي.

محبت مدنيءَ جيءَ ۾ پيل جان.
سوليءَ سِرڙو چڙهائڻ ڏي.

عشق عربيءَ جي ۾ "امام الدين"
ڪافر؛ چريو چوائڻ ڏي.

(98)

غافل! غير نہ ڄاڻ،
پنهنجو پاڻ سڃاڻ.

آدم واري بنگلي اندر،
رانجهن ڪئي تہ رهاڻ.

خاڪ جو بوتو چاڪ جو چولو،
ڪڏهن جوڳين ساڻ.

سڀ ڪي سمايو سيني ۾ تي،
من ۾ موجون ماڻ.

اَلانِسانَ سِري وَ اَنَا سِره،
پاڻ منجهہ ئي پاڻ.

راز الستي آهہ "امام الدين"،
ٻاهر ٻاڦ نہ آڻ.

❑





(99)

ماهي ميڏا هر رنگ وسدا،
هر مظهر ديدار اُنهيندا

آدم دي بوتي وچ آيا،
سهڻي ساجن پاڻ ڇپايا،
صورت ۾ سينگار اُنهيندا.

نال رانجهو دي اکيان اڙيان،
روز ازل نون ريهان رڙيان،
دلڙي لٽڻ هي ڪار اُنهيندا.

رانجهن ڪون مين ياد پئي ڪرندي،
رانجهن ميڏا مين رانجهن دي،
اَذڪَرڪُم اقرار اُنهيندا.

چاڪ تي آيا يار اٿاهين،
صورت سر اسرار اٿاهين،
صورت سر اظهار اُنهيندا.

آپ پڇاڻي آپ سڃاڻي،
راز "امام الدين" ڪوئي ڄاڻي،
آپ اندر انوار انهيندا.

❑

(100)

آدم سر الاهي انسان ٿي آيو.
انسان ٿي آيو، مهمان ٿي آيو.

عرش زمين جي پردي تي؛ ڪيل ڪيڏي وئين يار ڪيئي.
ثابت سهٽيءَ صورت جو؛ سامان ٿي آيو.

نوح نبيءَ جي ٻيڙي تي، سير ڪرايئي سالڪن.
باقي پنهنجي عالم تي؛ طوفان ٿي آيو.

احد ۽ احمد فرق نه ڪوئي، ميم نزاڪت نور مڙوئي.
صاف سڃاڻي ته صورت سر؛ سبحان ٿي آيو.

صوفي شاهه شهيد ڪرايئه. ڪربل جهوڪ ۾ رنگڙا لايئه
سوليءَ عاشق سرڙو ڏئي؛ قربان ٿي آيو.

عبد "امام الدين" اولو آهي، گولن جو هي گولو آهي.
اندر آقا ظاهر ۾؛ دربان ٿي آيو.

❑





(101)

عاشق عمر سڙي، دانهون دم نه ڪري، ٻاهر ٻاڦ ڪڍڻ ائين ناهه روا

اک آلي هجي دم نه خالي هجي،
سدا صورت دل ۾ بحالي هجي
روئڻ ڪاڻ سڄڻ سڄي عمر ادا.

درد دل ۾ رهي، سختيون سور سهي،
عاشق روز ازل کان سک نه لهي.
مَردن ڪيئي سڄڻ لئه سور سنا.

جي تو نينهن اڙي، عاشق ڪين مڙي،
سوليءَ مردن جو سرڙو ٿو چڙهي
ڪيئن ريءَ قصور ته ڪونڌ ڪُٺا!

دانهون دل جي اندر ته "امام الدين"،
پنهنجي پرينءَ جي ڪر روز پچر.
جيئن ڪورو ٻري تيئن رهه تون سدا.

❑

(102)

آءُ مل مونسان يار، هادي عبدالستار!

جانب تنهنجي يار وڇوڙي،
نينهن ڇڏيو آ مونکي نهوڙي،
دل کان ڪر نان ڏار،

جسمي جدائي يار ڪري وئين،
دردن ماري دلڙي ڦري وئين،
درشن ڏي دلدار،

جهوڪ تنهنجي جون جايون اهي ئي،
اکڙيون ڳولن روئي روئي،
ساٿي ٿي تہ ستار!

ظاهر برقعو پائي ويو آن،
پنهنجي ملڪ تي پاڻ هليو آن،
سڀ تنهنجا سنسار،

واعدا اچڻ جا يار ڪيا ٿي،
ديرا پنهنجا پاڻ هنيا ٿي،
ڪنهن پر ٿي نروار،

دل ۾ جهاتيون پائي ويٺين،
دونهان درد دکائي ويٺين،
تن ۾ تنهنجي تار،

تنهنجي لاري آهي "امام الدين"،
ڪين ڇڏيندين "ڏکڻ" غمگين،
صوفين جا سردار!





(103)

دلربا دلدار کي چئہ صبا! تون السلام،
ماهہ لقا منتار کي چئہ صبا! تون السلام،

صوفين جي سلسلي جو تاج سر تي تنهن هيو،
باصفا سردار کي چئہ صبا! تون السلام،

عبد جو اولو هيو جسم خاڪيءَ ۾ پيل،
سر صحيح ستار کي چئہ صبا! تون السلام،

فقراء جي رونق سدائين سونهن سهڻي ساڻ هئي،
گلبدن گلزار کي چئہ صبا! تون السلام،

هر هميشہ خوش زبان ۽ خنده روءِ صاحب هيو،
جهوڪ جي جنسار کي چئہ صبا! تون السلام،

ٿي جدائي يار ظاهر؛ پاڪ صورت ڪان وئي،
عاشقي انوار کي چئہ صبا! تون السلام،

نيڪ سيرت نيڪ صورت نيڪ مولي مرد هو،
نيڪ؛ نيڪوڪار کي چئہ صبا! تون السلام،

نور نوراني، ولي الله، سر اسرار هو،
الله جي اسرار کي چئہ صبا تون السلام،

صبغت الله آهي صوفي، رنگ سھٽي ۾ رنگيل،
صوفين سينگار کي چئہ صبا! تون السلام.

عبد جي اولي ۾ صوفي نور حق نروار ٿيو،
ثاني عبدالستار کي چئہ صبا! تون السلام.

فردوس آهي صاف صوفي نورِ عرفان ٿيو مقيم،
سالڪي سنسار کي چئہ صبا! تون السلام.

سال تيرنهن سو ايڪياسي ايڪهٺ آ عيسوي،
رهبري رفتار کي چئہ صبا! تون السلام.

تيوهين تاريخ هئي ۽ ماه جماد الثاني هو،
صوفين سردار کي چئہ صبا! تون السلام.

ٻي ڊسمبر ڏينهن ڇنڇر تي جدا جاني ٿيو،
دوست جي ديدار کي چئہ صبا! تون السلام.

ڳوٺ ڍڪڻ مان "مسافر" جو قبولج هي سلام،
دردِ غم غمخوار کي چئہ صبا! تون السلام.

دائما در تي سوالي آ "امام الدين" هي،
محب مٺڙي يار کي چئہ صبا! تون السلام.

❑





(104)

جهوڪ "مسافر" جوڳي ويندا، جاتي تن جون جايون.
ملڪ عدم جا آهن مالڪ، پير پريت جا پاپون.
آيا آهن سير ڪرڻ لئہ. سورهيہ سرڙو ساهيون.
آدم جي اولي ۾ آيا. ويس وڳا تہ مٽايون.
پنهنجي خوشيءَ سان پاڻ ئي ويڙا. ويندا وارا وڄايون.
گل؛ ڦل؛ باغيچا سڀ پنهنجا. ناهہ ويندا سڀ ناهيون.
شاهہ؛ گدا جو جامون پهري. هر رنگ ۾ اسين آهيون.
عشق جي اهڙي آگ لڳائي. دونهان درد دکايون.
پنهنجي صورت پاڻ سجائي. پاڻ ۾ پاڻ سمايون.
ڪير سڃاڻي، ڪير تون آهين. آهيون الائي ڇا آهيون؟
خاڪ وڃي ٿي، خاڪ ۾گم ٿي. باقي پاڻ لِڪايون.
سورهيہ سوپ تنين کي "امام الدين". لئون ويندا جي لايون.

❑

(105)

معراج واري رات آ، محب ملاقات آ.

عرش کان آيو لهي، باملائڪ آ وحي.
بُراق تي سهڻو چڙهي، عرش ويو اڄ رات آ.

تخت سهڻي جو ٺهيو، حورن آهي سينگار ڪيو.
خود خدا حيران ٿيو، ساڳي اهائي ذات آ.

سير سبحاني هيو، راز رحماني هيو.
هرڪو حيراني هيو، طلب تنهنجي تات آ.

عرش اعليٰ تي خدا، محبوب جي ڪئي مرحبا.
هرڪنهين ٿي گيت چيا، منٺڙي "امام الدين" لات آ.

❑





(106)

عشق جي آواز ۾؛ ڪو عشق جو ٻولي نظم.
محبتي ڪنهن ماڻ سان؛ ڪو مرد ئي تولي نظم.

شعر جي حرف ادا جا، ڪيئي عاشق عام هن.
رند جي ڪنهن رمز ۾، ٿو رند جو رولي نظم.

عقل جا پردا اچي، اڄ عشق ۾ حائل ٿيا.
نينهن جو ناياب نقطو، نينهن جو کولي نظم.

پاڻ کان پاسي هٽي؛ تون پاڻ ۾ جاچي تہ ڏس!
پاڻ مان ئي پاڻ کي ٿو پيار جو ڳولي نظم.

برهہ جي بازار ۾، بي خود اچي بانڪا پيا.
منصور جي مڪتب منجهان، ڪو مست ئي مولي نظم.

نصف زيارت يار جي، آهي ڪلام يار ۾.
روبرو آهي "امام الدين" پر اولي نظم

❑

(107)

اسين مست آهيون پنهنجي خيال ۾.
اسين ريڍا رهون هر حال ۾.

پنهنجي دڳ دنيا کان نرالا، محبت جي مڌ جا متوالا.
نينهن نشي تہ نهال ۾.

محبت مذهب آهي منهنجو، جهيڙي فرقي ڇاهي منهنجو؟
وحدت جي تہ وصال ۾.

صوفي صاف صفائي وارا، نينهن سندا ڪن روز نظارا.
جانب جي تہ جمال ۾.

دم جي سرت ۾ سير سيوئي، راز "امام الدين" آهي اهوئي.
سالڪ سمجھ سوال ۾.

❑





(108)

ڪي مرد ايندا ميدان ۾، جن سانگو ڇڏيو سر جو

عشق اتاريو جنکي آهي، سورهيہ ايندا سيئي ڪاهي
نينهن چڙهيا نِشان ۾.

ڏرتي اڇليا اپ مان آيا، جوڳي ڇڻ ڪاٺئون جا ڇايا؟
ويس انهيءَ انسان ۾.

راتيان ڏينهان روح رهاٺيون، ملڪ انهيءَ جون ڪَن ڪهاٺيون.
عشق واري اعلان ۾.

مست رهن مخمور مدامي ترڪ ڏئي تيا ترڪ تمامي.
محبت جي ميخان ۾.

راز "امام الدين" جنجي دل ۾. مست آيا سيئي محفل ۾.
ساز انهيءَ سامان ۾.

❑

## (109)

درد ديواني دلڙي ڪئي آ، اکڙي سجڻ سان اڙي، او يار اڙي آ

روز ازل کان واعدو جو ڪيڙم، بار برھہ جو برسر پيڙم،
جيئڙو ويو تن سان جڙي، او يار جڙي آ.

سِڪ ۾ سدائين عمر گذاريان، پنهنجي پرينءَ کي دم دم ساريان،
راتيان ڏيهان رڙي، او يار رڙي آ.

درد اندر دل دوڌ دکن ٿا، باهہ برھہ ۾ پتنگ پچن ٿا،
سوز ۾ وچ تون سڙي، او يار سڙي آ.

پاڻ ۾ يارُ "امام الدين" آهي، پاڻ کان پاسي پَلُ پي ناهي،
غافل رھہ نہ گھڙي، او يار گھڙي آ.

❑





## (110)

يا رب ڪنهنجي دل جو اثر بي اثر نہ ٿئي،
وقتِ دعا اجابت خالي سحر نہ ٿئي.

آخر گناهِ آدم معافي طلب رهي،
بندہ گنهگار چو اميدور نہ ٿئي.

درد حيات غم کان نالان رهي نہ ڪو،
غم زندگيءَ کان خالي دل جو گوهر نہ ٿئي.

روئڻ جي لذتن کان واقف ڪو رند ٿئي،
اک اشڪبار خشڪ ڪڏهن چشم تر نہ ٿئي.

مفلس ايامِ گردش اسبابِ عاشقان،
اهلِ فقر جي شايان ڪڏهن اهلِ زر نہ ٿئي.

جامِ شراب روز ازل کان مليو مونکي،
مدهوش مست ساقي دورِ نظر نہ ٿئي.

پنهنجوئي پاڻ ۾ آ محبوب مهہ لقا،
منهن ڪعبہ دل دماغ چڙو در بدر نہ ٿئي.

سو حسرتون پلي جان طوفان غم اٿن،
دم يار کان جدا تہ "مسافر" مگر نہ ٿئي.

❑

## (111)

پنهنجو پاڻ سڃاڻ؛ پيو تان وهم نہ آڻ،
نہ تہ دعويٰ اجائي عصيان آ.

مَن عَرف موچاري مام نہ سمجهين،
سِر ريءِ سڪٿو ڇو تو سهڪين؟
هٿين سَڪٿو دم، تنهنجو ڪهڙو ڪم؟
اهو دم ريءِ دم دهمان آ.

صوفي مسلڪ سولو ناهي،
ظاهر صوفي باطن ڇاهي؟
ڪيون ڏيک وڏو، جيئڙو تہ جڏو،
اهو برهہ مٿي بهتان آ.

فڪر فنا ۾ فاني ٿي وڃ،
وهم دوئيءِ جا پولا سپ پيچ،
تهان پوءِ تون ڏس، پنهنجي پاڻ ۾پس،
وَ فِي انفسڪُم اعلان آ.

وَ نَفختُ فيهِ مِن الرّوحي آيو،
خاڪ ۾ ڪنهن آ پاڻ ڇپايو؟
دم خيال ۾ رهہ ڳولي يار تون لهہ
ساڳي صورت سِر سبحان آ

غير "امام الدين" ڪوري ڪيو تون،
وڻ وڏائي جا پيي وڃ تون
ٿي خاڪ ۾ گم، رکي اسم آدم
آيو عاشق عاليشان آ.

❑





## (112)

غافل غفلت ۾ ٿا گهاريون،
عمر اجائي ٿا ڳاريون

نفس ڪري ٿو سَوَ سو نخرا،
دم جي ويسر دم جا ڦيرا،
نادان نفس نہ ماريون،

ڪثرت اڄ ڪيئن ڪاهي پٽي آ،
خام خودي پيي ويڙهي وٽي آ،
ڏيک وڏو ڏيکاريون،

دل ۾ يار سڄڻ جو ديرو،
جيءِ سان جانب لاءِ تون جهيڙو،
جڏڙو جيءِ جياريون،

ڪوڙ خطائون يار "امام الدين"،
محبت ريءِ ڪانهي تسڪين،
توبہ تن تنواريون،

❑

## (113)

ڏسو عاشق جي عجب زندگي آ،
غمن حسرتن ساڻ پرپور آهي

ملڻ لاءِ ماندي سدا دل رهي ٿي،
اميدن تي هي زندگي پئي جيئي ٿي،
محبت ۾ ماندو ڪو مجبور آهي.

سنده جلوو جانب لڪل آهه هرجاءِ،
پرين ويجهڙي ڪان پري ڪير ٿيو آ،
سڄاڻي ته ساڳيو ڏسو نور آهي.

ڪشالا ڪري عاشقن کي رلائين،
پري ناهين تاهم پري تو ڏسائين،
مصيبت محبت ۾ منظور آهي.

وڻي واعدو دل کي سوگهو ڪيو ٿي،
ڏکڻ پيچ پرين سان پختو پيو ٿي،
ملي مڌ آ مستيءِ جي مخمور آهي.

❑





## (114)

ڪر نوڙت نياز سدائين، چو بندا غير ٿو پائين

آدم خاڪي خاڪ مڙوئي،
سوَ نالا ذات هڪوئي،
هندو؛ مسلم پيد نه ڪوئي،
صوفي صاف سڏائين.

فخر وڏائي سيئي اجائي،
جوڻي جڳ جي جوڻي ڪمائي،
سيني جي ڪر صاف صفائي،
نيت نيڪ رکائين.

هر شيءِ سان رک پيار محبت،
ڪنهن سان ڪانهي ڪائي نفرت،
رهبر پنهنجي سان تون الفت،
دم دم چو نه وڌائين؟

هي جڳ فاني؛ تون پڻ فاني،
ڪوئي نه رهندو منهنجا جاني،
قائم رهندي نينهن نشاني،
ناتو نينهن نڀائين.

راهه "امام الدين" رندن واري،
هر جڳ کان آهي ته نياري،
لوڪ سُتي ڪر آهه و زاري،
پنهنجو پرين پرچائين.

❑

(115)

چم چم سانوڻ جيئن وسن تا. نيڻ ڪيو ڏس نارا،
صوفين جا سردارا! هادي عبدالستارا!

ڪارا ڪارا بادل آيا،
رم جهم سانوڻ رنگڙا لايا،
بادل برسن؛ اکڙيون ترسن،
چم چم تيا چنڪارا.

گوڙ گگن ۾ گاجيون لائن،
چمڪ ٿمڪ ڪوڪيون شرمائن،
بادل جهومي؛ ڌرتي چومي،
وس وس ڪن وسڪارا.

چمن چمن تو چيهو بولي،
گل گلشن تو گهونگهٽ کولي،
ڏيک ڏيکالي؛ هر جا نرالي،
صورت جا سينگارا.

وڻ ٽڻ ويس وڳا تا پائن،
سبز پوشاڪون جهرمر لائن،
رنگ "امام الدين" آهن آهن،
رنگيءَ جا تہ نيارا.

□





(116)

اسم الله هُو ۾ گم ٿي،
پاڻ ۾ جاچي ڏس تون پيارا!

منڙو جنهنجو نالو آهي،
اهڙو ئي تہ اسم ٿي،
ورد ڪري چڏ ليل نهارا.

وَنحنُ اَقربُ ٻوليون ٻولي،
دور نہ تو کان دم ٿي،
اَنفُسڪم آهن تہ اشارا.

خاڪي جسم ۾ پاڻ ڇپائي،
صورت ۾ آدم ٿي،
روز پرينءَ جا نوان نظارا.

لَولَاڪَ لَمَا ڪيئن چئي ڏنائين،
برهہ وارن جو بزم ٿي،
احمد ڪارڻ هي جڳ سارا.

رنگ رنگيءَ جا سڀ کان سهڻا،
توهر باغ ارم ٿي،
تو ۾ گلشن گل گلزار.

ذات صفات مان پائي جهاتي،
پاڻ ۾ ئي پيهم ٿي،
جنهنجا "امام الدين" اندر اوتارا.

□

(117)

ڪري دلڙي دکي ٿي دانهون،
ڪڏهن يار سڄڻ مونڏي ايندو،
ڪڏهن يار اڱڻ منهنجي ايندو،

وينو الائي ڇاڪئون وساري؟
دلڙي تنهنکي دم دم ساري
ٻڏي عاجز جون هيءَ آهون،
اچي سائين ساٿي ٿيندو

سوز درد ۾ سينو سڙي ٿو،
عاشق روز ازل کان ڪڙهي ٿو
ٻاري برهه اندر ۾ ٻاهيون،
جلي جان جگر دل ويندو

دام اڏي دلڙي ويو ڦاسائي،
ڦٽڪي سو ڪيئن ٿو جان ڇڏائي؟
جن کي ڳچيءَ ڳل ڦاهيون،
تن يار ڪڏهن نه ڇڏيندو

عين اٽين جا جنکي اشارا،
گھائي ڇڏيا مرڊن سر سارا
ڪن قرب منجهان ٽا ڪاهون،
سو تير جگر تي جهليندو

ياد "امام الدين" جنکي آهي،
تن کان پرين پل پاسي ناهي
سيئي وڃائي واهون،
پوءِ نال سڄڻ نيو نيندو،

❑





(118)

حسن جا هرجاءِ سهڻا دم بدم ديدار ڏس،
عشق وارن جا الستي، اڄ، اچي اسرار ڏس.

بزمِ شاعر؛ بزم عالم؛ برمِ عاشق اور آ.
عاقلن گفتار ڏس عاشقن اظهار ڏس.

ڏس سرِ آدم ۾ پنهان، راز رحماني سڄو.
عاشقن جا حيدري، سيوهڻ سدا انوار ڏس.

مصنوع جي صورت ثميل، ضاع جي صورت مثل.
من عرف جا پاڻ ۾، جاچي سڄڻ کي پار ڏس.

منصور پارن پاڻ ۾، جاچي پرين پڌرو ڪيو.
"مَن نمِي گويَم اَناالحَق چونَه گويَم" يار ڏس.

مڪتب مُلا اڳيان، عاقل اديبن جا هجوم.
عشق جي مڪتب اڳيان، لتڪيل سرين ڏڙڏار ڏس.

درد غم جا داعما، اسباب عاشق ٿا رکن.
بي ثمر سورهيه رهن، تن جا وري واپار ڏس.

دفترِ بزمِ قلندر ۾ "امام الدين" اڄ.
عاشقن سان بندءِبدڪار جا اشعار ڏس.

❑

(119)

ديدار بہ ٿي انڪار بہ ٿي، اها راهہ و رسم سبحان الله!
محفل ۾ هجين ٻاهر پيي رهين، اهو قدم قدم سبحان الله!

ڪيڏن وحدت مان، ڪيڏن ڪثرت ٿي؟
اهو هل هشم؛ سبحان الله!
بهشتئون بہ تڙين، معافي بہ ڪرين،
اهو غرض گندم؛ سبحان الله!
لاحد پيي هجين ۽ حد ۾ رهين،
اهو حد حڪم سبحان الله!
عاشق بہ هجين، عاقل بہ رهين،
اهو عشق علم؛ سبحان الله!
بي رنگ بہ هجين ۽ رنگ رڪين،
هيءَ حسن آدم؛ سبحان الله!
بي مثل هجين ۽ مثال ڏسين،
اهو اسم جسم؛ سبحان الله!
ڪنهن ٻيڙو ڏئين، ڪنهن غرق ڪرين،
اهو رنج، رحم؛ سبحان الله!
ڪيڏن باهہ ستين؛ ڪيڏن باغ ڪرين،
اها آگ، ارم؛ سبحان الله!
تون احد هجين؛ احمد پيي هجين،
اهو برقعو بلم؛ سبحان الله!
تون ذات هجين؛ هو بہ ذات رهي،
اها صفت اسم؛ سبحان الله!
ڇا شاهہ هجي، ڇا سپاهہ هجي،
تنهنجو قرب ڪرم؛ سبحان الله!
ڇا امام هجي ۽ دين هجي،
سر نيزي قلم؛ سبحان الله!

□





(120)

لَتي دلڙي دلبر رمزن سان ويو آ. عشاقن جي جڳ کان نرالي رسم آ.
سوين تير ڪاٽن جگر پار آهن، فقيرن جي منزل اڃا پيي اتم آ.

رَکي سر اڏيءَ تي هي عاشق جي آيا، ڪسڻ لاءِ آتا نہ ڪنهن پوڇايا،
ڪٺا جي قربين نظر جي شهيدن، ڪٺل قربدارن جو سرڙو قلم.

مرڻ کان اڳي جي مري مات ٿيڙا، مٺا ڪين سڏجن جي گم ذات ٿيڙا.
مرڻ آهہ اوکو؛ جيئڻ آهہ اوکو، مرڻ ۽ جيئڻ ٿي تہ مردن جو ڪم آ.

ڪٺي ناز مان جيئڻ نهاري ٿو دلبر، ستي سيف ابرن سان ماري ٿو دلبر
وجهي دام زلفن جو مردن کي ونگي، عجيبن جو اهڙو نرالو قِسم آ.

ڪيئي مرد آيا ڪيئي مرد ايندا، رهيا سرجي ثابت سي سورهيہ نہ ويندا.
ڪنن جي ڪچهريءَ ۾ تون پيي ڪَسي پئہ، ڪمين تان اڃا پيي وڏوئي رحم آ.

"امام الدين" عاشق اتاهون ٿي آيا، ٻَڌي موڙ سر تي ملامت سجايا
نہ سمجهي ٿو ڪوئي، نہ سوچي ٿو ڪوئي، انڌي عقل جو هت قصوئي ختم آ

□

(121)

مريضِ محبت جو مرض آ انوکو، عجب مرض جو هي تہ بيمار آهي.
لڳي چوٽ دل ۾ جنهن کي سو ڄاڻي، نظر عام جيءَ ۾ تہ هوشيار آهي.

ازل جي عشاقن دلي درد پاتو، مرض لا علاج آ ڪهين نا سڃاتو،
ڦڪيون فرق ڪيئن ڪن مريضِ محبت، دوا تنهن جي دارون تہ ديدار آهي.

نگاهن سان جادو هٽي يار ويو آ، مُنڊي مَنڊُ ماندو وجهي وار ويو آ،
سحر سامريءَ جو اثر ڪونہ ٿيندو، هي جادو عجب عشق اسرار آهي.

عجب عشق ياڪي يگانو ٻڌائي، نظر جي تہ نوڪن نشانو ٻڌائي،
ڪري گهاءُ دل ۾ ڪو گهائي ويو آ، انهيءَ گهورگهائي ڪيو لاچار آهي.

سڄڻ کي دم دم هيءَ دلڙي ٿي ساري، اها ياد جيئري مُئي ڪين ماري،
"امام الدين" عاشق پيا جي پناري، تنهن ساڻ ساٿي تہ ستار آهي.

❑





(122)

اباڻن لَءِ ماندي دلڙي رهي ٿي، پکا ۾ پنهوار وساري نہ وسرن
بندي بند بيوس ڪري ٿي تہ دانهون، اکين مان ائين نيربارش جا برسن.

جدائيءَ اباڻن جي جيءَ آهي جهوريو، مُنيءَ جو ماروئڙن تان سر ساهہ گهوريو،
مڙئي حرف مون ڏي ماروئڙن جا آهن. مداين کي ميٺي پرين شال پرچن

اباڻن جي لوئي نہ مورئون لڄايان، مُئي توڙي جيئري مان ناتو نڀايان
مٽڻ مارن جي مان آهيان؛ سا آهيان، پلي جان سڙيءَ تي سوين سور سنيرن

پکا ۾ پُسيون ٿي؛ پنهوارن جا ساريان، ويڙهيچن لَءِ وبتي ٿي واڻون نهاريان
مرم ۾ مران ٿي؛ ڪنڌ ڪيئن ڪڍان ٿي، سرتين جا سُهما جڏيءَ کي ٿا جهورن

"امام الدين" تنجي مان گولن جي گولي، سنگهارن سان ازلي ٻڌل آهي ٻولي
ڪڇي ڪين ٿيندس پڪي آ پرولي، وڃي نيٺ قدمين مان پوندس پنهوارن

❑

(123)

سمهيون سي تہ سگهيون رهجي ويون، ڏکن ڏاکڙن ۾ سي پئجي ويون،

سَتي سات سرتيون، هنجئون هوت ويڙو ڏکيءَ کي ڏکن جو ڏکيو ڏاج پيڙو،
ڪڙين قرب وارين ۾ ڪڙجي ويون.

پڏر عشق آندو آ نازڪ نهوڙي، ڪاهوڙي ويا خيما خفيءَ جا ڪي ڪوڙي،
سُکيون سور ۾ اڄ تہ ستجي ويون.

نڪو حال پائي نڪو راز محرم، ٻڌائي ڪنهن کي ڏکي درد ۽ غم،
سورن ساڻ سنگتي ٿي رلجي ويون.

جنهن کي ٿو ڳولهين پري سوتہ ناهي، "امام الدين" اهڙيءَ اهل ڪوتہ ڪاهي،
"فَاَنيِ قَرِيبٌ" ۾ اگهجي ويون.
❑





(124)

ڪڏهن منهنجي اگهڻ آءُ؛ مدينہ وارا!
سُڻ تون غريب جي صدا مديني وارا!

گنهگار، بدڪار، لاچار، آهيان،
خطا ڪار، عاصي، بيڪار آهيان،
نہ ڪوئي سهارو تو سوا؛ مديني وارا!

روئان ٿو رڙان ٿو اوهان لاءِ پيارا،
ٻڏي بحرِ عصيان ۾ ڪشتي دلارا،
تون ٿي عاصين ناخدا؛ مديني وارا.

جهانن پنهي جي تون رحمت تون برڪت،
سين تي برابر سنديءَ آهہ شفقت،
ڪر معاف منهنجي تون خطا مديني وارا.

نبين جو سرتاج سردار آهين،
تون ڪونُ و مڪان جو مختيار آهين،
ناهين تون خدا کان جدا؛ مديني وارا.

"امام الدين" در جو پينار آهي،
اوهان جي ٿي داتا آذار آهي،
اٿي سام تنهنجو هي گدا؛ مديني وارا.
❑

## (125)

عشق وارا او سجڻ! دم ڪان جدا يار نہ ٿي.
ڪر دم جو قدر؛ دم ڪان پري ڏار نہ ٿي.

عشق وارن جي اجا راهہ اڳي؛ اڳتي آ.
رهہ گذر راهہ ۾ رهہ، منزل جي خبر چار نہ ٿي.

مست ساقيءَ جي هٿئون جام وٺي هوش وڃاءِ،
عقل وارن جي اتي، جاءِ ڪا دلدار نہ ٿي.

مڪتبِ نفس جا اوراق سيئي ساڙي ڇڏ.
عشق جو اکر تون پڙهہ؛ علم جي درڪار نہ ٿي.

حسن صورت جي تصور ۾ تون هُو سان هُو ٿي.
پاڻ ۾ گم ٿي ٻيو غير ڪو منٺار نہ ٿي.

ياد ۾ ياد "امام الدين" سجڻ ياد رهي.
عشق وارن جي هميشہ ڪان اصل هار نہ ٿي.

❑





## (126)

جاتي عشق لڳائي پنهنجا ديرا، تاتي عاشق پائن لک ڦيرا.

حسن شمع تي پتنگ اچن، سر جو سانگو لاهي،
باهہ برهہ ۾ پڙڪن ٿا، خوف ڪو خطرو ناهي،
جوش جلن دل؛ جيرا.

تاب حسن؛ مهتاب جتي، صورت ساڳي آهي،
انس جي اولي آدم ۾، ڪير ٿو پاڻ ڇپائي،
راز آ هڪ سوَ ويرا.

درد وندن جي دل ۾، ڏس، راز انوکو آ.
عشق بنا جيڪي ديهون، ظاهر دوکو آ.
عشق اگهائي سڀ ميرا.

يار "امام الدين" آهہ هڪوئي دلبر ٻيو دلبر ڪونهي،
دوست جي در تي دلڙي ڏي دوست بنا ٻيو در ڪونهي
پوئنر جيان ڪر لک پيرا.

❑

(127)

سِڪي روز سڙندي، ڏکي دانهون ڪرندي،
سهڻا آءُ جلدي، منهنجي ڪين سرندي.

تنهنجا پور؛ سوين سور؛ گهائي گهور ويو آ.
دل درد؛ آهه سرد؛ رنگ زرد ٿيو آ.
اها آهه؛ دل دانهن؛ سِڪي ساهه ويو آ.
تنهنجي تات؛ وائي وات؛ ڏيهان رات رڙندي

لائي نينهن؛ هٿي مينهن؛ ڪي ڏينهن ٿيڙا.
جيءُ جهوري؛ لائي لوري؛ ڇڏي چوري ويڙا.
دل چاڪ؛ غمناڪ؛ مشتاق مٽڙا
ڏس حال؛ ڪر پال؛ سنڀال سِڪندي.

ڪري قول؛ ٻڌي ٻول؛ گهنڊ کول پيارا
دل ساز؛ نوان ناز؛ ڪر راز وارا.
دلدار؛ غمخوار؛ سردار سارا.
تنهنجي اوٽ، آهيان گهوٽ، ڏي موٽ ورندي.

دلجوش؛ پُرنوش؛ مدهوش ٿيو آ.
صوفيءَ صاف؛ خطا معاف؛ دل شگاف ڪيو آ.
لائي رنگ؛ وجهي ونگ؛ شهه ونگ ويو آ.
"امام الدين" باليقين؛ آمين چوندي.

❑





(128)

هي عشق عجيب آ؛ نينهن وارن تہ نصيب آ.
مرد ايندا ميدان ۾، جن سانگ چاڙهيو سر ڪٽي.

عشق واري احوال کي، عام چا پرکي سگهي.
درد جي تہ ڏمال کي، خام چا پرکي سگهي.
سور جن سنگتي ڪيا، سيئي ڄاڻن مام کي.
سورهيہ ايندا سرڙا هٿن تي، دوستن جي در ڪٽي.

قرب ڪنن کي، قرب جي ڪاتين؛ آهي ڪهي ڇڏيو.
ريءَ ڪني قابل ٿيا جن، مرڻ اڳ مري ڏٺو.
سي مرد مرندا ڪينڪي، جن موت جو ماڻيو مزو.
حاصل حياتي حق ڪري، تون موت اڳ ۾ مر ڪٽي.

نينهن جي تہ نهال ڪيا، اهي برهہ جا لک پال ٿيا.
عين جا آزاريا، مرد مري پائمال ٿيا.
زلفِ ازل جي دام جا، بانڪا برهہ بيحال ٿيا.
مُرڪن اهي مانجهي پلي، جيڪي ڪسن ٿا ڪر ڪٽي.

داستان عشق جو، ڪربل نظارو خوب ٿيو.
رڻ چڙهي مانجهي ملهيو، واهہ واهہ جو محبوب ٿيو.
تنهن شاهہ شاهان جي غلاميءَ، جو"امام الدين" پيو پُکو.
تنهن داستان عشق جو، دهراءِ تون دفتر ڪٽي.

❑

## (129)

هيءَ نہ ويل وڃڻ جي، پئين پراهين پنڌ ميان!

اوکيءَ جاءِ اڙين وڃين،
هوت اڙين وڃي هنڌ ميان!

چوڏهينءَ ماهہ منير جو،
سور لڳو سَنڌِ سنڌِ ميان!

پوڙهو پيءُ جدائي جهوريو،
روبون پڇي ٿو رند ميان!

جوانيءَ ۾ جوڏا چڙهي،
سورهيہ ڪئي تہ سڳنڌ ميان!

سورهيہ سمجهن سک ڪري،
مقتل کي مسند ميان!

☆"محمد منير" شهيد لئہ،
روئي دل درد وند ميان!

شير "امام الدين" شهادت پائن،
ڪات جنهن جي ڪنڌ ميان!

☆ 3 سيپٽمبر 1963ع ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ ڌاڙيلن هٿان شهيد ٿيل برادرم پياري محمد منير جي ياد ۾.





## (130)

تنهنجي عشق حسن انداز ڪيئي من موهي ماريا.

تنهنجي رمزن ۾ رمز نياري،
اها سوليءَ چڙهائڻ واري،
تنهنجا نت نت نوان هن ناز،
ڪيئي من موهي ماريا.

ڪيئي عاشق ڇڏيئي گهوٽ گهائي،
پنهنجا محب مڙئي ڪل مارائي،
اهڙا ناز ڪري بي نياز،
ڪيئي من موهي ماريا.

جَنين پيار پُکي تنهنجو پيڙو،
تَنين حال حِلاجي تہ ٽيڙو،
تنهنجي حال همہ واري راز،
ڪيئي من موهي ماريا.

جيڪي ماري وري تو جياريا،
اهي موت ڪڏهن پي نہ ماريا،
اچا سوڏا اچن آواز،
ڪيئي من موهي ماريا.

جنين صورت سڄڻ جي سمائي،
تنين ڪهڙي "امام الدين" جدائي،
سي تہ ساڳيا سٽي وري ساز،
ڪيئي من موهي ماريا.

□

(131)

محبت جي نعمت جنهن کي عطا ٿي،
سو عاشق غم کان ڪيئن ٿو جدا ٿي،

خزانا خوشيءَ جا جيڪو لٽائي،
محبت جي پڙ ۾ سو پير پائي،
عشاقن لئہ راحت ڪيئن ٿي روا ٿي،

نہ طالب طلبي دنيا واري لذت،
ڏئي ترڪ تارڪ ٿيا غرق وحدت،
نہ معلوم منزل، فنا ۾ بقا ٿي،

ڀُلي تون ڀُلائي جي عاشق چوائين،
انهيءَ راهہ ۾ چو سختيون ٿو پائين؟
ڀلي غم بہ ساٿي سنگتي سدا ٿي،

ڏکن ئي ڏيکاريا عشاقن کي چارا،
چڙهي سانگ تي جن هنيا نينهن نعرا،
ڀلي جان هي سرڙو گهوريو فدا ٿي،

"امام الدين" اهڙيون عشاقن جون ڳالهيون،
ٻڌڻ نا ٻڌائڻ سان سمجهہ ۾ آيون،
عشاقن جو سوليءَ سرڙو صفا ٿي،

❑





(132)

اڄ اڳڻ آيو اسانجي صوفين سردار آ.
صوفين سردار آ، ساڳيو ئي سِر ستار آ.

عيد کان وڌ دلربا الحمد جو عيدان ٿيون،
هر طرف هبڪار ٿيا ۽ هر گلي گلزار آ.

بي وڙن سان وڙ ڪري پنهنجا لکين لائق ڪيئہ،
تنهنجي انهن قدمن مٿان گهوريو هي سِر لک وار آ.

ڇا لڳي ڪعبي اوهانجي روءِ روشن سان مٿا،
حج اُڪبر کان مٿي، سهڻا! سندء ديدار آ.

ڪير ڄاڻي ڪير سمجهي ڪير آيو آ مٿا،
منهنجو مٺڙو سائين اڄ ارشاد ٿيو نروار آ.

حسن صورت جي مٿان مشتاق حور و ملڪ ڪُل،
تنهنجي ئي اکڙين ۾ رکيل اونهون مٿا اسرار آ.

سونهن سهڻي جي "امام الدين" هر جاءِ آهي هُو بہ هُو،
ڪائناتِ ڪُل جو ساڳيو ئي سِر سينگار آ.
8.4.64

❑

(133)

جوڳي ٿئين تان جوڳي ٿيءُ،
خون جگر جو خيال سان پيءُ.

جوڳ نہ سمجهين جوڳي سڏائين،
حرف نہ ڪڍ تون هيءُ.

روزا رسمي رندن ڪهڙا،
عشق نہ سڏجي اِيءُ.

ظاهر رياضت رسم انهيءَ ۾
توڙي پيءُ نہ ڪيءُ.

دوئيءَ بيائيءَ حسد ان هلي پئہ،
وحدت ملڪ وسيع

عاشق ٿئين تان خواري چائين،
سُوامن ڪهڙو سيءُ

لوڪ ملامت جاتي پائين،
تاتي ڪر تون جيءُ،

عشق "امام الدين" هرجاءِ نچائي،
بي خوفو ٿي بيهہ.

□





(134)

عشاقن جي دل ۾ سدا سهڻا تنهنجي تات آ.
صورت تنهنجي سدا سهڻا سامهون ڏينهان رات آ.

اهي اکڙين جا اشارا، اهي ور ور ڪن ٿا وارا.
تنهنجا ابرو پيڪان سهڻا، اهي ديدن وارا ڏاڙا.

گهايا ڪي گهايا، گهايا ڪي گهايا.
جيئن مارين جيئن ڳارين تنهنجي هٿ سات آ.

تنهنجي چالي ٿين نرالي، اها اکڙي آلي آلي،
تنهنجي رمز رنداڻي عجب آ، جنهن دلڙي ڪئي متوالي.

آيا ڪي آيا، آيا ڪي آيا،
عشاقن جو سهڻا سرڙو رکيل اڏيءَ ڪات آ.

تنهنجا هرجا حق ميخانا. اهي راز آهن تہ رندانا،
تون ساقي سڀ جو سائين، ڪي مرد ٿيا مستانا.

ساقيا او ساقيا! ساقيا او ساقيا!
جنين پيتو تنين جاتو اها ڏکي ڏات آ.

بي مثل مثالي سڀ ۾. تنهنجو اسم تہ عالي سڀ ۾،
تون عبد جي اولي آئين، ستار ڏيکالي سڀ ۾.

صوفيا او صوفيا! صوفيا او صوفيا!
صوفي "امام الدين" تي تنهنجي عنايات آ.
12.4.64

(135)

تنهنجي ياد سهڻا! سدائين ستائي،
دلڙي ڏتاري؛ دلبر رمزون رلائي، سهڻا ، اکڙيون ملائي.

تنهنجا نيڻ نرگس پيالا شرابي،
تنهنجو رخ روشن گيڙو گلابي.
سندءِ سهڻي صورت، ساڳي سمائي، سهڻا ساڳي ٻڻائي.

اڏي دام ازلي عشاقن اڙايو،
هڻي تيرن نظرن نشانو ٻڻايو.
مُوتو مزي ۾ ماري جيئاري، سهڻا جيڙو جلائي.

تنهنجو حسنِ هر جاءِ اهو هُو بهُو آ.
ڪوئي رمز ڄاڻي عجب گفتگو آ.
پڙهڻ ۽ پڙهائڻ سان نہ عالم سمجهي سهڻا نہ ڪو سمجهائي.

عجب صاف صوفي مليو مهہ جبين آ.
مڪان لا مڪان جو دل ۾ مڪين آ.
"امام الدين" اهڙو مليو مرد مونکي جو نينهڙو نيائي.
13.4.64







(136)

اڄ صدا ارض و سمان ساري جهان ۾ يا حسين!
جنِ و ملڪ ۽ انسِ جي آهي زبان ۾ يا حسين!

شمس و قمر تارا ڪتيون عرش اوليٰ ڪان پي متي،
هر زمان ۾ هر مڪان ۾ لا مڪان ۾ يا حسين!

گلشنُ و گلزار ۾ اجڙيل خزان ۾ بهار ۾،
هر برگِ گل، شاخ شجر ۾ باغبان ۾ يا حسين!

طوطين ۾ قمرين جي سڻ صداءِ عندليب،
هر دهن جي هر لحن ۾ آهہ وفغان ۾ يا حسين!

ڪوهہ و صحرا بحر و بر جهنگل بيابان ماتمي،
گردُ و غبار و راهہ ۾ ۽ ڪاروان ۾يا حسين!

اي "امام الدين" ماتم شاهہ "امام الدين" جو،
خانۂ ڪعبہ ۾ حرمِ قدسيان ۾ يا حسين!



(137)

دردوندن جو دنيا جي دور سان ڪمڙو درڪ.
نا هي رهي نا هو رهي طالب ڏين ترڪَ و ترڪ.

رندن نرالي راهہ ڪئي عاشق تہ الٽي ڪاهہ ڪئي.
مردن چڙهي واهہ واهہ ڪئي سوليءِ چڙهڻ مردن مرڪ.

ڪاٿي نفي اثبات هئي، ڪاٿي هي موجودات هئي.
جيڪا هئي سا ذات هئي، تاتي رڙهي تيڙا غرق.

باطل؛ دوئي پولو پسم، هي عبد هو اولو اسم.
جاتي نہ هو ڪوئي جسم، باقي رهيو ڪمڙو فرق.

هڪڙو هڪ ثابت ٿيو، ٻيو ڪونہ ڪوئي ڪو هيو.
جيڪو هيو سو ئي رهيو، اهڙو مطالع ڪر ورق.

ساقيءِ هٿان مدهوش ٿي؛ بيهوش تان با هوش ٿي.
جامِ جگر خون نوش ٿي؛ عاشق "امام الدين" عرق.

❑





(138)

نينهن نوائي نهنا نانگا.
عاشق آهن اصلي اٺانگا.

سورهيہ سوليءِ سنيري نڪتا.
لاهي سر سانگا.

بانڪا، بي پرواهہ، بهادر،
لڪ لنگهن لانگها.

عينن اچلي عاشق ماريا.
چوڙن تير تفنگا.

حسن شمع تي هر هر ايندا.
پروانہ تہ پتنگا.

آڙهہ عشق ۾ ايندا "امام الدين".
مستو مستَ ملنگا

28.7.64

❑

(139)

سور ڙي سرتيون برسر آيو،
روزئون روز سوايو،

عشق هلان ڪري جنهن سر آيو،
مهمين ڪي تنهن تہ مچايو،
سرڙو تنين تہ سهايو،

اکڙيون اڙائي هنڌ اٿائي،
متان ڪا مورک پوءِ پڇتائي،
جان جگر تہ جلايو،

زلف زوراور ڪاڪل قهري،
ابرو پيڪان ظاهر زهري،
عشق تہ ازلئون اڙايو،

عشق جي اوکي بازي آهي،
سورهيہ سر ريءِ سوپ ئي ناهي،
مرد ٿي ميدان ملهايو،

عشقَ "امام الدين" ماريو جياريو،
ورق دوئيءِ جو دل تان واريو،
هڪڙو هڪ تہ سمايو،

28.7.64

□





(140)

الله اسم ذات صفت ٻراچي سمايو،
بي مثل ڪيئن مثل ۾ پنهنجو پاڻ آ چپايو،

خاڪي بنائي بوتو، بشريءَ جو پائي برقعو،
وَنحنُ ۾ آهي ويجهو، آدم اڱڻ تي آيو،

سمسين مثال جنهنجا، تابع مَلڪ تہ تنهنجا،
ارضُ وسمان هي ڪنهنجا؟ واهہ واهہ ناهہ ناهيو،

بي مثل مثل صورت، محبوب موهڻي مورت،
واهہ واهہ عجب هي عبرت، مَلڪن چو سر نوايو؟

ٿي ميم سان منور، احدئون بڻيو تہ انور،
ساڳيو ئي سِر تہ سرور، احمد اسم ڏرايو،

توڪان پري تہ ناهي، هي "امام الدين" چا هي؟
چڏ تون حجاب لاهي، ڪر تون هي سِر سجايو،

□

(141)

غافل ڪيڪي تون غير ڪي، ثابت صحيح اثبات ڪر.
ساري صفت سوچي سهي، ظاهر اتي تون ذات ڪر.

نعرو نفيءَ جو تون هڻي، اثبات ڪر نوار تي نانگا.
وري تون ناه ۾ موتي اچي محلات ڪر.

اسمُ و جسم ڪان تون اڳي، پنڌڙو ڪري پهچ اتي.
جا مون جدائيءَ جو سٽي، جانب جدا جسمات ڪر.

نالو متائي تون سچو بي نام تي ڪو نام ڪر.
نالو جتي ئي ناهِ ڪو هي سر سٽي سوغات ڪر.

ڪعبو اهوئي آ جِتي صورت سڄڻ جي سامهون.
رخ يار ڏي عاشق ڪري سالم صحيح صلوات ڪر.

هي عبد چا "امام الدين" ستار سِر آهي سچو.
هرجاءِ هڪ حاضر ٿيو، وائي نہ بي ڪا وات ڪر.

□





(142)

نيڻن وارا تير، اُڇلي عاشق مار گنوايئہ.

سينو سپر ڪري عاشق آيا، گھور گھمائي غازي گھايا.
بانڪا بي تقصير، ڪونڌ ڪڏائي ڪيئي ڪمايئہ.

تاب حسن جون تڪڙيون تجليون، وڃ جان ڪڙڪن ٺهري ڪجليون.
جان جگر ۾ جهير، آٽي اهڙي عين اڙايئہ.

دام زلف جا زهري زنگي، دلبر دلڙي واهہ جا ونگي.
زورآور تہ زنجير، ڪاڪل قابو قيد ڪرايئہ.

آڙهہ عشق ۾ عاشق آٽي، گھوٽ هنيا تي هزارين گھاٽي.
روز نوان تہ نظير، آدم ڪان اڄ تائين ٻڌايئہ.

اڄ بہ "امام الدين" عاشق ڪيئي، سوليءَ چڙهندا سورهيہ سيئي.
صوفي مرد فقير ، نينهن نشي ۾ چوٽ چڙهائيئہ.

□

(143)

عاشق ازلي اسير، دام زلف جا چار ڪيا ٿي.

ڪاڪل تهري زنگي زهري، برهه بچايئه باز ڪي بحري.
قاسائي تہ فقير، واسينگن جان وار ڪيا ٿي.

ابرو سيف جا سرسر سٽڪا، ميچ ملڻ جا جانب جهٽڪا.
تڪڙا چوڙي تير، ماري ماري مار ڪيا ٿي.

چنچل چالي نيڻ نرالي، دلبر دلڙي ڪئي متوالي.
ظاهر حال ظمير، ڳاري ڳاري ڳار ڪيا ٿي.

ڪار ڪمڻ جي قرب اوهانجو، سرڙو اڏيءَ ڪن عاشق پنهنجو.
مڙندا ڪيئن ممير؟ عينن جا اوزار ڪيا ٿي.

دلڙي "امام الدين" يار ڏتاري، عاشق عبدالستار ويو ماري.
قرب ڪري تہ ڪثير، لائق پنهنجا يار ڪيا ٿي.

❑





(144)

نينهن ڪيو نروار، سورهيہ بيٺا سانگو لاهي.

عشق عجائب جنهن سر آيو، هوش عقل کي تنهن تہ ٽڙايو.
عقل ڇڏي اختيار، سولي چڙهندا سندرو ساهي.

عشق ملامت خاصي خواري، سورهيہ چائن سِرتي ساري.
سمجهئون ڪري سينگار، لٽ فڪڙيءَ ۾ فرحت آهي.

دلبر ديد ڪيا ديوانا، برهه بهادر ڪيا بيگانا.
ازلئون ڪري اقرار، قرب ڪمايا ڪويا ڪاهي.

عشق اڏيءَ تي عاشق ايندا، سِرڙو ساري سورهيہ ڏيندا.
طالب ٿي تہ تيار، نانگا نچندا چڙهندا قاهي.

سِر ۾ سير "امام الدين" سارو، نينهن نچائي هنيو آ نعرو.
ساڳيو ٿي تہ ستار، ٻوليون ٻوليندڙ ٻيو ناهي.

❑

(145)

آيو حُسن سوين سينگار ڪري، اهي نيڻن وارا نال پري.

ويڙهي گهن گهن گهور ڪيو گهيرو آ.
بلڪل بخت بلند پليرو آ.
واهه جو سرڙي ڏيڻ جو ويرو آ.
اهڙو وقت وري ڪو وري نه وري.

چڙهي فوج حسن جي هاگم ٿيو.
اهو هرجاءِ هڪ ٿي ماتم ٿيو.
جنهن عشق انعامي اعظم ٿيو.
سو مجنون مَرُ جان مري نه مري.

ڪري شوق شڪار ۾ چوڙن تا.
اهي ٿهري ڪان ڪي ٽوڙن تا.
وري ناز منجهان منهن موڙن تا.
پل عاشق ٻُلتين ڳري نه ڳري.

ڪري حسن هلان سر آيو آ.
اهو تير تي تير چلايو آ.
هي سرڙو تنين نه سجايو آ.
جيڪي آيا "امام الدين" عشق اري.

□





(146)

ڪٺي سين عشق ۾ گم، پاڻ پنهنجي سِر مسلماني.
وڃائي وهم ڪل سارا، ڇڏيو سين شرڪ شيطاني.

سجاٿي ساڳئي صورت، ڪيو سين يار جو سجدو.
رکي قدمن اُتي سرڙو، مڃيو سين حڪم حقاني.

ٿيا سين ذات کان آجا، وڃي گم ذات ۾ ٿيا سي.
پڙهي سين اِن اَڪرَ مڪَم، اها آيات قرآني.

ڇڏايو عشق مذهب کان، نه فرقوئي رهيو ڪوئي.
نه هندو نان ٿيس مسلم، يهودي نا ڪرستاني.

ڇڏيو سين ملڪ پنهنجي کي، ٿيا سين ملڪ کان آجا.
نه آهيون هند جا هندو، نه عربي ناڪِ ايراني.

ڪيو سين عشق کي اڳ ۾، ٿيا سين غير کان غافل.
جهڪائي سِر اڳيان صورت، ڪيو سين سير سبحاني.

"امام الدين" تون تازو، بيان ڪر عشق جو هيڪر.
اسين آدم الاهي سر، ڏکيو سين ويس انساني.
1.9.64

□

(147)

عاشق نام سڏائي ڪير، پير انهيءَ پڙ پائي ڪير؟

زهري نانگ تا ڦوڪون مارن،
ڏنگ ڏکيو تہ هٽائي ڪير؟

عاشق نانگا نسري آيا،
غازي غير وڃائي ڪير؟

ابراهيم جان آڙاهہ اڇلي،
جيئري جان جلائي ڪير؟

يونس جان ڪو پيٽ مڇيءَ ۾،
پنهنجو پاڻ ڦاسائي ڪير؟

زڪريا کي ڪرٽن چيريو،
پنهنجو پاڻ چيرائي ڪير؟

شاهہ حسين کي ڪربل آڻي،
ايڏو ڪيس ڪرائي ڪير؟

منصور جهڙا مرد چڙهي ويا،
سوليءَ سرڙو چڙهائي ڪير؟

صوفيءَ سرڙو سانگ بڻايو،
اهڙو سانگ بڻائي ڪير؟

اڪڙين اڇلي عاشق ماريا،
ٿهري ڪال پڇائي ڪير؟

عاشق "امام الدين" واري واري،
سرڙو سجر تہ سهائي ڪير؟

□





(148)

سڄڻ کي دل ساري ٿي، دوست ڪيا ٿ دل ۾ ديرا.

جيڪي آيا سي پڻ ويندا، فاني جڳ ۾رهيون ڪي رهندا.
ڳالهہ مڙئي هڪ ڳاري ٿي، جانب جدائيءَ جلايا جيرا.

سڪ سڄڻ جي ساعت ساعت، ساقيءَ سُرڪي عين عنايت.
مام منيءَ کي ماري ٿي، گهوري جندڙي لک لک ڦيرا.

وحدت ٻاجهئون عمر اجائي، صورت سوچي جن آ سمائي،
صورت راهہ سنواري ٿي، ٻيا ڪل اوڪا ڦند ۽ ڦيرا.

عشق جي سُرڪي چکي جن ڇاتي، جيئري مري ٿي حاصل حياتي.
عشق جي آگ اڪاري ٿي، پڙڪي جاتي پاڳ پليرا.

عشق "امام الدين" رنگڙا لايا، مرد مري ميدان ۾ آيا.
صورت سرس سينگاري ٿي، اڳهجي ويندا مندا ميرا.

□

(149)

سهڻي سير ۾ ساري ٿي، ساهڙ يار ستار کي.
ساهڙ يار ستار کي، محبتي تہ ميهار کي.

رات اونداهي ڪُنن ۾ آئي،
هادي حاضر ڪر همراهي،
بي واهيءَ جو آهين واهي،
تاريندين اٽتار کي.

دهشت ڏاڏڪا ڪُنن جا ڪڙڪا،
ڏوڙ درياڻي دم دم دڙڪا،
باهہ برهہ جي ڪائي پڙڪا،
سهڻي سَت سينگار کي.

بحري بلائون اڻ ڪٿ آيون،
ماس مُڇيءَ جو ويندين ڪايون،
هڏڙا باقي ڪمڙا بچايون،
گهوري ڏي سِر يار کي.

عشق جي رتڙي جهنڪي لڳڙي،
ڪاهي ڪُنن ۾ سائي پيڙي،
سهڻي "امام الدين" سرس سا ٿيڙي،
پهتي جا پاتار کي.

❑





(150)

واهہ واهہ مزو مرڻ ۾، جيئري مري جيڪو ڏسي.
صُمٌ بُکمٌ عُمیٌ، اندر نظارا ٿو پسي.

مُوتُوْ مرڻ اڳي جي، نان جي نفي ڪري ويا،
تارڪ ٿيو سو تہ دل، بستي بقائيءَ ۾ بسي.

الله کي عاشق چڙي، الله ۾ اثبات ٿيا،
رخ ميم سر منور، دلدار ٿو دلڙي ڪسي.

سر عاشقن جو سِر ۾، سودو ويو سستو ٿهي.
ڪڏهين تہ سِر نيزي ڪجي، سِر دار تي ڪڏهين رسي.

صورت جو سير ظاهر، هر جاءِ "امام الدين" ٿيو.
سوئي سجڻ تہ هرجاءِ، هر رنگ ۾ ويٺو وسي.

❑

(151)

اوري اسم اندر ۾،
آڏوتي اثبات ڪرا

لاجي ڪاتيءَ ساڻ تون،
موڏي ماري مات ڪرا

اِلا چئي عاشق اَٿي،
ظاهر پنهنجي ذات ڪرا

صورت راهه سنئين تي،
صورت ڪي سوغات ڪرا

مُوتُو جيئري مَر وري،
حاصل نئين تہ حيات ڪرا

سر جو سودو سڙو،
ڪنڌ اڏيءَ سر ڪات ڪرا

اسم جسم ڪان اڳتي،
ماڳ انهيءَ محلات ڪرا

پنڌ مَ پانئج پرپرو،
صورت ڪي سجدات ڪرا

عقل "امام الدين" عشق تان، سر
سوڙو صدقات ڪر.

❑





(152)

گهوٽ گهرئون گهر آيو،
ٽيڙو بخت سوايو.

عطر عنبير ۽ مُشڪ ڪُلي ويا،
ڪانڌيءَ قدم گهمايو.

اڱڻ تي منهنجي جاني آيا،
حورن حمد آ ڳايو.

ڏکڙا سيپئي يار متايا،
جانيءَ عشق جاڳايو.

واهه واهه عيدان يار ڪرايون،
لالڻ رنگڙو آ لايو.

گهوري جندڙي قدمن تئون،
قربئون قدم چمايو.

سهٽي يار ستاريءَ صورت،
سهجئون سجدو ڪرايو.

آقا لک احسان اوهانجا،
پنهنجا پال پلايو.

مهر نظر آقا جي "امام الدين"،
شينهئون شِر ڪان ڇڏايو

❑

(153)

عاشق پَر پَر پيئَن جام،
مستو مست و ملنگ مُدام.

دين ڪفر جي دعوي ڪوڙي،
ڪفر ڇا اسلام؟

مسجد مندر مذهب مورک،
برهم بنا بدنام.

رندي ريت قلندر واري،
عاشق سر انعام.

مئہ مدهوش ڪيا متوالا.
ساقيءَ صبح و شام،

مست الستي هُو ۾ هُو ٿيا،
غرق ٿيا گمنام،

مستي موج نچايا نانگا،
مستن موج مدام،

صورت يار ستاريءَ سجدا،
ساڳئي سر سلام

عاشق ڪيڏن دم جي بازي،
نام جهپن سرنام

عشق "امام الدين" يار ملايو،
عبدالستار امام.

❑





(154)

صورت بَن کے ستاري، سيان سندر مک وکهلاؤنداهے.
هر مظهر ۾ آپ نيارا، بيحد بيک بناؤنداهے.

روپ بسنتي جاما پهرے،
گل قل رنگت گيڙو گهرے،
سپ ساوک ۾ سماؤنداهے.

چمن چمن هريالي هولي،
پيا کهيلے آنکهہ مچولي،
لک چهپ جهاتيان پاؤهےندا هے.

آدم گِل دا چولا پاتا،
خاڪي بنگلي ساجن سوتا،
نينان تير چلاؤندا هے.

شاه حسن دا جنگي جلوا،
دم دم ڏيون ديدان دلبا،
مردان مار مناؤندا هے.

دامِ حسينان زلف زوراور،
طلسم جوڙيا واهہ جادوگر،
ڦندي اُنهن تہ ڦساؤندا هے.

اسمي جلوا جسمي چولا،
ڪون "امام الدين" هے بولا،
آپ ئي آپ الاؤندا هے.

❑

(155)

”ڏکڙ“ ڪوڏيءَ ملھ نہ مھانگو،
تنھنجي نينھن ڪيو آھي نانگو،

بازار حسن ۾ بانڪا آيا،
حسن سوداگر ھوڪا ھلايا،
چڙھ سورھيہ سر جو سانگو،

بحرِ عميق ۾ ٽپو ڏيئي،
گھڙيا چڙھيا موج منجھ ئي،
تار ھجي، توڙي تانگھو،

برسر يار برھ جو چايو،
فائق ڦيرو فضل فرمايو،
لَڪ لنگھائج لانگھو،

سھڻي يار ستاريءَ صورت،
موھيو ”امام الدين“ محمدي مورت،
ڏاڍو عشق لڳو تہ اٽانگو،

❑





(156)

دلڙي ٿي ساري، ويھہ نا وساري،
عاشق اُداسي ٿو پياسي پڪاري

تنھنجي جدائيءَ ھيڻو حال ڪيو آ،
سھڻا ساعت ھڪ سَوَ سال ٿيو آ،
سُک چين سھڻا آرام ويو آ،
ڪرڪو ڪرم يارا اڄ واڳ واري،

اکڙيون اڙائي دلڙي ڦَرائي،
بيوس بَرن ۾ ٿي ٻانھي ٻاڏائي،
ھي حال ڏک جو ڪنھن کي سُڻائي،
روئان روز وينو ٿو واٽون نھاري،

انھيءَ حسن حاڪم حيران ڪيو آ،
موھي مَک محبوبن مستان ڪيو آ،
ڪري قيد ڪاڪل زندان ڪيو آ،
چڏيئہ تير جگر توڙ سيني پار اُڪاري،

ڏاڍو ”امام الدين“ اوکو عشق لڳڙو،
جيءَ ۾ جھوراٽو ڏٺي جانب جو ويڙو،
نہ ھٿي ڪَل ڪائي پَتو ڪونہ پيڙو،
لھہ سارَ تون ستارا ساري سنياري،

❑

(157)

حسين آدم؛ عجب صورت؛ نظاري نامُ نِشان ۾.
اچي بنگلي اندر ويٺو؛ سرِ الله انسان ۾.

الستي دام ڦهلائي؛ شڪاري خود اچي ڦاٿو.
پريشان پاڻ تي ڦاٿو؛ وري زلفِ پريشان ۾.

اشاري عين جي آئي؛ ڪٺي اچليو عشاقن کي.
چئي قالُو بَليٰ پورا؛ بهادر عهد و پيمان ۾.

ملائڪ ڪل ٿيا ساجد؛ اچي دربار يزدان ۾.
ٿيو ظاهر جڏهن سلطان؛ تجمل شاهِ شاهان ۾.

نراليون عشق جون ڳالهيون؛ اديبن عالمن کان ٿي.
رهڻ رندن کي سونهين ٿو؛ سدائين بزمِ رندان ۾.

چڙهيا جي دار تي عاشق؛ هڻي نعرو اناالحق جو.
رهيا منصور سي ثابت؛ سدائين سُخن مردان ۾.

مَري جيئرا ٿيا مانجهي؛ مرڻ تن ناهه مردن کي.
"امام الدين" سي عاشق؛ سدا دم فرضِ فرمان ۾.

❑





(158)

آءُ ڪا جادوگر ذات، رمز راڻل جي ريهي رلايس

طلسم جوڙي ڪاڪ اڏايم،
ڪويا ڪيئي خان ڪپايم،
محبت جي محلات،
متيون مڙئي مام منجهايس.

پاڻ جادوگر جادو تي وئي،
راڻل سان دل قابو تي وئي،
عشق عجب آفات،
آٽي اوکي عشق اڙايس.

ڪاڪ ڏٺي! سڻ ڪاڪ ۾ ڪيهون،
راڻا! توريءَ روج ۾ ريهون،
رهج رليءَ وٽِ رات،
ٻانهي ٿي تو در ٻاڏايس.

روئندي روئندي راهون نهاري،
ڪتيون تارا ٿيڙو تاري،
پرهه ڦٽي پربات،
سورن سرتيون سرس ستايس.

عشق "امام الدين" اوکي چاڙهي،
چڏ سُکن جي مومل ماڙي،
ڪَر سوڍل کي سجدات،
صورت راهه عشق اڪاريس.

❑

(159)

سُڻندو سِڪ ۾ وارن جو سوال اسان،
تنهنجي هجر ڪيو هيڻو حال اسان،

تنهنجي تاب حسن تڙپايو مان،
انهيءَ نيڻن خوب نوايو مان،
تنهنجي در جو دلبر دايو مان،
تنهنجي نينهن ڪيو ته نهال اسان.

منهنجا عيب اوڻايون هزار ڏِسي،
پنهنجون ڪاريون ڪوجهيون ڏنارا ڏسي،
ساريون ساڻ نجاءِ ته ستار ڏسي،
بي وڙن مٿي ڪر پال اسان.

تنهنجو عشق لڳو الحمد پڙهان،
سور سختيون سڄڻ سڀ سِرتي سهان،
ڪيئن جانب تو ريءَ جڳ ۾ جيئان،
اهڙو جيئڻ ٿيو ته جنجال اسان.

هن مسڪينن تي مِهر ڪر،
سهڻا آءِ اڱڻ تون پيرَ پري،
تنهنجي يار ڏني منهنجو هينئڙو ٺري،
سهڻا ساري لهه ته سنڀال اسان.

پنهنجي سهٽي سڄڻ ته ستار اڳيان،
بيٺو دم دم "امام الدين" دانهون ڪيان،
پنهنجو قرب ڪندين هن ڪوجهي مٿان،
وڃ وحدت جي ته وصال اسان.

❑





(160)

پنهنجو حسن جڏهن اظهار ڪيئه،
ڪيئي عاشق ماري لاچار ڪيئه.

تنهنجي ناز نئين انداز نئين،
تنهنجي سڪ ۾ سوز جي ساز نئين،
پنهنجي پريم سندي پرواز نئين،
ڪيئي ماري ڳاري ڳار ڪيئه.

تنهنجي رسم رفاقت يار عجب،
تنهنجون چاليون چُست وَاللهِ غضب،
بس عاشق کي احترام ادب،
نه ته پاٽڪي پاڻ ئي خوار ڪيئه.

تنهنجو ناز و ادا يا جشن جفا،
سر عاشق پائن عين وفا،
اهڙيون چاليون چلڻ سڀ توکي روا،
ناهي وارَ مٿان سهڻا! وارَ ڪيئه.

تنهنجو دردُ و الم يا راحت آ.
بس ياد آهيون ته عنايت آ.
اهو عشق "امام الدين" وحدت آ.
لائي نينهن وري نروار ڪيئه.

❑

(161)

ڏکي دلڙي يار ڏٺاري، ڪَرياراچي ڪا ستاري.

ڪيئي عاشق تنهنجي عين ڪُنا،
تنهنجي مام محبت مرد مُنا،
ڏي ڪا دلبر تون دلداري.

اهڙي جدائي نہ جاني جُڳائي،
راهہ ۾ رهبر وچ نہ رُلائي،
ڪَر سونهن پريا سرداري.

آڳ اندر وئين عشق جي ٻاري،
مُوتُو مٺل ڪي وچ تون جياري،
دم صورت سرت ڏي ساري.

سُڻ عاشق عاجز جون ايلاهون،
ويڙون "امام الدين" جو سڀ واهون،
بس واهہ اٿم تو واري.

❑





(162)

اسان ڪلندي دلڙي ڦُرائي، چوکيَ چوٽ ازل کان آئي.
اسان ڪلندي هٿ راهہ ويندي

اکيون چار ٿيون ڪي تير ڇُٽا، سيني پار جگر جي خوب ڪٽا.
اها جهٽ پُٽ اکڙين لائي

پنهنجي عمر هئي البيلي ٻاراٽي، پئي آ سورن منجهہ سويل سياٽي.
اهڙي خبر نہ هئي؛ ڪل ڪائي.

سولو سورن ساجهر ستار ملايو، وري جيئري جدائيءَ عشق جاڳايو.
ناهي طاقت سهڻ جدائي.

ڏاڍو اوکو "امام الدين" عشق لڳي ويو، سڀ سورلهي ويا ستار ملي ويو.
اهڙي پورل جي تہ پلائي.

❑

(163)

رَسُ قادر محي الدين! منهنجا مرشد جيلاني

توڙئون تڙيل تائن تا پيا، ڏيندين امان امين!
پت جنهنجي پاڻ رکين، مغمومن جا معين.
واعدو تنهنجو لاتخف وارو، آڏر اڙين آمين.
عزو ۾ قاتل ڪيني وارن، ڪوري ڪيوني ڪين.
دشمن دنگي دسجي ويندا، هڪل ساڻ هيٽن.
آسون اميدون عجزوارن جون، پوريون پڪ يقين.
ٻڏنديءَ ٻيڙي تارڻ وارا، ڪهين بار ڪٽين.
تار ٽٽل کي جوڙڻ وارا، جوڙي جوڙ جوڙين.
سڏ ۾ سڏڙو ورائڻ وار، سور وارن سڏ ڏين.
صدقي پنجتن جي پيارا، عاصين عرض سٽين.
خون شهيدان جي صدقي، هيٽن حمايت ٿين.
هڪڙو سهارو تنهنجوئي ڪافي، آهي "امام الدين".
رَسُ قادر محي الدين.

□





(164)

عشق تہ آريءَ جام جي،
روهن ۾ رولي وو يارا!

پينگهي خاطر پيار جي، ڏکن جي ڏولي وو يارا!
ملي روز ازل کان، سورن جي لولي وو يارا!

پورهيت نيجو پاڻ سان، گندي هيءَ گولي وو يارا!
سورن ڪئي تہ سياڳ جي، ساعت ڪا سولي وو يارا!

داتا خاطر دان جي، جهلي مون جهولي وو يارا!
آريءَ ساڻ "امام الدين"، ٻانهپ جي ٻولي وو يارا!
□

(165)

پيئر هن پنهور جون، ماڙيون مون نہ وڻن وو يار!

سورن واريون سهاڳڻيون، سيجن تي نہ سمهن،
جن کي لڳل آ عشق جي، سي نيڻين ننڊ نہ ڪن وو يار!

محبت مٺي هاب ڪيو، سڙي منجهہ سهمن،
طعنا تنکا لوڪ جا، سوريتن سونهن وو يار!

عشق تہ آريءَ جام جي، لوهاتيو تہ لڳن،
آگ لڳي وئي عشق جي، جيرا جوش جلن وو يار!

عشق حجاب هٽائيو، مت مٿان محبن،
ڪامي پئي آ ڪيچ ڏي، سورهيہ پئي صدمن وو يار!

ڏکن ڏيکاريو الا، سونهين ڪئي سورن،
ملندس پنهنجي محب سان، هاڙهي ئي هوتن وو يار!

انگ تہ آريءَ سان اڳي، لکيو منجهہ لوحن،
اديون آريءَ جي مٿان، گهوريس لک پيرن وو يار!

ويندس رهندس ڪينڪي، گس وٺي گورن،
پنهل پاڻ "امام الدين"، حامي ٿيو هيڻن وو يار!

❑





(166)

مرشد منهنجا مالڪ منهنجا، صوفين جا سردار!
ڏسي منهنجا عيب هزار، سهڻا ستر ڪر ستار!

عيبن هاٺي ڄاٺي سڄاٺي، پاپڻ ڪئين تو پاڻ پراٺي،
نينهن نڀائج ساڻ نماڻي، ننگي تون ننگدار!

تنهنجي ذات صفات نرالي، تنهنجي در تي لکين سوالي،
ڪين ڇڏيندين ڪوئي خالي، آقا عبدالستار!

تنهنجو اهل عيال سدائين، قائم دائم قيامت تائين،
گولي نيجو ساڻ گڏائين، محبن جا مهندار!

جهوڪ ميرانپور مليو جاني، لک لک وار ڪيان شڪراني،
گهوري جندڙي ڪيان قرباني، سهڻي مٿان لک وار!

عاشق "امام الدين" جون آهون، درد ونديءَ دل جون سڻ دعائون،
ڪرمئون پاڻ قبول ڪيائون، صاحب سخن سچار!

❑

(167)

واهہ واهہ سجڻ تنهنجي ڏني، اڄ عاشقن عيدان ڪيون.
ڪَليون اکيون اسرار جون، اهي نينهن وارن جون نيون.

تنهنجي سجڻ ديدار ۾، ڪي ڪونڌ ڪويا ويا ڪُسي.
جن پيي ڏنو توکي مٺا! سرڙا هٿن تي ويا کنيون.

اکڙين اشاري ئي اشاري؛ ۾ هٽي هاڃا ڪيا.
واهہ واهہ جو اکڙيون اڙيون؛ واهہ واهہ جو رمزان رليون.

تنهنجي انهن بجلين هٽي، روشن ڪيون دل جون ڏريون.
مسڪين جي مڙهيءَ مٿي، ڦيريون رنگيءَ راڄا رکيون.

حاڪم حسن هڪلان ڪيون، پوليون مڙيئي پيون ويون.
تارون سيئي تن اندر، هُو هُو ڪري هردم وڳيون.

مشتاق دل ماندن نظاري، نينهن جون نوڪان جهليون.
واهہ واهہ محبوبن ڪتارون، قرب جون هينئڙي هنيون.

صورت حسن ديدار دم، وحدت "امام الدين" جن.
مُڙندا ڪٿي منصور سي، جن عشق جون ڦاهيون پيون.

❑





(168)

ڪَهي وڃ قرب وارن وٽ، ڇڏي ڏي عام دنيا کي.
اچي بڌ عشق جون ڳالهيون، ڇڏي ڏي خام دنيا کي.

وڃائين وقت ٿو پنهنجو، اجايو هُل هنگامن ۾.
ترڪ ڪر تون سِڳهو طالب، انهيءَ حرام دنيا کي.

طمع ۽ حرص جا حاسد، وتن ڦِرندا فسادن ۾.
عشاقن ئي ڇڏيو تاڙي، اصل انجام دنيا کي.

اَمن آهي رهيو ڪاٿي، فقط فائق فقيرن ۾.
نفر جا يار ئي بچندا، ڇڏي هنگامہ دنيا کي.

وساري موت کي وينا، مٺا موڳا مرڻ آهي.
خبر پونديءَ ڇڏي هلندين، انهيءَ گلفام دنيا کي.

مرڻ کان اڳ مري جيڪي، مٺا آهن تيا جيئرا.
انهن مردن سندي مُوڙُو، منجهايو مام دنيا کي.

وڏي آڪڙ ڪري پائين، تہ آهين يا ڪ نا آهين.
جڏهن ناهين؛ تڏهن آهين، چئج پيغام دنيا کي.

عجب اسلام ۾ فتنو، هي مذهب ڪنهن منجهايو آ.
چوان ڇا مان اجا ڪولي، انهيءَ اسلام دنيا کي.

گهڙيون آخر زماني جون، عجب ابتر وري آيون.
تماشي طلسميءَ ماريا، ڪي بچڙا بام دنيا کي.

سرِ آدم حسن صورت، دمِ آدم سڃاڻين تون.
نيازي نِيت؛ نِم نانگا، نهوڙي نام دنيا کي.

سدائين سوز ۾ عاشق، "امام الدين" سي آڇا.
انهن رندن سان رهٽي ڪر، هٽي ڇڏ گام دنيا کي.

(169)

صورت اڳيان؛ سهڻل اڳيان؛ صورت اڳيان.
عاشق سرڙو نواءِ! دير نہ لاءِ!

آدم صورت؛ حسن تصور، پنهنجي صورت پاڻ مصور،
ساڳيو نقشو جماءِ، رنگڙو ملاءِ!

اکڙيون اچلن تير تفنگي. حسن جا حملا جابر جنگي.
اڳتي قدم وڌاءِ، وک نہ هٽاءِ!

زلف اڏيل ٿي دام ازل کان، چوٿو چرکين جاني جنجل کان؟
قاتل دلڙي ڦراءِ، جند نہ ڇڏاءِ!

حسن تماشا سيئي تنهنجا، دلڙي پنهنجي دوست بہ پنهنجا.
جيءَ ۾ جهاتيون پاءِ، لنوڙي لڳاءِ!

محب ٿو ماري محب جياري. اهڙيون پلايون ڪيڙيون پلاري.
لک لک ٿورا ڳاءِ، نينهڙو نباءِ!

دم ۾ صورت اسم ۾ آدم، راهہ سنئين ٿي جنهن ۾ نہ جوکم.
اهڙي سرت سماءِ، صوفي سڏاءِ!

دم صورت ۾ يار فڪر ڪر، پنهنجو "امام الدين" پاڻ ذڪر ڪر.
هيئنڙي حرف هنداءِ، سرڙو سهاءِ!

❑





(170)

فقير ٿئين تان فقير ٿيءُ، ٻيا ڇڏ ٺڳيءَ جا ٺاهہ.

ڪيني، ٻيائي، ڪوڙ، ڪاوڙ جا ڪير لوڏي لاهہ
مٺو ناهين تان جيئڻ اجايو؛ سالڪ سمجهہ صلاح

ڏکيا الفا؛ لنبيون تسبيحون، هنر ڇڏ همراهہ
اٽڪل ستڪل ڪانہ ڪا هلندءِ غير نہ رک گمراهہ

ٻکان ڪاٺين جان سڪائين، وٺڻ ڪاڻ واهہ واهہ
اُٿي موڳا تون مار مڳيءَ کي، تڙيل کي تہ تباهہ

فقير نام سڏائڻ سولو، اوکي عشق آڙاهہ
سڙيا پريت نباهڻ اوکي، ڀاڙي نہ پوندا ٻاهہ

سورهيہ ايندا سانگو لاهي، ٻانڪا بي پرواهہ
فقير عاشق ڪڏهن نہ پڄندا، غازي مرد سپاهہ

مڪر جون مستيون هوڏ ۾ هستيون، نالائق نباهہ
ظاهر بزرگ بيحد ٻڌيا، اندر نان آگاهہ

فقير نام الله جو ٻي، ڪُل آ ڪوڙي ڪاهہ.
آدم صورت راهہ حقيقي، رند پروڙن راهہ.

سيئي صفتون الله جون ڏس، آدم سر ڪلاهہ.
صفت منجهان جن ذات اٿاري، سيئي شهنشاهہ.

عشق "امام الدين" اوکي چاڙهي، سڏڙين حاجت ناهہ.
عاشق آهن ظاهر باطن، همدم ساڻ الله.

## (171)

مرد ٿي ميدان ۾، ڪرپا اچي ڪنڌڙو ڪپاءِ،
موت توتان معاف آ، اٿ وقت نان ويهي وڃاءِ.

ميدان ڪارِ زار ۾، هرِ وقت جي تہ پڪار ۾،
اُٿ جنگجو للڪار ۾، نعرو هڻي نينهڙو نڀاءِ.

جيئڻي مرڻ جو وقت ٿي، جُڳ جُڳ جيئڻ جو وقت ٿي،
زنده رهڻ جو وقت ٿي، ماري مري موڏي مڃاءِ.

تون شير آن شيرِ خدا، صمصام حيدر ڪڻ سدا،
اغيار جي گردن مٿان، ور ور ڪري وارا وڃاءِ.

پنهنجي وطن هن پاڪ تان، هن ذري ذري خاڪ تان،
مادر وطن جي ماڪ تان، هِن هُن پنهي گهوري گهماءِ.

دين حق جا دادلا اعليٰ عزائم حوصلا،
اسلام زنده ڪربلا اٿ مرد ٿي ميدان ملهاءِ.

عاشق "امام الدين" اٿن هڪ پير نا پوئي هٽن،
سر دار تي توڙي ڪٽن آواز اناالحق الاءِ.

□





## (172)

تنهنجي ذات قلندر نياري، تنهنجي سيني مٿان سرداري.

تون لعل حسيني پيارو، گُلُ باغ نبيءَ وارو،
تنهنجو هِتِ هُتِ لڳل آهي نعرو، تو ۾ حشمت حيدر واري.

تنهنجا نوبت نينهن نغارا، ڇا عرش زمين ڇا ستارا،
منجهہ بحر برن جي پيارا، تنهنجي محڪم آ مهنداري.

تون شاهين شير جلي آن، تون علي آن ابن علي آن،
تون پاڻ شهر ۽ ڳلي آن، تنهنجي صورت ساڳي پياري.

تنهنجي در تي لکين تہ سڪندر، ڇا شاهہ گدا ڇا تونگر،
سڀ تنهنجي در پيناگر، هڪ مان نہ رڳو هان بکياري.

تنهنجو فيض قلندر جاري، تنهنجي در تي لکين تہ بکياري،
هِڪَ هيءَ بہ محبت ماري، ڏي درد ونديءَ دلداري.

نينهن ناچو "امام الدين" آهيان، مان شوقئون ڇيريون پايان،
تنهنجي گهٽي گهٽي در ڳايان، ڪرِ سونهن پريا تہ ستاري.

□

(173)

اسين جوشئون جذب جلالي، اسين مست ملنگ موالي.

پي وحدت پرت پيالا، خاصي خمر کيا متوالا،
اسين صوفي صاف نرالا، پنهنجي نينهن ادا تہ نرالي.

جتي سير صفات ختم آ، جتي آدم ناڪو اسم آ،
جتي پاڻ ئي پاڻ ۾ گم آ، اتي صوفيءَ سرت سنڀالي.

سٽ غير وهم وجودي، ڇڏ نيستي ۾ نابودي،
ڇق شائق شرم شهودي، گم هڪ ۾ هڪ ٿي حالي.

رک ريت تو ن رندن واري، سِک صوفيءَ کان تہ سچاري،
مج مرسل جي مهنداري، ٿي آجو رهہ هڪ خيالي.

ڇڏ حاصل حال ڪيئن ٿيندو ايهو ملڪ ڪو مرد ماڻيندو،
جيڪو نيت نيڪ رکيندو سوتہ صاحب قرب ڪمالي.

ايهو عشق "امام الدين" آهي سنئين صورت راهہ بتائي،
جيڪو شينهٽون شرط ڇڏائي تنهن دم جا آهيون ڏمالي.

❑





(174)

سهڻي صورت ساجن واري،
جيڪا راهہ حقيقي ڏسي ڏسي.

سهڻي صورت سيني سمائي، پنهنجو پاڻ سجائي،
مثل محبت بي مثالي، مرد مزو ڪو ماڻي،
اها صورت ساڳي پياري، منجهہ ڪثرت وحدت وسي وسي

نفي اشارو؛ ڪر تون ڪنارو، عاشق ڪر اثباتي،
پاڻ ۾ پيهي؛ پاڻ کي ڏس تون، پائي دروني جهاتي،
اها صورت راهہ ڏيکاري، ڪو رمز انهيءَ کي رسي رسي

شائق شرف شريعت وارو، طالب ترڪ طريقت،
من عرف رهہ معرفت ۾، حاصل حق حقيقت،
اهو برهہ وڏو ٿي باري، پيهي پارس سان ڪو گسي گسي

ڪهڻي ڪمندو هرڪو آهي، رهڻي ڪو تہ رهائي،
ڳالهيون سهڻيون سيڪو ڳائي، باطن بين وڄائي،
جنهن لڌ آ پنهنجي ماري، سو مرد تہ ملندو مسي مسي.

صوفي صاف صفائيءَ وارو، هُو ۾ ويو تہ هجي آ،
عشق بنا افراد "امام الدين" لالچ لوڀ لڄي آ،
ڪئي عبدالستار ستاري، لک لائق ڳايون اسي اسي.

❑

(175)

آئين پلي ڪري آئين سهڻا! صورت جا سردار!

تنهنجي آئي مَلڪن مڙني،
سجده ڪيا صد بار.

حورن حمد ٿي هر هر ڳايا،
شڪر ڪيئون لک وار.

بشري برقعو پهري آئين،
نوري ٿئين نروار.

ذات صفات جي چولي اندر،
نالا لک تہ هزار.

احمد خاص اسم اوهانجو،
احدئون ناهين ڌار.

هي جڳَ سارا تابع تنهنجا،
مڙني جا مختيار!

خاڪ جي بنگلي اندر ويهي،
پاڻ لڪائين يار.

هر مظهر ۾ رنگ رلايئہ،
روپ بسنت بهار.

صورت سپ ۾ آهن "امام الدين"،
پورا پنهل جا پار.

□





(176)

واهہ واهہ بسنت بهاري آ،
ڪليا گل گلزارين ٽيڙيون.

روپ حسن مُک موهن مورت،
خلق آدم عليٰ صورت،
ساڳي سونهن ستاري آ.

آيو شاهہ حسن جو جاني،
دلڙي ڪئي جنهن آ ديواني،
حيرت حسن هزاري آ.

شملا شاهي تاج لولاڪي،
خاڪي ناهي نان افلاڪي،
صورت سيج سينگاري آ.

گل گلشن ۾ چشم چمن ۾،
بي رنگ رنگي روپ رتن ۾،
چوڏس؛ ڏس چوڌاري آ.

روپ بسنتي؛ مظهر مورت،
اسم "امام الدين" اول عبارت،
جسم؛ اسم اختياري آ.

ڪِليا گل گلزارين ٽيڙيون،
واهہ واهہ بسنت بهاري آ.

□

## (177)

هِتي هُتي صورت نظر، ساقي صنمر ستار جي.
ذات ظاهر، منجهہ صفت هادي هڪو هڪ يار جي.

عبديءَ جي اوٽ ۾ اُتمر ستار سِر سبحان ٿيو.
مسجود مورت مُحمدي، مُکَ مهہ جبين، مختيار جي.

صورت حسن جي نقش ۾ نقاش پنهنجا رنگ پريا،
ساڳي ئي صورت سامهون، ڏس صوفين سردار جي.

ديدار لئہ ڏِس دلربا، ديدار تي آيو هِتي.
مطلوب مورت موهيو، حب حيدرِ ڪرار جي.

ظاهر خدا بہ صورتِ، پير مُغان حيدر عيان.
والله بي صورت نظر، ڪانهي ڪِٿي ديدار جي

مَن عَرَفَ جي موج ۾، عاشق "امامر الدين" نِيو.
نعرا هٽي نيزي مٿي، صورت سپهہ سالار جي.

❑





## (178)

رَس قلندر سيگهہ ۾، ساٿي اچي سردار ٿي.
واهر ولهين جا وير ور، ياور يتيمن يار ٿي.

ڏاڍو جدائي جهوريو هيٺو سندمر ڏِس حال ٿيو.
ديدار لئہ، دل دائما، طلبي سندءِ ديدار ٿي.

سيني پڇائين سوال ٿو هڪ سوال ڪڻ سائل سندو.
رک دائما ديدار ۾ عاشق سندءِ آڌار ٿي.

سيني سڪل سبزيون ٿين هُو هُو اندر تارون وڄن.
هڪ تارَ ۾ هڪ تار ٿي، هڪ پارَ ۾ هڪ پار ٿي.

ڏي صفائي خيال جي، وحدت وفائي حال جي.
آقا سندمر احوال جي، معلوم سڀ محندار ٿي.

پنهنجي درئون پاڙيءَ پياريو، پرت جو پيالو پرين.
مخمور ٿي ميخانہ مان، ناچو نچان نروار ٿي.

عشق ڏئي آجو ڪيو، آقا "امامر الدين" کي.
صوفي صفا دمر دمر لقا، تهہ دل طلبگار ٿي.

❑

(179)

اڄي ٿي حال ۾ همدم؛ حمايت مير مروندي.
رسي ڪر راهه ۾ رهبر؛ رفاقت مير مروندي.

جڏهن ڪان يار ٿيو ياڪي، ڦٽي دلڙي ٿي فيراقي.
ٿئي بس يار اوطاقي، عنايت مير مروندي.

شڪاريءَ شوق ۾ اڇليون، برق رفتار ڪي بجليون.
پيون ڪڙڪي ٿهري ڪجليون، نهايت مير مروندي.

ڏکيءَ کي ڏهگ آ ڏاريو، سڪان ٿي پئي سڄڻ ساريو
مزي سان محب ويا ماريو، نزاڪت مير مروندي.

شريعت ۾ طريقت ۾، رهان مخمور معرفت ۾
حقيقت حق محبت ۾، هدايت مير مروندي.

صفائي صاف سيني جي، محبت شاهه مديني جي
ڪيڍي ڇڏ پاڙ ڪيني جي، ڪثافت مير مروندي.

پيارڄ پريت جو پيالو، رهان مدهوش متوالو
دمن سان دم هڪو نالو، قرات مير مروندي

سِڪان لئه يار جي صورت، پريشان حال منجهه حيرت
سدا صورت ۾ گم مورت، ملاوت مير مروندي.

"امام الدين" کي آقا، ڪيو وحدت جي گم دريا.
ڇڏايو ڇوهه ڇولين کان، سراعت مير مروندي.

❑





(180)

ساريان سي تہ سنگهار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

اديون عمر ڪوٽ ۾،
روئان ليل و نهار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

اوڪا نير نينهن جا پيڙا،
باري برهه جا بار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

قيد الماءِ جا ڪانيان ڏينهڙا،
واڳ وطن تي وار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

قالو بليٰ جي قول ڪيا مون،
ازل کان اقرار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

باغ بهشت هي مَٿُ نہ پايان،
ويڙهيچن وٽڪار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

دم دم ساڻ پون "امام الدين"،
پل پل ياد پنهوار،
مارن ريءَ من مونجهو ٿيڙو.

❑

(181)

پهچ پير پيران عرض مون اگهايو.
هلي هٿ هيٺن تي فضل جو ڦيرايو.

رَکي وير ويري وِئي راهه وينا.
انهن آفتن کان خدارا بچايو.

کُنن منجهه ڪثرت هي ڪشتي ڦري ٿي.
بُڏيءَ جان هي ٻيڙي ڪناري رسايو.

گُنهگار بدڪار آهيان اوهانجو.
مدايون ڏسي مون منهن تان مٺايو.

عَفُو جي اشاري سان آجو ڪيو مون.
مريدن تي ميران رکو رحم رايو.

ڪتيم ڪين چرخو مان ڪاهل ڪُساڏي.
چريءَ جو نه چوري چرخو چلايو.

نه لائق سهي مان تون لائق لاڪيٽو.
ڪري لطف پنهنجا قدمين لڳايو.

سِڪان ٿو مان ديدار لئه دم به دم پيو.
سِڪايل کي ايڏو نه سهٽا! سڪايو.

حضوريءَ ۾ حاضر هي نوڪر ڪري نيو.
حبيبن سان هڪ وار هادي ملايو.





سچي يار صوفيءَ جي محبت مدامي.
سدا صاف صورت ستاري سمايو.

مدد شاهه گيلان؛ مدد ڪر، مدد ڪر.
دلئون دستگيران سڏڙو ورايو.

ستاري ڪري سَڄ؛ ستاريءَ صدائون.
همه حق همدم؛ وحدت وسايو.

پهچ پير پيران عرض مون اگهايو.
هلي هٿ هيٺن تي فضل جو ڦيرايو.

❑

(182)

غوث اعظم دستگيرا سڻ "ستاريءَ" جي صدا،
دم بہ دم درگاهہ ۾، عاجز ڪري ٿو التجا.

اسم عاليجاهہ سان نِسبت غلاميءَ جي قبول،
ڪر سگهو منظور ميران! من منهنجي جي مدعا.

شاهہ عبدالستار جو، ستاري هي فقير ٿي،
ڪڻ غلاميءَ ۾ گندي ڪي، يا سراج الاولياءَ!

منهنجون ميرايون ڏسي، پنهنجون پلايون پال ڪيو،
ميٺ ميران! سڀ مدايون، واسطي شاهہِ انبياءَ،

ڪين ڪي نيڪي ڪيم ۽ ڪين ڪو ڪمڙو پڄي،
بيڪسن جا پرجهلا ۽ عاصين جا آسرا.

هڪ سجڻ حيران ڪيو، دلڙي سِڪي ديدار لڳ،
دم بہ دم ديدار ۾ رک، رهبرن جا رهنما!

عشق سان پرپورِ ڪيو، نيڻين نظارو نور ڪيو،
سينو صفا ڪوهہ طور ڪيو، دل روشنائي دائما!

خيال ڪڻ ڪثرت ڪنان، هڪ خيال ۾ گم خيال ڪر،
هيڪڙائيءَ ۾ همه رک، حال ۾ همدم لقا.

ذات ۾ گم ذات ڪر، آجا ڪنان خطرات ڪر،
رات ڏيهان دم بہ دم، وحدت وصالي واقعا.





حال سڀ معلوم ٿي، مخفي نہ منهنجي ماجرا،
پهچ پيارا پلڪ ۾ يا پير پيران بادشاهہ.

يا محي الدين قادرا! فضل جو ڦيرو ڪيو،
دير نا ڪر دلربا! دلڙي اداسي تو سوا.

هت وٺو حاضر حسيني يا حسن جا لاڏلا.
شاهہ گيلاني الغياث ڪيو "ستاريءَ" تي عطا.

غوث اعظم دستگير سڻ "ستاريءَ" جي صدا
دم بہ دم درگاهہ ۾ عاجز ڪريٿو التجا.

□

(183)

دما دم شاه شهيدان، دما دم مست شهيدان.
ڪر ڪا ماڙ مريدان، سگهو سرتاج صُوفيان.
دما دم شاه شهيدان، دما دم مست شهيدان.

تنجو افلاڪ تي نعرو، تون حسيني سر سارو،
تنهنجو نيزي  تي نظارو، تون آن مردن ۾ مردان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

ڪري ڪربل تو ڏيڪاري، حسيني ريت سيڪاري.
چڙهي نيزي تي سواري، ميرانپور مقتل ميدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

تون نبيءِ جو تہ پيارو، تون عليءِ جو بہ دلارو،
تون ميران جو سر سارو، تو همه حق بہ يزدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

تون ئي سردار صوفين جو، اُجهو آڌار صوفين جو،
سپهہ سالار صوفين جو، تنهنجي دربار ۾ ديدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

تون ولهين جو آهين وارث، تون پرين پاڪ آن پارس.
اچي غمخوار ڪٿي گس، هَل مِن محب مزيدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.





تنهنجي قائم آ هي گادي، تون هدايت جو آن هادي،
ڪر عنايت امدادي، غريق بحر توحيدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

تو آهين "فضل" سراسر، تون ئي "ستار" برابر،
تنهنجي "ارشاد" جي آڌر اچي عاشق ڪن عيدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

تنهنجي درجا تہ ڏمالي، هي ستاري تہ سوالي،
ڪيو وحدت ۾ وصالي، اچا لک وار اميدان.
دما دم شاهہ شهيدان، دما دم مست شهيدان.

□

(184)

رات وهامي ويل وجي ٿي،
جاڳو جاڳو پيارا،
چنڊ ڇري ٿو ڪتيون هلن ٿيون،
هلن تيڙو تارا،

رات جياري رڪ تون ويهي، پاڻ کي ڏس تون پاڻ ۾ ويهي،
ڪاڏهون آئين، ڪاڏي ويندين، نينهن نپائج نيهي،
قول الستي، ٻول اهي ئي، پاڙج پاڙڻ وارا،
جاڳو جاڳو پيارا،

حسن حقيقي صورت سهڻي، سيني سمائج ساڳي،
ڪثرت ڪاهي، هل هئين سين، وحدت ڳاءِ ويراڳي،
عشق اندر ۾ ڪر اثباتي، لا جا ڏي لمڪارا،
جاڳو جاڳو پيارا،

فڪر فنائي، حال حلاجي، ذات ۾ گم ٿي وڃ تون ذاتي،
موتو مرڻ کان اڳ مري پئُ، حاصل ڪج حياتي،
معاف تنين تان تيڙي مماتي، نينهن هڻن جي نعرا،

عشق "امام الدين" راز الاهي، سيني سر ته سمايو،
دل جي تارن نغمو ڇيڙيو، اَنَاالْحَقْ الايو،
گيت، غزل سڀ بي سودا ٿيا، برهه بنا بيڪارا،
جاڳو جاڳو پيارا،
□





(185)

وساڄ ڪين تون سُهڻا! ڏِسي بدڪار بيڪاري،

اوهانجي آسري جاني، ٻڌل ٻانهن سندي ٻانهي،
نوازش ڪيو نگهباني، اچي عاصيءَ مٿي آري،

نه آهيان زهد ۾ زاهد، وڏي مان ويسلي واحد،
تنهنجي صورت سندي ساجد، نسنگ نادار نرواري،

ڪمايم؛ ڪين ڪم آيم، نچي ناچو ٿي مان ڳايم،
ملامت بار سِر چايم، کُليل آ خلق ۾ خواري

پري آپنڌ هي پيادي، منجهيل موڳي رهي ماندي،
ڏيو ٻيوس کي برجاندي، اصل کان عشق آزاري،

"امام الدين" عاصيءَ کي، پرين پياج پياسيءَ کي،
عجيبا! هن اداسيءَ کي، ڏجانءِ ڪا دوست دلداري،
□

(186)

چڏ منصوبا مطلب جا.
رکُ حال هميشه حُب جا.

تون آن پانهون ڪر پانهپ جي پولي.
تو چو رسم ۾ رياضت رولي؟
سِک امر؛ اطوار ادب جا.

آئين عبد تي عبد گذارين.
جيسين حال حلاج نہ ماڻين.
تيسين ڪوڙا قصيدا ڪسب جا.

پڙھ اول نماز الاهي.
جيڪا پاڻ الله پڙهائي.
ڪر سجدا سچي پنهنجي رب جا.

صحيح صورت صاف سجاڻي.
ٻئي طرف اجايو چو تاڻي؟
مَتِ مونجهارا مذهب جا.

رهه ذات سان ذڪر ۾ ذاتي.
پائي پاڻ ۾ ڏس تون جهاتي.
پيچ ڪلف؛ ڪڙا ڪل قلب جا.

ڪر دور دوئيءَ ڪي دِل تان.
پيچ طمع؛ حسد ۽ حرص ڪان.
چڏ طمع طريقا طلب جا.





ڪر ڏوھہ؛ ڏمر ڪان پاسو.
رهه خلوت؛ خاص خلاصو.
ڪر سلام صورت سپ جا.

تون آن ذات تي ذات ۾ گم تون!
ڪر سير صفات ختم تون.
سَتِ جهگڙا حسب؛ نسب جا.

رهه رهڻي "امام الدين" نياري.
جيڪا هاديءَ هردي ويهاري.
سڻ عشق احوال عجب جا.

❑

(187)

هن بدڪاريءَ تي پيرو،
ڪج هادي سُتت سويرو.

ڪين ڇڏي ڏي ڪڍهين پنهنجو،
مُورئون هيءَ تون ميرو.

عدلئون آجي ڪين ڪي ٿيندس،
فضلئون ڪر ڪو ڦيرو.

ويري واتن تي وينا هن،
گهورن ڪيو ٻيو گهيرو.

من مندر ۾ محبن ميلو،
اکڙين ۾ آکيرو.

وحدت منجهه وٺاڻ "امام الدين"
دوست! اڏي ڇڏ ديرو.

❑





(188)

آيو اڱڻ اسانجي جاني،
لک لک شڪر گزاران وي.

ساجن آئي سرها ٿيڙا،
گُل، گلشن، گلزاران وي.

روپ بسنتي گيڙو گلڙا،
صورت ڪَر سينگاران وي.

شاخ شجر کي ساوڪ بخشي،
سونهن يري ستاران وي.

ڳليءَ ڳليءَ کي روشن ڪيڙو،
تنهنجي عين اشاران وي.

جشن ستاري، برهه بهاري،
حسن ڪيون هيڪاران وي.

ساڳيو سهڻو آهي "امام الدين"،
بيشڪ باغ بهاران وي.

❑

(189)

ڏاڍو آ ڏکيو يار نيائڻ نينهن ناتو.
هن عشق جي پڙ ۾ ته ڪَهي پير ڪنهن پاتو.

سڌڙين جون سڌون يار، هتي ڪين ڪي هلنديون.
بن عشق نگيءَ ناھ جون، چالون به نه چلنديون.
بيسر تي جنهين يار، آهي سِر کي سڃاتو.

هن رسم فقيريءَ ۾، فقيري به ته ناهي.
آزاد اسيريءَ ۾، اسيري به ته ناهي.
جنهن عشق ونگي، ڏينهن قيامت تائين ڦاٽو.

هن رنگ؛ صفت رنگ مان، جنهن رنگ ڏٺو آ.
هن راھ؛ صورت راھ مان، جنهن راھ وٺو آ.
بي رنگ تي جنهن روح، دمي رنگ آ لاتو.

رهڻيءَ ۾ رهڻ آھ ڏکيو، ڏاڍو "امام الدين".
ڪاهن ٿا اتي ڪونڌ، جتي آهي رڳو ڪين.
مَردن ته مَري عشق جو، ڪنهن ڄاڻ آ ڄاتو.

□





(190)

زاهد پيئڻ ڏي مونکي، مئه جو چُڪو ڪٽي.
غافل ڏسين ته وٺ تون، پل جان ڏُکو ڪٽي.

مئه خانئه ستار مان، مونکي ملي ٿو جام.
ڪيئن نه پيئان اي زاهد! مولي مَکو ڪٽي.

سهٽي سجڻ جي بزم جي، رقاص رند تي.
ساري جهان جي خواري اڇليو اُڪو ڪٽي.

اکڙين جي رس اُجاريو، مدهوش مست ڪي.
نِگاھِ نينهن نسريو، نشانبر نُکو ڪٽي.

دم وزم ڪر وصال جو، عاشق "امام الدين"
نت نڙ ڪري تون ڇڪجاڻ هردي حُقو ڪٽي.

□

(191)

منهنجا سهڻا ستارا! تنهنجو هت هُت نعرو،
تنهنجو نہ ثاني ڪوئي، شان مان وارو،

جهوڪ مان اپريو سهڻو ستارو،
سج چنڊ کان وڌ نوري نظارو،
عرشن اُگهتي تنهنجو اڳ جو اوتارو،

تنهنجي نظر ۾، رب جي رضا تي،
بگڙي بنائين منهنجي اها التجا تي،
تنهنجو اشارو آهي الله جو اشارو،

صوفين جو سِر تي پاڻي تاج آئين،
واللهِ تون خود معراج آهين،
صورت تنهنجي ساڳي ساڳيو ئي نظارو،

ارشاد تنهنجو صحيح جن سڃاتو،
تنين ترت تڪڙو توکي ئي پاتو،
عاشقن کي آهي اول ارشاد پيارو،

آهيون "امام الدين" سيئي ستاري،
سام سڄڻ جي پُکي، پيناري،
درد وندن کي داتا! تنهجو ئي سهارو،
12-4-67

□





(192)

پرين پاڻ آيو عبديت جي اولي،
انهيءَ راز رنديءَ ڇڏيو عقل رولي،

انهيءَ انت، بي انت جي خبر ڪنهن کي،
نائي نيڻ ناظر، اها نظر ڪنهن کي،
وڏي ڳالھہ ڳجھہ جي ڳجهارت ڪو ڳولهي،

هُوَ الاول هُوَ الآخِر هُوَ الظاهر سوئي،
هُوَ الباطِنُ هُوَ القائم هُوَ القادِر سوئي،
بس بيک بشريءَ وڏو پيو ۾ پيولي،

جو احد آهي، سو احمد آهي،
بلا عين عربي، سو محمد آهي،
اهي ٻول حق جا ڀمڪي ڪو ٻولي،

ڇڻُ ڪنهن آ ڪنهنجو سجدو ڪرايو،
اهو وقت ابليس کي هٿ نہ آيو،
پنهنجو پاڻ پڌرو ڪيو راز کولي،

آهن عشق وارا عاصي ويچارا،
ملامت جا ماريا خواريءَ جا ڪارا،
ڪوجها ۽ ڪارا ڪيا ڪانڌ ڪولي،

جنين عشق ذاتي، آ تنکي حياتي،
پنهنجي اندر پنهنجي، صورت سڃاتي،
اوکي "امام الدين" لڳي چٽنگ چولي،

□

(193)

اچن کيان چا کيان مان؟
پيو صورت سھڻل جي راتيان ڏيهان ڏسان مان.

سُور سوين هن درد اندر ۾.
مِلن تہ چيڙيان چا چا چپر ۾.
کمڙا حال چوان مان.

اڳڻ ٻهاريان، اکڙيون وڇايان.
قدم قدم تي سرڙو نوايان.
چشمن ساڻ چمان مان.

هاڪ حسن حيرت حيراني.
ملندا ڪڏهن منهنجا جاني.
پال لکين پايان مان.

ساقي ايندو ورهہ وندبيندو.
پرت پيالو پُر ڪري ڏيندو.
سيئي خيال کنيان مان.

عشق "امام الدين" عقل نيو آ.
مستيءَ مئہ مخمور ڪيو آ.
ناچو تي تہ نچان مان.

□





(194)

اُلٽي دنيا الٽو دور.
گهٽ اشراف، ڪمينو زور.

ڪوڙ قصد جي آھِ ڪمائي.
ملزم آجو دانهن اجائي.
واهہ توازن پوري تور.

محبت؛ الفت ڏيک ڏيکارو.
ڪينو؛ ڪاوڙ قلب آ ڪارو.
منهن جو منڙو، نيتي نور.

حسد؛ وڏائي، حرص؛ هوائي.
دوئي؛ ٻيائي، پائي؛ پائي.
ظاهر پاڳيو؛ اندر چور.

ظاهر؛ زاهد، قاضي، ملا.
لَند فقيري، ٻيشڪ پَلا.
ظاهر بزرگ؛ منهن جو مور.

آدم دم جو، قدر سڃاڻي.
پاڻ ۾ پيهي پاڻ ڪي جاڻي.
آدم انسان اعليٰ اور.

عشق "امام الدين" اکڙي کولي.
احد آيو آ احمد اولي.
قدم قدم تي سرڙو گهور.

□

## (195)

صورت اوهانجي ساڳئي ئي سهڻا!

ڪيان ٿو سجدو ستار سمجهي،
ڪعبي کان بهتر؛ روءِ اطهر
ڪليل خدا جو ديدار سمجهي.

پلي جان دنيا ڪافر چوي، مان ڪافر سهي،
نہ آهيان مشرڪ خدا بچايو،
صفا سڃاتم هڪ يار سمجهي.

حسين صورت آدم واري، ساڳئي ئي پياري،
صفت ۾ جهاتي؛ پاتي ذاتي،
آيو ازل کان اقرار سمجهي.

تعريف تنهنجي بيان کان ٻاهر، زبان قاصر،
پرين تون پڌرو، وهم نہ خطرو،
نمان ٿو دم دم نروار سمجهي.

وصال تنهنجو، سوال منهنجو، بحال منهنجو،
سواءِ تنهنجي ٻيو ڪجهہ نہ گهرجي،
ڇڏيم سڀ ڪجهہ آزار سمجهي.

"امام الدين" جو تون ئي آقا! امام آهين،
سلام توتي، سجود توکي،
پڪو پنهل جو هڪ پار سمجهي.

❑





## (196)

هن بيمار دل جو دارون دوا،
تنهنجو ديدار منهنجي آهي شفا.

جي تو ڦڪيون ڦڪيان، سور هيٺا ٿين،
نہ تا ٽوٽا لڳن، نہ تا ڦيٽا وٺن،
جيئن جيئن ٿو چران سور سهٽا پون،
ڪر مهرِ نظر هڪ واري منا.

ڏاڍو اوکو اوپٽرو مرض لڳو،
سُک، چين سورن آرام پڳو،
دم دم سان ٿو سُرڪي سورن سڳو،
وير جاري جدائيءَ زخم ڪيا.

منهنجي دل جي تسلي؛ تسڪين تون،
منهنجو آرام؛ راحت، ڏن رين تون،
پنهنجو گهايل نہ ڇڏجانءِ غمگين تون،
منهنجي ڪين سري ٿي توکان سوا.

دل زخمِ جگر ناسور ٿيو،
تنهنجي چشمن ويتر جُور ڪيو،
تنهنجو پورن مٿي سهڻا! پور پيو،
هن دلڙيءَ دُکيءَ جي سڻ تون صدا.

مِل عاشق عاجز ساڻ اچي،
مچ محبت جو منٺار مچي،
تنهنجو روز "امام الدين" ڦالون وجهي،
اچ دلجاءِ ٿي سهڻا! سخن سچا.

❑

(197)

واهہ يار آيو دلدار آيو، ارشاد الله اعتبار آيو.

کٿي آگهہ عشق امداد ڏٺم، کٿي شان شرف شمشاد ڏٺم.
کٿي دلبر دل دلشاد ڏٺم، کٿي صورت منجهہ ستار آيو.

کٿي غوث محمد گل ڏٺم، کٿي عطا الهيٰ املهہ ڏٺم.
محبوب مٺو در دل ڏٺم، کٿي عبدالستار اظهار آيو.

کٿي حڪم حڪيم عظيم ڏٺم، کٿي قرب ڪليم نعيم ڏٺم.
کٿي صاحب رب ڪريم ڏٺم، کٿي وارث ولهين يار ڏٺو.

کٿي حيدر شير شبير ڏٺم، کٿي علي حسن امير ڏٺم.
کٿي پير فقر ۾ فقير ڏٺم، کٿي طور تجل انوار آيو.

کٿي اڪبر اعليٰ شان ڏٺم، کٿي نيزي پڙهندو قرآن ڏٺم.
کٿي فيض فضل فرقان ڏٺم، کٿي صوفي سچ سردار آيو.

کٿي صادق صدق صديق ڏٺم، کٿي رکيل روح رفيق ڏٺم.
کٿي وحدت بحر عميق ڏٺم، کٿي جان جسم جنسار آيو.

کٿي شوق شريعت شاهہ ڏٺم، کٿي طور طريقت راهہ ڏٺم.
کٿي حق حقيقت ماهہ ڏٺم، کٿي معرفت مک مهندار آيو.

کٿي گرز رياضت ريت ڏٺم، کٿي هندو مسلم پريت ڏٺم.
کٿي نينهن وارن جي نيت ڏٺم، کٿي ڳل جيٽو سينگار آيو.

کٿي جهوڪ طرف طواف ڏٺم، کٿي ڪعبو قبلو صاف ڏٺم.
کٿي بديون بچڻ معاف ڏٺم، کٿي احمد اڙين آڌار آيو.

کٿي "امام الدين" غلام ڏٺم، کٿي سجدو سگ جو سلام ڏٺم.
کٿي عاصين تي انعام ڏٺم، کٿي پينو پنٺار آيو.

□





(198)

مان ناچو يار ستار جو.
مان ڳليءَ ڳليءَ تو نچان نچان.
ملان ناهيان، قاضي ناهيان، نہ مان نيڪ نمازي آهيان.
عجز تي عاجز ڪين ڪمايان، ڪتڙو سگ سرڪار جو.
مان بديون پائي اچان اچان.
هندو؛ مسلم سيرُ اسانجو، خلق خدائي خير اسانجو.
مولا ميتج مير اسانجو، بچڙي هن بدڪار جو.
اٿم اميدون اچا اچا.
مذهب عشق امام اسانجو، صورت سڀ کي سلام اسانجو.
هردي هادي نام اسانجو، پانڌيڙو تنهن پار جو.
مان رنگ رنديءَ ۾ رچان رچان.
هوڏ هنيلي حرام تي هستي، عاشق اصلئون روز الستي.
پيئڻ جام محبت مستي، عاشق عين اسرار جو.
مان مئہ تہ انهيءَ ۾ مچان مچان.
سوز سرود آواز ستاري، هردي هو دم ساز ستاري.
پريم وارن پرواز ستاري، چيرن جي چمڪار جو.
مان چم چم چيريون وڄان وڄان.
ماڻهو ميڙڻ مقصد ناهي، پائڻ پولو يار بچائي.
حال حقير جو حاضر آهي، ناچوءَ هن نروار جو.
چوڏاءِ ڪنهين ۾ ڏچان ڏچان؟
عشق "امام دين" اسانجو، بي خود؛ باجو؛ ٻين اسانجو.
يڪتاري تي يقين اسانجو، طرح تنبي هڪ تار جو.
مان چشمين چيڙيون چمان چمان.

□

(199)

سوز درد جو ساز، وحدت سِر واهه واهه وڄي ٿو.

ماٺهن ليکي تار تنبي جي.
الستي آواز، بي خود ٻاجو بين بڄي ٿو.
چيرين چيچڪا ڪنجهين ڪڙڪا.
پريت سندي پخواز خيال خوديءَ کان خوب کڄي ٿو.
چاهت چيچڙيون گهڙيءَ گهڙي تي.
رِند ونن تا راز، ڪينو؛ ڪاوڙ پائڻ پڄي ٿو.
تارون سيئي تار ۾ گم ٿيون.
پختو ٿئي پرواز، عرشن اڳتي عشق اڏي ٿو.
صورت سونهين سولو ڏگ ٿيو.
برهه بچايو باز، چٽين چنبن ۾ چايو چڳي ٿو.
عشق ڪري ادنيٰ کي اعليٰ
نوڙت ساڻ نياز، صورت سپ ۾ يار وسي ٿو.
ناهِ نفيءَ ۾ نيث "امام الدين".
بندي کي بي نياز عشق ايازي ذات ڏي ٿو.
❑





(200)

معاف ڪجو اي دوستو! مان دل پري ديدار ڪيان.
محبوب ماهِ لقا سان چوري مان چشم چار ڪيان.

هڪڙي حسين ڪانسواءِ آرام دل جو دربدر.
راحت؛ سڪون قلب جو ڪوئي چو بي قرار ڪيان.

دم زندگيءَ تي ڪهڙو، دم اعتبار رهندو؟
باقي اچا چو انتظار ايڏو مان بار بار ڪيان؟

وَنَحۡنُ وصال جو اثر، هي واعدو ويجهو وڏو.
پيهي اندر ۾ پنهنجي پرينءَ سان پيار ڪيان.

ڏاڍا ڏکن ڏنا مزا، هي ڏک سمورا سک ٿيا.
اهڙن ڏکن تان بار بار سک صدق سؤ وار ڪيان.

بس ياد ۾ "امام الدين" ياد تنهنجي ٿي وڃي.
صورت حسن تصور سينگار سر سينگار ڪيان.
❑

(201)

سهرا عطن رخ تي، سهڻا لڳن ٿا.
سهڻا لڳن ٿا، دل کي وڻن ٿا.
من کي موهن ٿا.

موتي مهر وارا عرشئون آٽايم، اهي موڙ جيءَ جوڙ جيءَ سان جڙايم.
اکڙيون اڙايم دلڙيون کسن ٿا.

اکڙيون عطن جون نرگس نماٽيون، دلڙيون ڏتارن ڏئي شهہ شاهاٽيون.
عاشقن کي آٽيون چشمئون چِتِن ٿا.

ايهي ڏند، دلبند، پيوند پيارا، چوڏس ٿا چمڪن جڻ چنڊ تارا.
حلمُ حيا جا ڪرڻا ڪرن ٿا.

هٿڙن تي ميندي، محبت مروت، حاذق هٿن ۾ هيٺن حمايت.
آئا عنايت، ڏولڻ ڏکن ٿا.

قدڪام قائم سروءِ صنوبر، نت نخل نيازي نتينهئون نشانبر.
عقلئون اڪابر قدمين ڪمن ٿا.

عمر دراز دائم؛ خضري حياتي، بختُ بلند بالا؛ خادم خلاصي.
"امام الدين" آسي؛ ناچو نچن ٿا.
□





(202)

ڪنهن سان اوريان دل جو حال اديون. مون ڪان حال نکو احوال پڇي.
مونکان حال نکو احوال پڇي، سڪ سورن جو ڪو سوال پڇي.

سک جا سنگتي ساتي گهڻا، هن ڏک ۾ ڪنهن کي ڪين وڻان
جيئن جيئن سرتيون ساهہ ڪٽان، تيئن سنگتي ساٿي بيزار پڇي.

جت مايا مالي موهہ ڏنم، اتي ماڻهن جا ڪي انبوه ڏنم.
جِت منزل ٻاري روه ڏنم، اُتي سرتيون سُڄ جو سفر سڄي.

جن ڪثرت ڪامي ڪاهہ ڪئي، تن وحدت ۾ ويساهہ ڪئي.
سولي صورت سهنجي راهہ ڪئي. انهيءَ مام ۾ مورنہ مرد منجهي.

اهي سور "امام الدين" سولا ٿيا سڀ برهہ پڇايا پولا ويا
لاهي عشق چڏيا سڀ اولا ويا جتِ هادي حمايت پاڻ ٿئي.
□

(203)

ڪيچ ڏٺي ڪوهيارا! هلي هڪوارا،
رَس تون رڻ ۾ رُليءَ ڪي.

پنڌ اڻانگو، منزل باري،
هيڪلڙي هڪ دردن ماري،
ڌانهون ڪري دلدارا! پهچ پيارا،
رَس تون رڻ ۾ رُليءَ ڪي.

ٻَرن پٽن جي سونهين ناهيان،
قدم قدم تي ٺوڪر کاوان،
ڪوهن ۾ ڪوڪارا، سُڄ ستارا!
رَس تون رڻ ۾ رُليءَ ڪي.

واهون تو ريءَ واهه نہ ڪائي،
سهڻا! سولي ڪج ڪا سٽائي،
سڪنديءَ جا تہ سهارا، لاهہ مونجهارا،
رَس تون رڻ ۾ رُليءَ ڪي.

وارُ بہ سورن کان ناهہ واندو،
تُنهنجو "امام الدين" تو لئہ ماندو،
مِل تون محب موچارا، جيءَ جيارا،
رَس تون رڻ ۾ رُليءَ ڪي.

❑





(204)

عاشق ڦرن البيلا، بازار حسن جي ۾.
مخمور مست آهن ديدار حسن جي ۾.

گيسوءَ جي جار ۾ ڦا، ماهيءَ جان مرد ٽڙين.
ڪاڪل جي قيد ۾ بند، رخسار حسن جي ۾.

اڪثرين ٻکيل عشاقن، سر جان جگر حاضر.
دلڙي پيئي تہ دسجي، هڪ وار حسن جي ۾.

چيڙا چٽي چريا ٿيا، پيرن سنديءَ پٽي ڪي.
هر سگ، سگ ٿيو ليلي! چسڪار حسن جي ۾.

هٿڙا جڏهن وڌائي، هيٺن گلي ٿو لائي.
گمائي ٿو يار گمائي، جهلڪار حسن جي ۾.

سورج مٿي هلالي، ابرن جي ڏار ڪالي.
واهہ واهہ عجب ڏيکالي، سنسار حسن جي ۾.

صورت ۾ صاف ظاهر، باطن ۾ بند مولي.
عاشق "امام الدين" گم، سينگار حسن جي ۾.

❑

(205)

عشق ناهي آسان، بي سر تي ڪو سرڙو سمائي

عشق جي بازي اُلٽي اوبڙي،
علم؛ عقل سان ڪنهن نہ نبيري،
جوڌو لڙندو جوان، هار ڪٿڻ جي حرص وڃائي،
عشق وارن تي حملا هزارين،
فالم فوجان ڪُٽيون قطارين،
گوڙ وڏو گھمسان، بي خود بانڪو پاڻ بچائي،
سيڪو پاڻ کي سورهيہ پائڻين،
جنگ کان ٻاهر سندرا ساهين،
سرت وارو سامان، خير ڪٽي ڇڏ سيئي کپائي،
موهہ ۽ مايا ميڙڻ مالي،
عشق وارن جي اها نا چالي،
عشق الف اعلان، ڳل ڪفني پئہ پڙ ۾ پائي،
موج ڏسي ڪيئن مانجهي مُڙندا،
گھير انهيءَ کان غازي گھڙندا،
تيز اچي طوفان، پاٽي ڪيئن پاٽيءَ کي کائي،
وحدت واديءَ ڪثرت ڪاهي،
عاشق "امام الدين" سرڙو سمائي،
مرد مَلهي ميدان، صورت سينو سپر بڻائي،

□





(206)

عشاقن جي نماز آهي، صنم صورت اڳيان سجدو،
سدائين بندگيءَ ۾ آ، تنهنجو هي نيازمند بندو،

خدا راضي ڪرڻ سولو، صنم راضي؛ خدا راضي،
خدا کان اڳ ڪپي مونکي، صنم تنهنجو رضا مندو،

حسن صورت جي ساجد تي، پلي آ ڪفر جي فتوي،
ڪفر ۾ عشق وارن جو، پڪو ايمان ٿي وبندو،

تنهنجي ڪعبي ۽ قرآن تان، منهنجو سر ساهہ آ صدقي،
مگر تنهنجو پوڄاري ڪيئن وڃي پٿر کي پوڄيندو؟

شريعت جي حڪم اڳيان، عشاقن سر ڪيو حاضر،
مگر ڪڏهن ڪو، سِر ڏئي سر سينگاريندو،

عشاقن جي اوبڙي چال، ماري مت منجهائي ٿي،
جنين مت مئہ ڪيڙي من مان، ننگي تنکي نوازيندو،

دوئي واري ڏيڻ نڪري، محبت موج ۾ پئہ تون
محبت ٿي محبت ۾، مزا ڪو مرد ماڻيندو

"امام الدين" تون ڇاهين؟ تون آهين يا ڪِ تون ناهين؟
جوئي آهي سوئي آهي، سوئي رلمل سدا رهندو،

□

(207)

آهي پاڻ ستار،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين".

مظهر ٿيو موجود صفت ۾،
آيو آدم جي صورت ۾،
ڪل جڳ ۾ ڪلتار،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين"

بي رنگي رنگ روپ ۾ آيو،
ناهي ڪنهنجو ڄڻيو نان ڄايو،
خاوند خودمختيار،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين"

قادر ڪل تي قائم آهي،
خالق؛ مالڪ؛ راحم آهي،
رازق؛ "رب جبار"،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين"

ميم جو برقعو عين جي چادر،
نينهن وارن جي ڪلي ته نظر،
نوري ٿيو نروار،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين"

عشق وارن کي خوف نه خطرو،
سڪ جو ٻڌ تون ساهي سندرو،
پنهنجو پهريدار،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين"

جهوڪ ميرانپور نور الاهي،
روشن ڏٺن ۾ روشنائي،
جانب جلوي دار،
ناهي ٻيو ڪو ان ري "امام الدين"





(208)

سگهو تي سيگهه ۾ ساٿي، اچي بادشاه بغدادي!
عنايت ڪر اٻوجهن تي اچي عاشق! امدادي.

اوهانجي آسري آهيان، سهارا سڀ ختم ٿي ويا،
سهارو ڏي سڪايل کي، حمايت ٿي هيڻن هادي!

مڙئي ڪر معاف محتاجيون، اچي رس جلد جيلاني!
رسايو منجهه وحدت جي، مِنا موجود حق وادي.

صفا ڪيو صاف سيني کي، ڪڍي ڇڏ ڪوڙ ڪيني کي،
ڪيو ڪوجهي ڪميني جي، ڪکن ۾ يار آبادي.

سدا ستار سيني ۾، منهنجو من آ مديني ۾،
پسان دل جي آئيني ۾، عجب انوار ارشادي.

مدد ڪر شاهه گيلاني محي الدين ميران تون،
ملي ڪثرت کان وحدت ۾ "امام الدين" آزادي.

□

(209)

لائي نيائج پريت.
سِر ڏئي سِڪ کي سلامت رکجي.

نينهڙو لائڻ توڙ نيائڻ، پيرڙو پائڻ وکڙي وڌائڻ.
رندن جي آ ريت، منهڙو ڪري وري منهن نہ مٽجي.

عشق وارن تي سور صدما، سِڪ وارن کي سيئي سهڻا.
سورن جي تہ سنگيت، تار ڳنڍي وري تار نہ ڇنجي.

برهہ جي بازي بانڪا کيڏن، مرد مري ميدان ملمائن.
هاري بازي جيت. ويل وئي وري ڪين تي ورجي.

عشق سلامت نمڻ نيازي، نينهن جو نرتي نم تون نمازي.
نيڪ نيت تي نيت، اکر "امام الدين" پريت جو پڙهجي.

❑





(210)

سڪ سولان ۾ دل سڙدي هے.
دک بار غمان چُم چائندي هے

تيڏي درد هجر دا، ڪان لڳا.
سک چين صبر آرام ڳيا.
ڳل زلف دا دهرا دام پيا.
مني مردي هے نا جيئدي هے.

جڏانهن رات اندهاري چڙهدي هے.
تيڏي ياد ۾ ياد پئي پوندي هے.
رت ساڙ هڏان ڪون ڪوندي هے.
ايجهي سولان سول پئي سهندي هے.

رت رو رو نير وهيندي مين.
تيڏي آس مين دلڙي ڪٽيندي مين.
دن راتيان ريهان ڪريندي مين.
تيڏي باجهہ ٻهارڻ منگدي هے.

تيڪون ڳليءَ ڳليءَ ڳوليندي قران.
مين تہ در در جهاتيان پائندي رهان.
بن ڪنجري نينهن نچيندي هان.
ايجهي ڦِٽ ٺڪڙي سانون نهندي هے.

جڏانهن آوين اڱڻ ڦيرا پاوين منا!
ڪرين صاف صحن ڪون صوفي صفا.
تيڏي قدم قدم تون گهول وڃان.
راهين رو رو "امام الدين" تڪيندي هے.

(211)

سهه جندڙي سَوَ سور،
سورن ۾ آ سهاڳ سڄيءَ جو.

نئين سج اُڀرن سور نوان ٿا.
لڇندي پڇندي صبح سوان ٿيا.
ڪنهنجا ڇوان مان قصور،
برهه وڏو ڪيو پاڳ سڄيءَ جو.

سنگتي ساٿي ٿيڙا بيزاري.
محبت ماري ڪري ڇا ويچاري.
پل پل ۾ سو پور،
دردن ڪيو دل داڳ سڄيءَ جو.

ڪونہ هلي ٿو هنر ڪو حيلو،
واهر ڪانهي ڪوئي وسيلو،
واڪا ڪر وهلور،
مَانَ سٽين ڪو راڳ سڄيءَ جو.

عشق "امام الدين" گم جو ڪيڙو،
حسن حيرت ۾ آڻي هنيڙو،
محبت ۾ مجبور،
وس بيوس ويراڳ سڄيءَ جو.

❑





(212)

ڪاتہ رات وري راڻا! ڪمي ڪاڪ اچجانءِ.
ڪمي ڪاڪ اچجانءِ، پيرو نہ پيجانءِ.

روئندي ٿي گذري هيءَ رات ساري
دانهون ڪري ٿي دم دم ڏکياري
ميڙيون ڪندي سانءِ، ميڙن کي ميجانءِ

تنهنجي جدائيءَ جند جان ساڙي.
ڏاڍا ڏکيءَ کي ڏکڙا ڏهاڙي.
هيڪر هلي آءُ، وري ڪين ويجانءِ

منهڙو ڏيکاري منهڙو نہ مٽجي.
دلڙيءَ ڦٽيءَ کي ڀيتر نہ ڦٽجي.
هيٺن ڏي هلجي، اهڙي چال چلجانءِ.

سِڪنديءَ جي سُڌ لهہ ستت سنيالي
هيٺي اصل کان آ تنهنجي حوالي
ستاريءَ جا سڏڙا سُتت سٽيجانءِ.

❑

(213)

تکو نيڻن جو آهي تاب اديون.
ڪيئي بجليون ڪِريون بي حساب اديون.

جڏنهن نيڻ کڻي سوين سر ٿا جهڪن.
ڪيئي قدم چمن، ڪيئي سر تي رکن.
چايو دلڙي وڃن، چشمن جي چنبن.
اهڙو اکڙين جو آ عقاب اديون.

هڻي هيڪر ٻيهر چوڙن ٿا.
اهو تير تي تير پيا ٽوڙن ٿا.
کڻي نين وري رخ موڙن ٿا.
اڃا تاب رکي ڪن بي تاب اديون.

هلي ٻکڙا هٽن وري هنڙا جهلن.
ڪڏهن سيني لائن، ڪڏهن سوليءَ سٽن.
اهي ناز پرين جا ناز اٿن.
لاهي پردو ڪن ٿا حجاب اديون.

اهو ستر ستاريءَ سان ڇا جو؟
ڪَر ستر ستاريءَ تي پنهنجو.
پُر پيالو پيڻار کو وحدت جو.
ڇُٽي جندڙي ڏوهہ ثواب اديون.

□





(214)

الله الله ٻول، مسافر! الله الله ٻول
اثباتي اک کول، مسافر! الله الله ٻول.

جو دم غافل، سو دم ڪافر.
حسن صورت جي، پيو پوڄا ڪر.
ڪافر تي پيو ڳول، مسافر!
الله الله ٻول.

فاني آهين فاني ٿيندين.
موڳا مرڻ کان ڪاٿي لڪندي.
مرڻ اڳي سر گهول، مسافر!
الله الله ٻول

عاشق تي هڻ نينهن جو نعرو.
مذهب دين محمد پيارو.
جهوڪ وڃي جهل جهول، مسافر!
الله الله ٻول

حسد دوئيءَ کان ڪر تون پاسو.
مانَ ملئي ڪو محبت ماسو.
توبهہ ڪر نا تول، مسافر!
الله الله ٻول
ذات ۾ گم ٿي، ذات ڪي آڻي
پنهنجو ”امام الدين“ پاڻ سڃاڻي
محبت ناهي مخول، مسافر!
الله الله ٻول

□

(215)

صدقي صدقي شاه شهيدان،
آقا عنايت فضل فقيران
ثابت صوفي حق موجود،
حق موجود، سدا موجود.

تنهنجا پوڄاري، در جا ٻکياري،
ڏي دلداري، ڪر ڪا ستاري،
مڙني جا مالڪ، مقصود،
حق موجود، سدا موجود.

اعليٰ عنايت، حسن شهادت،
عشق امامت، واهه جو عبادت،
سيف جي هينان، سربسجود،
حق موجود، سدا موجود.

جهوڪ جا جاني، نينهن نيشاني،
سر قرباني، ريت رنداني،
وحدت واصل، حق جو وجود،
حق موجود، سدا موجود.

سپ صورت ۾، من مورت ۾،
عشق الفت ۾، مُک محبت ۾،
ڪاٿي ساجد ۽ مسجود،
حق موجود، سدا موجود.

وحدت وارو، وڃي نغارو،
هو هونگارو، يڪ يڪتارو،
سخن ستاري، سوز سرود،
حق موجود، سدا موجود.

□





(216)

تنهنجي عشق ڪيو بيوس آ مونکي،
وس بيوس جو ويني واڪا ڪري.

واڪا ٿو ڪيان ٻُڌيو نہ ٻُڌين،
جي چپ ٿو رهان چرچان ٿو ڏٿين،
ڪڏهن ڳالهيون ڳجهيون چئي چپ ٿو ٿئين،
انهيءَ مام ۾ مرندي روز مري.

جي ٿو هنر هلان تون ٻيي هنر هلين،
نڪي مان ٿو نهان نڪي تون ٿو نهين،
چڱي چال رکي الٽي چال چلين،
نہ ڪا حجت هلي نہ ڪا ساعت سري.

ڪٿي پاڻ اچين، ڪٿي پاڻ وڃين،
هُت پاڻ ڏِسي، هِت پاڻ ڏسين،
سپ صورت ۾ سِر ساڻ رکين،
سِر صدقي سائين ڪو سبب ڪري.

تنهنجي دردن دلڙي ڳاري آ.
تنهنجي ديدن دلڙي ڏتاري آ.
تنهنجي تار ستار جي ماري آ.
وک ويجهي "امام الدين" پنڌڙو پري.

□

(217)

واه مرشد رنگ لايو آ.
لايو ٽيو تہ سجايو آ.
وارو الله ورايو آ.

سِر طاهر جي سهرا سهٽا.
موڙن جوڙ ٻٽايو آ.
طاهر پهرجي آيو آ.

اکيون اظهار جون ٻرن مشعلا.
چشمن چنڊ چمڪايو آ.
سورج پيي شرمايو آ.

ڏند جاويد جا سنهڙا سهٽا.
چپڙن چاهہ وڌايو.
حمد خدا جو ڳايو آ.

محبت ميندي واهہ جو نهندي.
هاديءَ هٿڙو گهمايو آ.
عامر الله وڌايو آ.

عشق عنايت فضل الاهي.
سيني ستار سمايو آ.
محبت مچڙو مچايو آ.





محبت منجهہ محفوظ مدامي.
گيت "امام الدين" ڳايو آ.
آڳي عرض اڳهايو آ.

واه مرشد رنگ لايو آ.
لايو ٽيو تہ سجايو آ.
وارو الله ورايو آ.

❑

(218)

واهه نيڻهن جو نظارو، قلندرا تنهنجي ڳليءَ ۾.
اڄ عشق جو اوتارو، گهر گهر تنهنجي ڳليءَ ۾.

ميندي تا ملنگ ڳائن،
نيڻهڙو پنهنجو نچائن،
رنگ عشق جو رچائن، در در تنهنجي ڳليءَ ۾.

رندن جو سرگرو تون
خوبان جو خوبرو تون
ويجهو آن واهرو تون، واهر تنهنجي ڳليءَ ۾.

تنهنجو آ شان شاهي،
قلندرا تون ڪبريائي،
تئي عشق جي آگاهي، هر هر تنهنجي ڳليءَ ۾.

تون گمراهن جو هادي
ڪَر عشق جي امدادي
ڪثرت کان تئي آزادي، اڪثر تنهنجي ڳليءَ ۾.

وحدت جي موج دريا،
پيالي تي پيءَ پيالا.
پيتو "امام الدين" آ، ڪوثر تنهنجي ڳليءَ ۾.

☐





(219)

ڪوئي اسانجي ٻُڌي نه ٻُڌي، اسان پنهنجي ٻڌايون ٿا ٻولي،
ڳالهه پراڻي نئين سَر ۾، يڪتار وڳي لوڻءَ لوڻءَ لولي

ميڙ ۾ ماڻهن جي تون رَکُ،
رُخ پيرِ مغان جي صورت ڏي،
عشق جي مجلس جا ناچو نِتُ ناچ نچن هر دي هولي.

واعظ جي نصيحت نيڪ اندر،
هڪ نيڪ نظر ٻيو بد نظر،
رندن جي نظر ۾ ٻيو آ ڪٿي، هڪ اک ٻوٽي هڪ اک کولي

پنهنجي ڪي پري جو ڄاڻي ٿو،
سو پاڻ پري ٿئي پنهنجي کان،
اهو ڄاڻ ڄتن جو ڇڏ موڳا، وٺ صورت پر جي رَاهُ سولي،

پَل لوڪ ملامت مٺا ڏي،
سهه سِرتي سختيون سورسيئي،
جي محب مُڪيون مهمانيون ڪٿي، ڪاءِ ڪِل خوشيءَ سان جهَل جهولي

هَل نفيءَ کا ن نڪري ذات اندر،
سَٽ غير گمان اثبات اندر،
دم غافل رهه نه "امام الدين".گم ذات ۾ تي تون رَهُ گولي.

☐

(220)

پتنگ پچن پروانا.

مِڙي آيا مچ تي، سوامي هليا سچ تي،
جوت جمال حسن شمع تي،
نانگن سر نذرانا.

بيخود بانڪن برھ پسر ڪيو،
برھ ڪيا بيگانا.

جوشئون جذب جسم جلايو،
دردن ڪيا ديوانا.

جهل پل ڪنهنجي ڪين ڪي مُڙيا،
مُڙن نٿا مستانا.

جيڏري پنهنجي جان جلائي،
رند ٿيا نہ روانا.

ياد "امام الدين" يار ولڻ جي،
رندن ڪي روزانہ.

8 ربيع الاول 1390ھ مطابق 15 مئي 1970 بروز جمع فقير سائين ولي محمد چانديو هن فاني جهان کي الوداع چيو.
فقير سائين مرحوم عشق ۽ فقر جي پڙ ۾ مست ٿي داخل ٿيو ۽ پتنگ ٿي پچي نڪتو. سندس خدمتن ۽ رياضتن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. سندس قرب وفا ۽ پروانہ ادا ناز انداز ۽ نياز جون ڳالهڙيون پٺي ڳائيبيون. خدا مرحوم جو عشق سلامت رکيو ۽ غريق وحدت عشق رحمت ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ کي دائمي جاءِ ڏني. ستاري فقراء ۾ سندس ياد سدا تازي رهندي ۽ پاڻ دائمي سايہ ستار ۾ وڃي آرامي ٿيو.





(221)

سڄڻ توکي سورن ۾ تو ساھ ساري.
سهارا ختم ٿي ويا، تو هڪ جي سهاري.

جيئن سُور سنجرن تيئن ياد تنهنجي،
پرين يار پيارا ڇڏجو نہ پنهنجي،
سُکي توڙي اهنجي گهڙيون پٺي ٿي گهاري.

لڳو تير جگري سيني يارِ ٿيو آ،
نماڻيءَ نڌر کي نيڻن وارَ ڪيو آ،
پُکي پيار پيو آ تنهنجو سورن ۾ سينگاري.

ننڊي ڪان لڳي ويو اوکو عشق اديون،
سوا تنهنجي ساعت پايان سال صديون،
ڳڻي تارا ڪَتيون ٿي راتيون گذاري.

سکن سات ڇڏيو تون ساٿي سدائين،
جيئين شال جڳ جڳ منهنجا سهڻا سائين!
ننگي تون نڀائين لڳل تنهنجي لاري.

"امام الدين" لونءِ لونءِ لائي ويا لوري،
جند جان سڄڻ تان گهوري وو گهوري،
ڇڏيندا نہ چوري پيل تو پناري.

❑

(222)

دم دم سان دم الله
دم الله هُو، الله هُو چئهُ، الله هُو چئهَ، الله هُو چئهَ

صورت ۾ گم تي وڃ تون غازي!
صورت ۾ گم الله
دم الله هُو، دم الله هُو، الله هُو چئهَ

پاڻ ۾ جاچي ڏِس تون پرينءَ کي
وَفي اَنفُسَڪُم الله
دم الله هُو دم الله هو، الله هُو چئهَ.

هر دم همدم ساڻ سدائين
حال همه هم الله
دم الله هو، دم الله هو، الله هو چئهَ.

ڪار ڪِرت ڪرِ ڪم واري تون،
آخر ايندو ڪم الله.
دم الله هو ، دم الله هو، الله هو چئهَ.

عشق جي غم ۾ بي گمُ تي وڃ،
ڪونهي بيو غم الله.
دم الله هو، دم الله هو، الله هو چئهَ.

نوڙت نياز سان نم تون "امام الدين"
ناچو تي نِم الله
دم الله هو، دم الله هو، الله هو چئهَ.





(223)

ماروئڙن لئه ماندي دل ماندي الا،
ماندي آهي.

قسمت قابو ڪيو ڪوٽن ۾،
بيوس هِت رهي باندي.

نڌر نماڻي نِيرَّ ۾ نجهري،
هيٺي هيءَ تہ هيڪاندي.

پنهنجي ارادي ڪين اڙي آ،
عُمر ارادي آندي.

ڪانگ اُڏايان قالون پايان،
ڪين چڏيندا ڪانڌي.

سورن ۾ هِت سڪندي "امام الدين"،
وارُ بہ ناهيان واندي.

❑

(224)

ٻول پکي ڪا مِٺي ٻولي،
ٻولي الله هو، واري ٻولي آ.

اڄ آڌيءَ رات جو،
ڇيهَڻ ڇمنڙي کولي آ.

ڳٽ ڳٽ ڳيرن جهنگ جهر جهرڪن،
لولي الا الله، واري لولي آ.

ڪانوَ، ڪبوتر، ڪبريون، طوطا،
هُردي هُو واري هولي آ.

شوق شڪار ۾ شهبازن جي،
اک سدائين آلي آ.

ويٺي بيٺي رات گذارِن،
ڳالهه پکين وچي ڳولي آ.

روئندي "امام الدين" راتيون گذاريم،
صاحب ڪٺي پنهنجي سولي آ.
❑





(225)

اسين صوفي صاف ستاري آهيون،
اسين وحدت پريت پوڄاري آهيون.

ڏِسي جهوڪ شهر جون جايون، مِليون وحدت جون واڌايون،
اسين ڳليءَ ڳليءَ تا ڳايون، اسين ناچو نينهن نرواري آهيون.

پَسي روضو پاڪ شهيدان، اکيون ٺار ٿيون، کُليون ديدان،
ٿيو فضل الاهي فقيران، اسين محبت مئه مئخواري آهيون.

ٿيو شاهه عنايت شافي، ڪيو قرب قلندر ڪافي
ڪئي عبدالستار معافي، اسين داتا در ڀڪياري آهيون.

دم صوفي غير نہ ڄاڻي، جيڪو پنهنجو پاڻ سڃاڻي،
مزا محبت موجون ماڻي، اسين باغ خزان ۾ بهاري آهيون.

هڪ هُو ۾ يار هجي وچ، ڪڻ خيال خوديءَ ڪان ڪجي وچ،
ڏس يارڪَبي ۽ سَجي وچ، وٺ وات هئين هڪ واري آهيون.

دم مستيءَ ۾ مدهوش رهون، اسين هستيءَ ڪان پَس پوش رهون،
بس "امام الدين" خاموش رهون، اسين مستيءَ ۾ هوشياري آهيون.
❑

(226)

منهنجا سجڻ! سدائين هر حال ياد رکجانءِ.
پنهنجي ڪي يار پيارا! جيئين شال ياد رکجانءِ.

ڪهڙو آ حال منهنجو مان عيبدار آهيان
عاشق؛ ابوجهه؛ عاجز بس عرضدار آهيان
بچڻ تي لک پلايون، بس پال ياد رکجانءِ

تنهنجي مٺا! محبت ماندو ڪيو آ منڙو.
سُک چين منهنجو سهڻا! ساجهر سوير ويڙو.
ڏکڙن جا تون ڏهاڙي، احوال ياد رکجانءِ.

پنهنجو ئي پيار ڪر تون، هن جو آ پيار ڪهڙو؟
نينهڙو ننگن نڀائج، عاجز سان عارُ ڪهڙو؟
تون جي گهرين ته گهوريس، بيحال ياد رکجانءِ.

تنهنجي لڳي آ دل ۾، دلڙيءَ ڪي آرزو آ.
توسان ملڻ لئه پيارا، دم دم ۾ جستجو آ.
هڪوار مِل تون سهڻا، هي سوال ياد رکجانءِ.

وحدت جي وهڪري ۾، ڪثرت جو ٻوند لوڙهي.
عاشق چڙهيا "امام الدين"، ٻيائيءَ ڪي صوفي ٻوڙي.
سِڪندي جي تون ته ساري، سنڀال ياد رکجانءِ.

❑





(227)

مل تو سانول آکے سانول پيارا.
تين بن ميڈا ماهي غم دا گذارا.

چمندے لاکون سول سهان ميں.
ول ول کيها عرض کران ميں.
اِک دن ڈتڑی جندڑی تين نون.
ڈوجهی هووی ڈيوان دوبارا.

هنر تے حيلے نتے نتے هلايم.
دکهيا دل نون چين نه آيم.
کيوين کران ميں حجت نه هلدی.
وس، بے وس دا چلدا نه چارا.

لگڑيي ميں نون تانگھ ازل دی.
عشق دی آتش نهيں اج کل دی.
ڈيوين دلاسا درد ونديءَ نون.
دير نه لاوين دوست دلارا.

کوجهڑی تيڈے پلڑے پئی هان.
جيهی تيهی چهوڑ نه سياں.
در تيڈے تے لکھ هِن سوالی.
ميتين "امام الدين" دا مونجهارا.

❑

(228)

سنڌء شان اعليٰ، تون مالڪ تون مولي.
تون رازق تون راحم تون خالق خدا.
تون الله الله تون.
تون اول تون آخر تون باطن تون ظاهر.
تون هڪڙوئي هڪ آن مٿي ڪل تي قادر.
تون آقا تون داتا تون داناءِ بينا، تون الله الله الله تون.
تون بي نياز بادشاهہ واحد تون ويجهو.
نڪو تنهنجو جڻيو، نہ ڄايو تون ڪنهنجو.
تون شافي تون ڪافي تون رب العليٰ، تون الله الله الله تون.
تون ستار غفار قائم قديم.
تون رحمان راحم رحيم ڪريم.
خطا بخش منهنجي خطا در خطا، تون الله الله الله تون.
تون سهڻو سدائين سنڌءِ سهڻي صورت.
تو صورت تي خلقي اتم اعليٰ مورت.
سنڌء حسن هر جا جهلڪ جابجا، تون الله الله الله تون.
هن ڪثرت ۾ تنهنجي آ وحدت سمايل.
جتي مان ڏسان تو بلاشڪ تون بلڪل.
ويو غير نڪري رهيو هڪ هِڪا، تون الله الله الله تون.
وطن پاڪ پنهنجو وطن پاڪ ڪر.
حسد جي ديوارن کي پيچ خاڪ ڪر.
فنا تي فنا تي فنا منجهہ بقا، تون الله الله الله تون.
سنڌءِ اسم سان دل کي راحت اچي.
گهريم توکان توکي، بيو نا کپي.
ستاريءَ تي سهڻا عطا ڪر عطا، تون الله الله الله تون.

❑





(229)

سِهرو محبوب جو آ محبوب سِهرو خوبان جي رخ تي لڳي خوب سِهرو.

گل لالہ رخ تي محبت جي مالها، اڪثرين محبوب جون ٻرن مشعالا.
جاذب صورت سهڻي مجذوب سهرو.

دندان حرفِ حق جا مصحف نوراني، چپڙن جي چُر پر ۾ قرأة قرآني.
ناطق نشاني، مڪتوب سهرو

زلفن جي بند ۾ بند دليون هزارين، اکڙين مان اُڇليو تو ميدان مارين.
غالب حسن کان پڻ مغلوب سِهرو.

گفتار شهد شيرين خواهش خداوندي، ڪردار قرب ڪامل نوڙت نيازمندي.
رفتار رب راغب مرغوب سِهرو.

قد ڪلڪ ڪُن جي قائم بس قادري چوان، ارشاد حق جي توکي رس رهبري چوان.
منشا مراد محبن مطلوب سِهرو.

شرفاً غلاف ڪعبہ اکڙين تي تو رکان مان، بي جان بت گهٽائي نسبت ڏئي نمان مان.
شايانِ شان منصب منسوب سِهرو.

نازو ادا جون نظرون سج چنڊ کي جهڪائن، جيئن جيئن تا گهنڊ پائن تيئن تيئن تا دليون گهائن
صاحب بہ صورتِ خود محجوب سِهرو.

مُضطرؔ مدام ممنون مرگان جي ملم ماريو اڪمل اجهو "امام الدين" آقا اچي اجاريو
وحدت جو جام پياريو مشروب سهرو
سهرو محبوب جو آ محبوب سهرو.

❑

(230)

لکان ٿو نياز نوڙت سان، عطاءَ الله جو سهرو.
اجهي اڪمل عنايت سان، عطاءِ الله جو سهرو.

ولي عهدِ ولايتِ منصب شاهه شهيدان کي.
اتم ارشاد عظمت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

تَجمل، شان، شوڪت سان، تَدبّر عِلمُ حڪمت سان.
مُرصع آ محبت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

تڪلم ۾ تبسم ۾، کِلن ڪوٽيون بهارن جون.
نظارن ۾ نزاڪت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

خلق آدم عليٰ صورت، ستاري سونهن سوڀيا ۾.
رنگيل رنگساز رنگت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

نوازيا نظر تنهنجي جا اجاريا عشق تنهنجي جا.
نچن ناچو عقيدت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

ٿيون شاديون شهزادن جون، شغل ۾ شادمانا ٿيا.
ملي ڳايون مسرت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

مُحبن کي عزيزن کي، فدا جي روح رحمت کي.
مبارڪ باد ڪثرت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

دعائون درد وندن جون، صدائون سرفروشن جون.
وصل واڪاڻ وحدت سان عطاءَ الله جو سهرو.

محبت موج ميرانپور ۾ "مُضطر" ڇيڙيو مضراب.
"امام الدين" الفت سان، عطاءَ الله جو سهرو.

□





(231)

"محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ".
"شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ".
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

آدم توکي مبارڪ، توکي حوا مبارڪ.
ڪل انبياء مبارڪ، شهه انبياء مبارڪ.
شير خدا مبارڪ، شهه ڪربلا مبارڪ.
يارِ وفا مبارڪ، اهل صفا مبارڪ.
هن پنجتن جي گهر جي شادي خدا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي شادي مبارڪ.

پيران پير توکي لک لک دفعا مبارڪ.
شاهِ شهيد شادي محبوب و عطا مبارڪ.
تر جا ڌڻي مبارڪ يا عزت الله مبارڪ.
ڪرمئون قبول ڪيو يا فضل الله مبارڪ.
شادي اوهانجي گهر جي سهڻا سدا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

جانِ فدا مبارڪ، ايمانِ فدا مبارڪ.
روح فدا مبارڪ، قلبِ فدا مبارڪ.
دارِ فدا مبارڪ، ديارِ فدا مبارڪ.
امداد يار توکي لک لک، پيرا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.

محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ.
ستار تنهنجي گهر ۾، اڄ شادمانا ٿيا.
عيدون ڪيون عُشاقن، سڀ غير غم ويا.
تنهنجي نظر نوازيا، تنهنجي پڪي پيا.
لک لک مبارڪن جا، قبوليون ٿا اسان.
محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ.

جانِ من مبارڪ، ايمانِ من مبارڪ.
ارشادِ من مبارڪ، شمشادِ من مبارڪ.
دلشادِ من مبارڪ، قربانِ من مبارڪ.
پس مَنَ تو مبارڪ، وَمَنَ من مبارڪ.
محبوب ۽عطا جي، شادي سدا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

وارث وليهن جا يار، وارث علي مبارڪ.
حيدر بخش کي مبارڪ، عبدِ علي مبارڪ.
حسن بخش کي مبارڪ، اڪبر علي مبارڪ.
سائين ولي محمد، قطبِ علي مبارڪ.
نبين جتِيل مبارڪ، صدر الدين کي مبارڪ.
اي تراب علي توکي، ترابِ علي مبارڪ.
هادي بخش کي شبير کي، ثابت علي مبارڪ.
مبارڪ آهي منهنجي ڪل مخدومين کي مبارڪ.
هن "امام الدين" جي آ، "امام الدين" کي مبارڪ.

صوفي خوشي مبارڪ، توکي خوشي مبارڪ.
مونکي خوشي مبارڪ، صوفي خوشي مبارڪ.
هي آ خوشي خوشي، خوشيءَ جي خوشي مبارڪ.





هي حاضري مبارڪ، هي سروري مبارڪ.
بهتر خوشي مبارڪ، صوفي خوشي مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

ٺٽر توکي مبارڪ، ٺٽر توکي مبارڪ.
نارائڻ توکي مبارڪ، آسن توکي مبارڪ.
آتو توکي مبارڪ، ٻسو توکي مبارڪ.
بروهي توکي مبارڪ، حاجي توکي مبارڪ.
لِيلارام کي مبارڪ، لِيلارام کي مبارڪ.
ڏٽي بخش، هاشم، ساوڻ ملهارئين شاه کي مبارڪ.
لال کي مبارڪ، آخوند کي مبارڪ.
دادا توکي مبارڪ، لوٽيا، چينا توکي مبارڪ.
گرز عليءَ کي مبارڪ، ٻڍوءَ شيخ کي مبارڪ.
جهوڪ جي آ منهنجي هر يار کي مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

محفوظ کي مبارڪ، دلدار کي مبارڪ.
طاهر کي آ مبارڪ، اسرار کي مبارڪ.
عبدالغفور ۽ آ اظهار کي مبارڪ.
سلطان شاه شبن شاه لعل بخش يار کي مبارڪ
گدي گنبي يوناني رجب علي گوهر کي مبارڪ.
پورل، حسين سيد، عظيم عبدالوهاب کي مبارڪ
عبدالرزاق کي مبارڪ، عارب توکي مبارڪ.
غائب توکي مبارڪ، حاضر توکي مبارڪ.
ڍڪڻ شهر جي گهر گهر، گهٽين فضا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ.

حور و ملڪ مبارڪ، ارض و سما مبارڪ.
جن و بشر مبارڪ، شمس و قمر مبارڪ.
ذِڪر و فِڪر مبارڪ، صورت صفا مبارڪ.
صادِق؛ رَڪيل مبارڪ، چيزل؛ خدا دوست.
اي سومرا مبارڪ، اي سومرا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ.

تهدل چوانئو ساري، فقراء کي مبارڪ.
هندو توکي مبارڪ، مسلم توکي مبارڪ.
عاقل توکي مبارڪ، عالم توکي مبارڪ.
مسجد توکي مبارڪ، مندر توکي مبارڪ.
پنڊت توکي مبارڪ، مُعلِم توکي مبارڪ.
قرآن توکي مبارڪ، گيتا توکي مبارڪ.
مذهب توکي مبارڪ، ملت توکي مبارڪ.
انسان سڀ کي دين ۽ دنيا توکي مبارڪ.
سَتارين کي شادي "امام الدين" آ مبارڪ.
تهدل چوانئو ساري، فقراء کي مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي، شادي سدا مبارڪ.

□





(232)

اي سنڌ جا پٽائي! سنڌڙي تي توکي ساري
سنڌڙي تي توکي ساري ويهه نا مٺا! وساري.

دنيا جي شاعرن ۾ اعليٰ مقام تنهنجو
اسمِ خدا صفت ۾ نروار نام تنهنجو
پيوند قرآن ناطق پڙرو پيغام تنهنجو
قرب و ڪلام تنهنجو، مُيون ٿو دِليون جياري.

تون عاشقن ۾ عاشق، وحدت جو تون وينجهارو.
ڪثرت جي ڪَن ۾ ٿي، ڪشتي گھري ڪنارو.
موليٰ ٿي ملڪ پنهنجو، سنڌڙيءَ جو ٿي سهارو.
پاڪ وطن جي پيارا، ڪشتي ڪجانءِ ڪناري.

سهٽيون بہ سَو سڪن ٿيون، ميهر بہ مست آهن.
من مارئيءَ جو مونجهو، موهي ڪيو آ مَحلن.
صد حيف آهي تن تي جيڪي وطن وسارن.
سسئيءَ جا هوت هيڪر، وري آءُ واڳ واري.

مومل جي ڪاڪ ڪيئي، راڻا سوين رلايا.
سومل جي چال راڻي، جهڙا مرد پي پِلايا.
اوکي آ مام محبت، پتنگن بہ پهه پچايا.
جوڏن جِگر جلايا، صورت جي تاب پاري.

سسئي تان سور آهن، پاڻهي پنهون ٿيندا سي
هڪ آهيون سيئي هڪ سان، هڪ ٿي ملي ويندا سي
انجامُ جو ازل کان، پاڙي پَڪو ڪندا سي
هِن هُن ٻنهي ويندا سي، پُڪي عشق جي پناري

تنهنجي سنگت سنياسين جوڳين سان جڳت هيڙي
مليون دليون مليون ٿي رندن سان رس هيڙي
تنهنجي پُڪي پيارا سپ ڪنهن سان پوت هيڙي
اڄ سي دليون ٿو ڳوليان، در در وڃي نهاري.

□





(233)

فقيرن جي دل ۾ دونهڙا دکن ٿا.
ڏکن جي پنيان ڏک اُمالڪ اچن ٿا.

ضعيفن جا ضامن، ابوجهن جا آقا،
توکان حال منهنجو، ڳجهو ناهي مولي،
عِنايت؛ عنايت؛ عنايت گهرن ٿا.

سندم حال هيڻو، چئي ڇا ٻڌايان؟
ڏکيا ڏينهن ڏاڍا، ڏکيون راتيون گهاريان،
سوين سور عاشق، صدما سهن ٿا.

الائي ڇو وساري وڃين يار ويٺين،
چريءَ جا چِڪائي نہ ٿو چاڪ چيٺين،
هتي حسرتن جا ڳَلا گهٽجن ٿا.

حسن آڻي حيرت جي واديءَ ۾ اڇليو،
ٻندو ٻيوس ٿيو، وس نہ هلي ٿو،
جملو جهوڪَ جن جو سي هلندا هلن ٿا.

ڪڏهن شوق شاهي، غريبي گذر آ.
سونهون ٿيڃ سڻا! هي سچ جو سفر آ.
رُليَن کي "امام الدين" رهبر رسن ٿا.

□

(234)

كول اکيون منهنجا مِٺا!
او توکان دل جو دلبر پري ناهي،
او توکان من جو محرم پري ناهي.

قولَ ڪري هت آيو آهين،
سُور نہ توکان ٿيا سَٺا.

وينو ويهڻ لئہ ڪاڏي ويندو؟
پَکَ هٽي ويھہ تون پِٺا.

ساهہَ کان ويجهو سپرين آهي،
وَنَحنُ اَقرَبُ ۾ ويٺا.

اسم صورت جو ڪر تون مطالع!
ڪمڙا پڙهئون ٻيا چِٽا.

حاضر، ناظر چاڻ "امام الدين"،
جاٽي، ڪاٽي هِن ڪَٺا.

❑





(235)

جيڪي سور سَهن، سي ڪيئن سَکَ سمهن،
سهٽا سدائين ساهہ سِڪي ٿو.

ڏينهان رات ذڪيءَ ڪي الاميان،
دم دم دوڙ ڏکن، دم دم دوڙ ڏکن.

تاب حسن جي تڙپ اندر ۾،
جيرا جوش جلن، جيرا جوش جلن.

ڳجهہ پرين جون ڳالهڙيون الا،
پل پل پور پون، پل پل پور پون.

اڄ تہ وري تون اڱڻ اسانجي،
ڏسيو نيڻ ٺرن، ڏسيو نيڻ ٺرن.

اڻم اميدون يار "امام الدين"،
پرين من پچن، پرين من پچن.

❑

(236)

مارن مونکي مٺڙا منهنجا
ڳجهيون تنهنجون ڳالهڙيون

هلندي هلندي هوت هٽي ويا،
برهه سنديون کي پالڙيون.

عشق ۾ هردم رهن تيون سهڻا!
اکڙيون منهنجون آلڙيون.

عشق وارن کي مات ڪرڻ لئه،
چست رکين تو چالڙيون.

ساعت ساعت ۾ سک وارن جون،
سهڻا! رکج سنڀالڙيون.

ڪين ٿيون وسرن گهڙيون "امام الدين"،
جانب توسان جالڙيون.

□





(237)

پانڌياڻي پانڌياڻي پانڌياڻي آهيان

اٿم ادا اوجن جي اندر اڪير سي مارون
ميرانپور مير.

شوق شراب جو شاهه عنايت،
پيالو پيارج پيرا!

داتا! تنهنجي آيس دَر تي،
واهر ٿيندين وير.

سهڻي ستار جي سام سَتاري،
صوفي مرد فقير.

ارشادا! اوهانجي آسري آهن،
هيڻا هي تہ حقير.

عين عطا تي ساڳي صورت،
حق جي حقُ تصوير.

عطا عاصين مٿي "امام الدين"،
مِهر ڪندين مهمير.

پانڌياڻي، پانڌياڻي، پانڌياڻي آهيان،
اٿم ادا او جنجي اندر اڪير سي ،
مارون ميرانپور مير.

□

(238)

جهاتي وو يار جهاتي پاتي اندر ۾.
تن صورت تنهنجي سجاتي.
ذاتي آهين تون ذاتي.

وَفِي اَنْفُسِكُم يار اندر ۾، سڄڻ سائين گهر جو گهر ۾.
صورت منجهہ صِفاتي.

حسن عطا جو حسن اِلاهي، گهوريان تهن تان ساري خدائي.
لڱون سڄڻ سان مون لاتي.

عشق جو نئين سر نئون افسانو، تون آن شمع تہ مان پروانو.
پتنگن ڦيري پاتي.

رُخ تي تنهنجي زلف نهن ٿا، اکڙين جا پيالا ڇُلڪن ٿا.
ابروءِ سيف آ ڪاتي

عشق جا ڪافر اسين مستانا، ساجد تنهنجا لک شڪرانا.
آهيون اصل اِثباتي.

عشق "امام الدين" يارعطا ڪيو، مُوتو مرڻ کان اڳ مري پيو.
حاصل ٿي تہ حياتي.

□





(239)

پورهيت تنهنجي در جي مان آهيان،
گولن جي گولي الا، ٻانهن جي ٻانهي الا.

سِر کي مان سينهي ڪري،
پريت جو پاٿي پريان،

ساهہ کيان مان صدقي،
گهوري گهوري گهمايان.

اکڙيون ڏسڻ لئہ آتڙيون،
وينڊي اڳڙ ٻهاريان.

صورت تنهنجي سپرين،
پل پل پيئي مان پوڄيان.

پَڪ پرينءَ ۾ آ پڪي،
دَرِ دَرِ ڇو واجهائيان؟

جهڙي تهڙي آهيان "امام الدين"،
خاڪ پيرن مَٿِ ناهيان.

پورهيت تنهنجي در جي مان آهيان
گولن جي گولي الا، ٻانهن جي ٻانهي الا.

□

(240)

عاشق دَم الله سان، دردن واريءَ دانهن سان.
دل عنايت عنايتَ پئي ڪري.

مرشد شاه شهيد عنايت!
فضل ڪجانءِ فقراء سان، گندي هن گمراهه سان.
دل عنايت عنايت پئي ڪري.

هادي هر دم حاضر ناظر.
رهبر رسجانءِ راهه سان پليل هن بيواهه سان.
دل عنايت عنايت پئي ڪري.

محبت جي مئہ خاني منجهارون.
ڇڪڙي ڏجانءِ ڪا چاهه سان، نالائقن ڪي نگاهه سان.
دل عنايت عنايت پئي ڪري.

سڪ تنهنجيءَ ۾ سهٽل سائين.
سانڊيم سور سرساهه سان، وحدت جي ويساهه سان.
دل عنايت عنايت پئي ڪري.

عشق "امام الدين" اڳ ڪان اڳرو.
هادي شهنشاهه سان هيٺن جي همراهه سان.
دل عنايت عنايت پئي ڪري.

25.1.76







(241)

اهنج لٿا آزار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

سرها ٿيڙا اڱڻ اسانجا.
درشن ٿيا ديدار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

چمن چمن ۾ سبزي ساوڪ.
گل ڦل ٿيا گلزار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

گلڙا گلابي لبن تي لالي.
چشمن جا چمڪار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

بادلَ برهہ جو برڪت وارو.
ورهَ ڪري وسڪار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

درد وندن کي دانُ ملي ويو.
ويڙا ڏوهہ ڏڪار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

محبوبن محتاجيون ميٽيون.
آجا ٿيا عيبدار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

محبت مينهن ميرانپور مدامي.
"ڍڪڻ" بوند بهار، سڄڻ! تنهنجي آئي.
اهنج لٿا آزار، سڄڻ! تنهنجي آئي.

1.2.76



(242)

ايوين نہ جاوين ڇوڙ، صنم! دل لڳاڪے.
صنم دل لڳاڪے، اکيان ملاڪے.

ول ول آوين ساڏڙي ويڙهي.
ماهي منهن نا موڙ، صنم! دل لڳا ڪے.

حال اسانڏا تئن بن پيارا
ڪوئي نہ پڇدا اور، صنم! دل لڳاڪے

درد وندان دي پارت هووئي
لڱڙا نينهن نہ توڙ، صنم! دل لڳاڪے

ڀول نہ جاوين سانون سڄنان!
دکيان دليان جوڙ، صنم! دل لڳا ڪے

لونءِ لونءِ مين هے تيڏڙي لوري
اور نہ ڪوئي لوڙ، صنم! دل لڳاڪے

عشق تساڏي دل ۾ "امام الدين"،
ميخ حسن دي ڪوڙ، صنم! دل لڳاڪے
ايوين نہ جاوين ڇوڙ، صنم! دل لڳاڪے.
3.2.76

□





(243)

ڇو تو عمر وڃائين اجائي؟
غافل بندا غفلت ۾.

ڏيھہ ڏوراهين جا پرڏيهي،
تو هت ڪيئن دل آ قاسائي.

اصلي پنهنجي اصل کي ڏِس تون،
نقلي ڇڏ تون نمائي.

طمع حسد کي توڙٿون تڙ تون،
متان ٻوڙي نيئي تہ ٻيائي.

نيٺ تہ توکي ڏوڙ ڏريندا،
ويندءِ نيٺ وڏائي.

اسم صورت جي راھہ وٺي رڙھہ،
من وحدت ڏئي واٽڏائي.

اهل فقر جي محبت ۾ تي،
مونجھہ نہ ڪا ماندائي.

سمجھہ "امام الدين" صلاح سڻي تي،
توکي چوان تو ڇڱائي.

10.2.76

□

(244)

تو چو وطن وساريو،
ادا "مسافر" راهي،

ماڳ ملڪ تنهنجو هت ناهي،
ڪنهن ڏوتيءَ توکي ڏتاريو،

ويهي رهيو آن ويسلو ٿي،
توکي سستي آهي سمهاريو.

جُوٺي جڳ جي موهہ ۾ مورک،
توکي بر ۾ آهي بيهاريو.

من پاپيءَ ڪي مهميزان ڏئي،
اندر پنهنجو اجاريو.

همٿ هادي حاضر ڄاڻين،
دشمن ڪي تہ ڌِڪاريو.

سفر سڻائو سهنجو ٿيندو،
سائينءَ ڪي پيا ساريو.

عشق عطا جي نظر "امام الدين"،
عيبدارن ڪي اُڪاريو.

12.2.76







(245)

## سهڻي ڌرتي ناهہ

اي همٿ وارا هاري! همٿ سان هرڙو هلاءِ،
سهڻي ڌرتي ناهہ.

هي آهي زمين خدا جي، صالح ٻانها کيڙيندا،
مانجهي مرد مٽيارا هٿڙن سان هرڙا هلائيندا،
پاڪ وطن کي؛ پنهنجي چمن کي؛ جنت باغ بڻاءِ،
سهڻي ڌرتي ناهہ.

تنهنجي هٿن جي محنت سان، ملڪ سدا آباد رهي،
تون جي سُکيو آن، مان بہ سکيو آن، سيڪو سکيوءِ شاد رهي،
پنهنجي هٿن سان، دل جي لگن سان، پريت جي پوک پچاءِ
سهڻي ڌرتي ناهہ.

تنهنجي عظمت اعليٰ آهي، اعليٰ اتم انسان،
مَلڪن تنهنجو سجدو ڪيڙو، آدم اعليٰ شان،
تو ۾ هُو آ، هُو ۾ تون آ، تو ۾ تنهنجي جاءِ،
سهڻي ڌرتي ناهہ.

نفرت؛ ڪلفت ڪوري ڪڍ تون، پاڪ وطن جا پيارا،
محبت سان ڍڪجانءِ ملي، ڪيون ميلا محبت وارا،
محبت واري ڪر پرچاري، سڀ کي ستاري سڻاءِ،
سهڻي ڌرتي ناهہ.

16.12.76



(246)

من ميرانپور؛ ميرانپور پيو ڪري.

جھوڪ واري جوڙي جيءَ ۾ جاءِ،
مرشد شاھ شهيد کي ڳاءِ،
من ميرانپور ميرانپور پيو ڪري.

بي سِرن واريءَ بستيءَ ۾ تون،
بي سِرن جو نارو لڳاءِ،
پنهنجو نام نشان مِٽاءِ.

طالب تي مطلوب ۾ گم،
پنهنجو پيارا پاڻ وڃاءِ،
دل ۾ ديرو دوست جو لاءِ،

عبديءَ واري واٽ اتم تِي،
سون هجين پِل سِڪو سَڏاءِ،
پيغمبر جي پرِ کي پَچاءِ.

پيريءَ واري پڙ ڪان پري تي،
نانگو تي تِينهن نچاءِ،
رندن واري رمز رلَاءِ.

فڪر فنا جي منزل ۾ تون،
برھ بقا جو ملڪ وساءِ،
پاڻ ۾ پنهنجو پرين پساءِ.

ثابت هڪ سَتار عنايت،
هرجاءِ "امام الدين" هوڪو هلاءِ،
ڳالھ اها تون سڀ کي ٻڌاءِ.





(247)

منهنجي مَارن جا، شل وسن ويڙها،
شل وسن ويڙها، مُرڪن مارونئڙا.

هِڪ ٿي هلن ٿا، هِڪ سان نهن ٿا،
سَهٽا لڳن ٿا، ساٿي سانگيئڙا.

محبت مدامي، الھ ڪئي انعامي،
پَرن ٿا غلامي، پٽ جا پانڌيئڙا.

چشمن سان چوري، چڪي ڪن ٿا اوري،
ٻرن ٿا محبت جا، ڏھ ڏھ ڏيئڙا.

مبارڪ مبارڪ، جيڏيون مبارڪ،
سڪ جا سين ڪي، سهسين سنيهڙا.

وحدت آ وائي، صوفي صفائي،
ٻُوڙن ٿا ٻيائي، سچا صوفيئڙا.

دم دم پڪارن، هُو هُو هونگارِن،
اندر ٿا اجارن، جاني جوڳيئڙا.

عشق "امام الدين"، **عطا ٿيو عنايت،**
وسندا رهن مارن تي، محبت جا مينهڙا.

□

(248)

سهرا سهٽل جا سهرا ٿا ڳايون،
شادي مبارڪ ملي ٿا ملهايون.

مجلس جو مهندار مهندار منهنجو،
سهٽن کان سهٽو آ سردار منهنجو،
عطا ڪئي عنايت رنگڙا رچايون.

سِر تي سهٽل جي سهرا سونهن ٿا،
محبت جا اهي موڙ دل کي وڻن ٿا،
دلبر جي ديدن جوڙيون جيءَ ۾ جايون.

شادي مبارڪ محمد بخش شادي،
اڪبر خالد جي الھ ڪئي آبادي،
پنهنجون مرادون پيرن پڄايون.

محبت جا ميلا مٺان مينگھ ملهاريون،
سڪين سانگين تي سدا برھ بهاريون،
بارش برھ جو بوندان وسايون.

توکي مبارڪ، مونکي مبارڪ،
هِن کي مبارڪ، هُن کي مبارڪ،
سيني ساٿين کي لک لک واڌايون.
❑





(249)

برھ بسنت بهاري آ.

عشق وارن اڄ عيدان ڪيڙيون،
بزم بسنت بهاريون لايون،
شاديون، خوشيون گڏجي ملهايون،
چوڏس تي چوڌاري آ.

چمن چمن ۾ سبزي ساوڪ،
محبت ميل هر جا هر هڪ،
عشق عطا جي اظهاري آ.

حُسن حَسن بخش عطا ٿيو،
عين عطا ستار نما ٿيو،
وِڪ وحدت واري آ.

سرنهن ۾ سرهاڻيون تيڙيون،
ڳاڙها؛ پيلا گلڙا؛ مکڙيون،
گل ڦل ۾ گلزاري آ.

شاهہ حسن جو جامون پهري،
نينهن "امام الدين" نت نت نکري،
دم دم ديکي دلداري آ.
❑

(250)

اکئين ڏنا وري يار،
مولِيٰ محب مِلائي،
محب مِلائي، وڇڙيا گڏائي،

جيءَ اندر ۾ جنجي جهوري،
ڳڻتين لاٿا ڳار،

محبت جون ميخان جو هٽي ويا،
گلڙن جي ڪِيا خار،

دردن دامن ڇيهان ڪيڙو،
ڏکن ڪيڍيا هن ڏار،

تنگڙو پنهنجو يارا! نيائج،
هيڏن حرف هزار،

ڏڪڙا، ڏوڙا لوڪ جا سِر تي،
سرتيون ساري ڇمار،

منهنجي منزل مقصد تون آن،
دلبر ڪج نا ڏار،

ڪير "امام الدين" جي تون،
لهندو سار سنيار،

□





(251)

رهون منجهه درد جي درياهه، ترڻ هيءَ تار مشڪل آ.
اچي ساهڙ! سٺائي ڪر، هلڻ هُن پار مشڪل آ.

نہ مان تارون نڪي ٻيڙي، نڪا سيڻهه نڪو ترهو،
وچان لڙهندو تنهنجي لاري، عجب هيءَ ڪار مشڪل آ.

مڙي آيا تہ مانگر مَڇ، بلائون بحر جون بيحد،
بچائج او پرين! پيارا بچڻ بسيار مشڪل آ.

هَوائن آهِ رخ ڦيريو، ڏٺي درياهه ٿو ڇوليون،
ملي پَٽَ موج ۾ ورنہ، ملڻ ميهار مشڪل آ.

ڪٺي وٺ جيئن اڇليو تي، ڪٺڻ ڪم بار باريءَ جو،
ڪنيون مونکان ڪٽي پڄندو، ڪٺڻ هي بار مشڪل آ.

"امام الدين" وهندو وڃ، انهيءَ وحدت جي واهڙ ۾،
پيو پاٽيءَ منجهه پاٽي، ٽيڻ پو ڏار مشڪل آ.

□

(252)

اي محبتي مسافر! منزل نہ ڪر قبول.
منزل مراد حرص جي، حاصل نہ ڪر قبول.

جا شوق کي گھٽائي، ۽ حسد کي وڌائي.
اهڙي فقيري پتڪيل، بلڪل نہ ڪر قبول.

ويجھو رهي جي ڏور، ڏسائن خدا پناهہ!
وچڙيل رهن جي ويجھا، واصل نہ ڪر قبول.

مڪتب خيال فڪر جي، نقطن ۾ گم ٿيءُ.
صوفيءُ جي صاف صحن ۾، اٽڪل نہ ڪر قبول.

دل ۾ خدا جو نام، نظر نيڪ رک نگاهہ.
جنهن دل ۾ درد ناهي، سا دل نہ ڪر قبول.

پنهنجي پچر ۾ رهہ تون، ٻئي جي پچر نہ ڪر.
غافل زبان گندي، غافل نہ ڪر قبول.

ٿي محبتن جي سر تي، ملامت جي پڳ ٻڌي.
دستار دوئيءُ واري، جاهل نہ ڪر قبول.

پنهنجي مراد منزل، وڃائي توکي لڌم.
توکانسواءِ ٻي هر شيءِ، آيل نہ ڪر قبول.

تسليم ۽ رضا جي، ٻت ۾ "امام الدين".
تنهنجي ملت سوا ٻي، رلمل نہ ڪر قبول.

❑





(253)

دم درياهہ پليت نہ ٿيندو، پاڪن پاڪ الله

گند ڪچري کي لوڙهي نيندو، وهندڙ واهڙ واهہ.
ٻندو ڪيڏي چڏ ٻيائي وارو، وحدت رک ويساهہ.

ناف ڪنول کان نارِڪي وٺ، سيني سمنڊ اٿاهہ.
دم دم ماري شوق جون ڇوليون دردن جو درياهہ.

هردي ڪنول کان ڪنٺ ڪنول ۾، سُري رڪج تون سر جو سماءُ.
هلي چلي ٿو توسان ساڻو، هلندڙ دم همراهہ.

ناهہ ۾ آهي اوهون سو هون، لا الہ الا الله.
الله هو ۾ الله هو آ، ساٿي ساهہ پساهہ.

اوکي ٻولي عشق وارن جي، عاشق "امام الدين" سڏاءِ.
صوفين واريءَ سنگت مان ملنديءِ، صورت وارو سولو راهہ.

❑

(254)

لکيو هرڪو پيو لوڙي، لڪئي ڪي ڪي لوڙائن ٿا.
پنهنجي تقدير ۾ قاتل، سچائي سِر نوائن ٿا.

ڪُهڻ تي جي رکن قدرت، ڪُٺل ڪاتيون ڪُهن تن کي،
ڪيل جي واعدا ازلي پنهنجا هت يار پاڙن ٿا.

مليل لولي مقدر جي، امڙ جيجل جي آ پڙ پئي،
تنهنجي ڪرمن جي پينگهي ۾، کِليو لوڏا تہ کائن ٿا.

سڏي ڪنهن دم وهارن ٿا، پنهنجي ير ۾ وجهي ياڪر،
ڪڏهن ٿي بي رُخو پائن، عجب چالا چلائن ٿا.

نهاري ناز مان ڪڏهين، ڪٽن ٿا عين اٽڪل سان،
ڪڏهن مشڪي مرحبا ڪن، ڪڏهن لڪيو لنوائن ٿا.

"امام الدين" قدرت جا، مڙئي ڪم هيئن ۽ هونءَ يي
محبت نينهن جو ناتو، ٽنگي ٿي ڪي نيائن ٿا.

❑





(255)

پنهنجو وڃائي پاڻ کي، پاڻ ۾ جاچي ڏٺم،
پنهنجو پتو ڪنهن کان پڇان، پاڻ کي ئي گم ڪيم.

گم راهہ ۾ گمراهہ مان، رهنما خود راهہ مان،
ويساهہ تي ويساهہ مان، اڻ ڄاڻ تي ڄاڻي وِتم.

نامرادي؛ نيستي، منهنجي ساري زندگي،
ڪين ۾ آ ڪينڪي، ناهہ ۾ نعرو هنيم.

خود پرستيءَ کان پري، ڳالهيون خوديءَ واريون ڪري،
بي خوديءَ ۾ دم پري، منصور واري پِر ڪنيم.

"امام الدين، امام الدين"، تنهنجو ڪهڙو ڏرم دين؟
عين حق "امام الدين"، عشق ۾ چاچا چيم.

❑

(256)

ڪير آهيان ڪير مان؟ انڪار مان اُقرار مان.
صلح مان تڪرار مان، عشق مان آزار مان.

ڪاٿي هيس مسجود مان، ملڪن سندو معبود مان.
ڪاٿي ٿيڙيل شيطان شر، نيڪو ڪار مان بدڪار مان.

انسانيت جو رنگ مان، حيوانيت جو ڏنگ مان.
ڪاٿي جهالت جهنگ مان، گلزار مان ۽ خار مان.

ڪاٿي مان هندو بت پرست، ڪاٿي مان مسلم ملت پرست،
ڪاٿي مان مذهب نفرت پرست، خراب مان ۽ خوار مان.

درد مان، بي درد مان، هي ساز مان؛ آواز مان،
گيت مان ۽ شعر مان، سُر تار مان، يڪتار مان.

اي "امام الدين" مون ۾، مونکي ماري مان چيو.
سير سارو آهي پنهنجو، سنسار مان، ديدار مان.

❑





(257)

حيرت منجهه حيران، رکيو ٿوَ سجڻ! اسانکي.

سِڪ ڏئي سهٽا! سڪائڻ وارو،
سورن جو سامان، ڏنو ٿوَ سجڻ! اسانکي.

چشمن سان دل چوريءَ چوڪي.
نيڻن سان نشان، ڪيو ٿوَ سجڻ! اسانکي.

ريت پريت جو پلڪُ اتڪائي.
پيار ڏئي پريشان، ڪيو ٿوَ سجڻ! اسانکي.

رمزن سان دل ريهي ريبي.
ماٺن سان مستان، ڪَيو ٿوَ سجڻ! اسانکي.

راه "مسافر" مفت ۾ ماري.
سِر سان سِر جو دان، ڏنو ٿوَ سجڻ! اسانکي.

❑

چوڏهين صدي پي چڳي گذاريءَ.
پندرهينءَ جي ٿي پارت پيارا!
پندرهين جي ٿي پارت پيارا. سڻا! سڻيءَ صورت وارا.

سال صدين سڀ گذري ويندا.
توسان هميشه ميلا رهندا.
ساري دنيا فنا ٿي ويندي، ويندي نہ پنهنجي محبت پيارا.

چور فسادي نڱ وڏي ويا.
دوست دوئيءَ جي دام ۾ اٽڪيا.
پنهنجا پراون کان بہ پري ٿيا، نينهن ويو ٿي نفرت پيارا.

شرم حيا ۽ غيرت گم ٿي.
نفسا نفسيءَ جو عالم ٿي.
حيوانن جو هُل هنگم ٿي، لڪندي وتي ٿي عزت پيارا.
پوئين پهر ۾ پڙرو ٿيندين.
ڪيڏو بہ لڪندين ڪين ڪي لڪندين.
منهنجو آهين منهنجو رهندين، تنهنجي عطا آ عنايت پيارا.

سال صدين جي ڪمڙي حڪايت.
برهہ وارن تي باران برڪت.
جنجي "امام الدين" الف سان الفت، تن تي فضل ۽ رحمت پيارا.

❑







ڪسي ويڙا دل ڪسي ويڙا، شل ڪو اڪ نہ اڙائي.
ڦاسائي ڪسي ويڙا

تنهنجون روح رلڻ جون رمزان.
ڏيئي محب ملڻ جون ميچان.
ديد سان ديد ملائي، ڦاسائي ڪسي ويڙا.

تنهنجو چهرو نور نوراني.
تنهنجي پياري پياري پيشاني.
ونگ وارن جا ورائي، ڦاسائي ڪسي ويڙا.

تنهنجي چيڙن جي چر پر ۾.
ڪيئي گهاء ڪيا تہ اندر ۾.
مرڪي ڳجهڙو ڳالهائي، ڦاسائي ڪسي ويڙا.

تنهنجي چال چلت آ نرالي.
من موهڻ ۾ تون مثالي.
تنهنجو هلڻ چلڻ تو پڏائي، ڦاسائي ڪسي ويڙا.

اها باهہ برهہ جي پڙڪي.
تنهنجي هجر ۾ هيانءُ ٿو ٿڙڪي.
ايڏو دور رهڻ نہ جڳائي، ڦاسائي ڪسي ويڙا.

ڏاڍو بار برهہ جو ڀاري.
ڪڻ سرتي "امام الدين" خواري.
اهو نينهن ننگي ڪو نڀائي، ڦاسائي ڪسي ويڙا.

❑

(260)

ستار تنهنجي شادي، شادي صدا مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
سهڻا لڳن ٿا سهرا، ستار تنهنجي سِر تي.
دلڙيون کسن ٿا سهرا، ستار تنهنجي سر تي.
درشن ڏين ٿا سهرا، ستار تنهنجي سر تي.
سهرا چون ٿا سهرا، ستار تنهنجي سر تي.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ، ستار تنهنجي شادي.

صورت ۾ تنهنجو ثاني، مٽ ڪونہ ڪو مان پايان.
تنهنجي حسن جي اڳيان، سوَ سر هجن جهڪايان.
ميلاپ محبتن جا، ميلا لکين لڳايان.
سهرا تنهنجا تو ڳايان، سهرا تنهنجا تو ڳايان.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ ، ستار تنهنجي شادي.

حِلمُ و حيا جو مرڪز، صوفي صفا جو مرڪز.
علم و ادب جو مرڪز، فيض خدا جو مرڪز.
انسانيت جو مرڪز، صبر و رضا جو مرڪز.
تنهنجي زمين عنايت، فضل و عطا جو مرڪز.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ ، ستار تنهنجي شادي.

شاهن جو پرم رکندڙ، تون آ غريب پرور.
تنهنجي نظر ۾ يڪسان، شهنشاهہ ۽ گداگر.
مستن جو تون آن مولي، رندن جو تون آن رهبر.
نيڪن کي تون نوازين، خالي نہ ٿئي گنهگر
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ ، ستار تنهنجي شادي.





ذڪر و فڪر ۾ تون آن، صورت بشر ۾ تون آن.
جسم و جان ۾ تون آن، قلبُ و جگر ۾ تون آن.
تسبيح نماز ۾ تون آن، صفاءِ بنجر ۾ تون آن.
بس تون ئي تون آن، هِت هُت نظر ۾ تون آن.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ، ستار تنهنجي شادي.

اکڙين جي ميل مرڪڻ، تي دلڙي قرائي ويٺا.
تنهنجي شمع حسن تي، پرڙا جلائي ويٺا.
خود عشق بڻجي عاشق، رنگڙا رلائي ويٺا.
نروار نينهن جا هِت، نعرا لڳائي ويٺا.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ ، ستار تنهنجي شادي.

توکي مونکي مبارڪ، شادي خوشي مبارڪ.
سهڻا ستار توکي، نئين زندگي مبارڪ.
مائٽن، مٽن سين کي، آهي مِلي مبارڪ.
هن "امام الدين" جي آ وينتي مبارڪ.
شادي سدا مبارڪ، شادي سدا مبارڪ.
ستار تنهنجي شادي، شادي سدا مبارڪ.

□

(261)

حسن هنيون منجهہ حيرت هاٽي،
عشق آڙاهہ ۾ اڇليو آٽي.

عين اٽن سان ڪري اشارا،
تير تڪا تو تاٽي.

زلف ونگي اهي وار وڌا تي،
واڌڻ جان تو واٽي.

مرڪي مرڪي موهيءِ دلڙي،
مست ڪيو تنهنجي ماٽي.

ڪڏهن ويهارين ويجهڙو تو،
ڪڏهن گهورن جي گهاٽي.

دلڙي تنهنجي پي چاهي تي،
سڪ تي سڪ کي سڃاٽي.

طرف حسن جي طواف ڪيون تا،
ڪعبو قبلو جاٽي.

قرب؛ ڪفر ۾ قدم رکيو آ،
عشق "امام الدين" آٽي.

□





(262)

تصوير يار جي تي ڦري، منهنجي اکين اڳيان،
تنهنجي صنم آ ياد، وردِ دل و زبان.

تنهنجي حسين بُت کي ڏسي، ٿيس بُت پرست مان،
دائم رهان مان جهڪندو، سِر نا ڪڏهن ڪٽان.

تنهنجي پيچيده زلف سان، آ پيچ پٺجي ويو،
خنجر هٽين ٿو هر هر، خوني خمار مان.

تي بي رخو ٿـ ڪڏهين، پاسو ڪري وڃين،
سُرڪي اچين ٿو ڪڏهن، سر سان ۽ ساهہ سان.

صورت سنديءِ مون نقش ڪري؛ دل ۾ اتاري آ.
هر نقش کي مٽائي، هڪ نقش ٿو پريان.

حاضر صورت اوهانجي، بي مثل جو مثال،
ظاهر خدا ٻيو کهڙو، ڏسبو وري اڃان.

وحدت رکي ڏيان ۾، ڪثرت کي هڪ ڪيم،
هرجاءِ تنهنجو حسن، سراسر رهي عيان.

ايمان؛ ڪفر سان ٿو "مسافر" پڪو ٿئي،
بس عشق اچا آ اڳتي ڳالهيون ڪهڙيون ڪيان؟

□

(263)

جهوڪ شريف
1.8.82

اکڙين مان منا! مونکي، هڪ جام پيئاري وڃ.
مدهوش پيو آهيان، هڪوار اٿاري وڃ.

دلڙي جا ڏنم ٽوڪي، سر ساهه پيو آ تنهنجو.
جذبات سُتل منهجا، سيني ۾ اڀاري وڃ.

هٿڙن ۾ ڏئي هٿڙا، هٿڙن کي چمندس مان.
چپڙن جي چنگاريءَ مان، ٻارڻ ڪوئي ٻاري وڃ.

زلفن جي زنجيرن ۾، ڪڙيل کي ڪري قابو.
قاتل کي وري سهڻا! ڪاڪل سان قطاري وڃ.

چهري تان حجابن کي، هلندو آ هٽايون آ.
پنهنجي گوهر گلڙن سان، هيءَ سيج سينگاري وڃ.

چُپ چاپ هلي آ تون، آهٽ نہ سُڻي ڪوئي.
ماٺهن ڪان لِڪي سهڻا!، منهڙو تہ ڏيکاري وڃ.

راهون ٿو تڪيان تنهنجون واٽن تي وڃي ويهي.
منٺار "مسافر" سان گهڙيون ڪي گهاري وڃ.

□





(264)

جنهن رات سڄڻ ملاقات ٿيندي.
اها رات وري ڪا رات ٿيندي.

ويٺو صحن مان پنهنجو سينگاريان ٿو.
اکيون جوت ڪري هٿ ٻاريان ٿو.
تنهنجون راهون سڄڻ! مان نهاريان ٿو.
پلي برهه سندي ڪا ٻات ٿيندي.

اڄ موسم منڊ ملهاري آ.
ڪڪرن جي وڏي قربداري آ.
مِل مهل منا! موچاري آ.
پنيءَ ويل پڳل برسات ٿيندي.

ساونڻ جو مهينو آيو آ.
رُت سارنگ رنگڙو لايو آ.
ڇڻُ تنهنجو سڄڻ ڇا رايو آ؟
سِڪ سوز درد سوغات ٿيندي.

جنهن ڳليءَ اچين هيڪار ٿئي.
گلڙا ٿا ٽڙن گلزار ٿئي.
هڪوار "مسافر" ديدار ٿئي.
خيرات حسن خيرات ٿيندي.

□

(265)

آهيون مست شرابي.
پيئون ٿا پيالن تي پيالا.

هستيءَ کان مستيءَ ڏي موٽي.
ماٺيون نينهن نوابي.

ڪٿي نينهن خماري گهائن.
گهرا نينهن گلابي.

طرف حسن جي ڦيرا پايون.
شائق ٿي تہ شتابي.

مردن سر تي ملامت ڪنئي آ.
خاصي خوب خرابي.

رخ محبوبان مصحف جاٽي.
قاري قرب ڪتابي.

رندن وارو رقص ڪيون ٿا.
منهن چاڙهي مهتابي.

ڏوهہ ثواب کان ڏور "مسافر".
حجت ناهِ حسابي.
□





(266)

تنهنجي محبت ڪيو مجبور مٺا!
تنهنجي سِڪ تہ ڏنو نئون سور مٺا!

چِڪي اکڙين مان هر هر ٿو هٽين.
جڏهن ناز پريا سهٽا! نينهن ڪٽين.
مونکي يار سجڻ ڏاڍو ٿو وٽين.
ايڏو رهہ نہ مونکان تون دور مٺا!

سِر هتڙا ڏئي ويهين ٿو جڏهن.
اهي ناز ڪري موهين ٿو تڏهن.
مون سان ياراڇي ملندين تون ڪڏهن؟
مونکي پل پل تنهنجا پور مٺا!

اڄ پيار ڪيون ڪو پيار وري.
سُتو عشق ڪيون بيدار وري.
ويهي راتيون گذاريون يارا! وري.
اهو درد وندن دستور مٺا!

تون هلندو رهين يا گهمندو رهين.
ڪڏهن رُسندو رهين ڪڏهن کِلندو رهين.
هر موڙ تي مونسان ملندو رهين.
مڙئي مام تنهنجي منظور مٺا!

ڏئي نينهن نشي جو جام مونکي.
ڪيو عشق عنايت انعام مونکي.
نروار نظر هڪ نام مونکي.
انهيءَ مئہ ۾ "مسافر" مخمور مٺا.

(267)

ڏرتي بيجاپور☆ جي توکي منهنجو سجدو سلام.
شاهه عنايت جي گولن جو آيو تي تہ غلام.
منهنجو سجدو سلام.

سنڌ مان هتڙي آيو "مسافر"، شاهه ملڪ تنهنجي در تي.
مرشد منهنجي جا مرشد تو پارَ سچاٽي پياريو جام.
منهنجو سجدو سلام.

تنهنجا لک لک تورا پايان، ڳايان وڄايان لاهي نہ لاهيان.
منهمانن تي مِهر ڪئي تو، عشق عطا ڪيو عشق انعام.
منهنجو سجدو سلام.

سِڪ وارن سان ساٿي ٿيندين، هادي منهنجا هر هنڌ تي تون.
دلڙيءَ دکي جو آٿت آهين، مرشد! منهنجا تون تہ مدام.
منهنجو سجدو سلام

قرب وارن کي ڪول ڪري تو، پنهنجي عنايت ستاري ڪئي.
آهين "امام الدين" جو آقا، تون ئي ستار تون ئي امام.
منهنجو سجدو سلام.

☆ بيجاپور شريف، سنڌي صوفي آستان هندوستان





(268)

لهر لهر تي توکي پڪاري.
ساٿي! منهنجا موٽي آءُ.

ڏور نہ وڃجانءِ ڪيون ڪناري.
ساٿي! منهنجا موٽي آءُ.

اڻ تار ن کي تار ۾ اڇلي، هڪ پر لائيندو تان وڄ.
ٻوڙيون وڃ يا وڃ تون تاري.
ساٿي منهنجا موٽي آءِ.

سيئي سهارا ختم ڪري مون، تنهنجو سهارو حاصل ڪيو.
مونکي ڇڏين تو ڪنهنجي سهاري.
ساٿي منهنجا موٽي آءِ.

واعدو تنهنجو هِت هُت مونسان، پيارا پاڙڻ جو آ پڪو.
واعدو پنهنجو ڇڏ نہ وساري.
ساٿي منهنجا موٽي آءِ.

پنهنجي "امام الدين" جون سهڻا! سڻج صدائون دل سان تون.
پنهنجي وطن هل واڳ تون واري.
ساٿي منهنجا موٽي آءِ.

❑

(269)

حسن هاديءَ جو اچي ديدار ڪر، ديدار ڪر.
عشق شهنشاهہ ڪي نروار ڪر، نروار ڪر.

دل ۾ سدائين ياد رک هڪ نام تون موليٰ سندو.
صورت ۾ وڃ گم ٿي غرق، ستار ڪر، ستار ڪر.

اکڙين جي اوٽ مان لِڪي، جهاتي پائي جيءَ جي اندر.
سيني ۾سائين هڪ نظر، هڪ يار ڪر، هڪ يار ڪر.

ڳولي اکيون کولي ونڄ، هٿ وجي هاديءَ سندو.
جهوڪ جو جاني ادا، سردار ڪر، سردار ڪر.

موج مستي ڪئي عطا عاشق "امام الدين" کي.
وٺج وحدت جو وکر، وهنوار ڪر، وهنوار ڪر.

□





(270)

هر روز چُنين سهڻا! نِشان هزارين ٿو.
گهائين تہ گهٽائي پيو مهمان هزارين ٿو.

دلڙين کي ڏتارڻ جو تو ڏانءُ سَئو جاڻين.
مدهوش اکين سان ڪرين مستان هزارين ٿو.

نيڻن سان نوائي ٿو ڦاسائي ڪرين ڪيئي.
زلفن جي ڪمندن سان، زندان هزارين ٿو.

نازن سان نهوڙين ٿو، ماڻن سان تو مارين پيو.
حيرت ۾ حسن جي ڪرين حيران هزارين ٿو.

چُسڪي جنهن چکائين، تو بي هوش بڻائين ٿو.
ديدن سان ڪرين دلبر، ديوانہ هزارين ٿو.

مانيٺي سمندر ۾ گرميءَ جي تپش ڏيئي.
سينن ۾ اتارين پيو، طوفان هزارين ٿو.

مقتل ۾ "مسافر "هڪ مان تہ رڳو ناهيان.
ابرن سان کُمي جوڙين افسانہ هزارين ٿو.

□

(271)

ياڪي نہ تي تون يارا
ڪر ڪو خدا لڳ خيال اسانجو.

اڳ ئي ڏکن ۾ ڏکويل آهيون.
ويتر تنهنجي وڇڻ جون وايون.
ايذا نہ ڏي آزار، جيئڻ نہ ڪر تون جنجال اسانجو.

توڪانسواءِ ٻيو ڪونہ ڏنو سي.
پيار ۾ تنهنجي پاڻ پليوسي.
دوست نہ ڪج تون ڏار، سائين لڳ سڻ سوال اسانجو.

تنهنجا منهنجا بار ڪنيا تي.
پيارا ڏاڍا پيار ڏنا تي.
باري ڪڻ تون بار، ناهہ ڳجهو توڪان حال اسانجو.

عاصي، ابوجهن جو تون آقا.
دور نظر ڪان ڪر نہ تون داتا.
دوست نہ رُس دلدار، تون آن تنگي تنگ پال اسانجو.

تنهنجي پريت جا ماريا "مسافر".
ڪهڙا "امام الدين" ڏسندا ٻيا در.
آهيون تو آڌار، وحدت توسان وصال اسانجو.
❑





(272)

ڪري گهور گهائن، تنهنجو مست اکڙيون.
ستم ٽيون سهائن، تنهنجو مست اکڙيون.

جڏهن نيڻ خوني خماري کٽين ٿو.
وڏي ناز سان دل تي خنجر هٽين ٿو.
ٽيون چاليون چلائن، تنهنجون مست اکڙيون.

ڪلي خيال سان ٿو خوش تي ڪيڪارين.
پري کان پيارا اشارين اشارين.
مِلي مَن ملائن، تنهنجون مست اکڙيون.

ٻري باهہ تنهنجي اکين ۾ انگاري.
چٽنگ تنهنجي چشمن مان چمڪي چنگاري.
وڏو مچ مچائن، تنهجون مست اکڙيون.

چڙهي ويا وڪوڙي ڪڪر قرب وارا.
احاطي اکين جي ۾ عاشق ويچارا.
وسن ۽ وسائن، تنهنجون مست اکڙيون.

گلابي گلابي ڪڪوريل ڪٽورا
تڪايل "مسافر" تي ٿورن تي ٿورا.
چگيرو چکائن، تنهنجون مست اکڙيون.
❑

(274)

چشمن جي چوغان ۾، تا چُٽن چوڏاري.
ڦهري ڏار ڪجل جي، ڏِين ڏيکاري.
اکڙين آزاري، ڪيئي "مسافر" ماريا.

اکيون مست محبوب جون، خوني خماري.
گهائي وجهن گهور سان، جو دلڙي ويچاري.
"مسافر" تياري، جو سهڻن ستم سهِٺا پيا.

ڪيڪارين خيال سان، اکڙين اشاري.
مرڪي ٿو ماڻا ڪري، نازڪ نهاري.
ملي ٿو ماري، "مسافر" مهمان کي.

گهرا گلابي نيڻ، اکڙيون شرابي.
پيارن پريت مان، شهد شتابي.
"امام الدين" انقلابي، اکيون عجيبن جون.
□





(275)

گڏجي گذاريون سين راتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.
سانوڻ سنديون برساتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.

ڪڪرن جي هيئان قرب جون، جيڪي ڪيون سي ڳالهڙيون.
وعدي وفا جون باتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.

هڪ ٻئي کي ڏسندي پرهہ تائين، گم سم گهڙيون گذري ويل.
أهي پيار جون پرياتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.

جيئن ٿي وڏي گرمي تہ تيئن، سردي سوائي ٿي لڳي.
ڦيريون اسان جي پاتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.

تنهنجي منهنجي پيار ۾، بس پيار هو ۽ پيار آ.
باقي هوس جون باتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.

هر حسن ۾ تنهنجو حسن، هر پيار ۾ تنهنجي پريت.
در در "مسافر" جهاتڙيون، توکي ياد هن ڪِ نہ ياد هن.
□

(276)

ڪير پڇندو حالِ دل، توکان سواءِ پنهنجو پيارا.
نيهن لائي تون متان، توڙين دليون؛ دلبر خدارا.

زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾، پيڙهجي پامال ٿيس.
هڪ نظر تنهنجيءَ ڪيو، دل کي جگر کي پارا پارا.

مظهر موجود ۾، صورت حسن ظاهر ٿيو.
ربَ أرنيءَ جي صدا اِني انا الله جا اشارا.

آسرن تي آسرا، پنهنجا ڪڏهن پورا نہ ٿيا.
نامراديءَ ۾ مرادون، تو ۾ لک لک آسرا.

دور دنيا جو عجب، هلندو رهيو هلندو رهي.
افسوس ڏينهون ڏينهن، پوندو ٿو وڃي محبت ڏڪارا.

حسرتن تان هٿ کڻي ڇڏ، خواهشن کي ختم ڪر.
يار ۾ گم ٿي "مسافر"، رهُ سدا باغ و بهارا.

❑





(277)

منهنجا مهہ جبين! منهنجا مهہ لقا، مونکي پيار ڏئي پوءِ جدا نہ ڪر.
منهنجي دل کسي وري دلربا، مونسان دوستيءَ ۾ دغا نہ ڪر.

هي زندگي توکانسوا، منهنجي مسلسل عذاب آ.
يا مِل اچي يا موڪلاءِ، بس زندگيءَ جي دعا نہ ڪر.

درد و الم کان آشنا، ٿو پيڙهجي هي جسم و جان.
توکي چا چئي مان چا چوان؟ ايڏي سخت سهڻا سزا نہ ڪر.

آسرن تي تنهنجي گذري، ساري منهنجي زندگي.
تنهنجي بي رخي، منهنجي بي وسي، منهنجي بي وسي جي گلا نہ ڪر.

اڄ موڪلائي وئي محبت، تہ هر طرف نفرت ٿي نفرت.
پنهنجي نظر فضل و عنايت، مونکان ايڏو پري تون عطا نہ ڪر.

اي "مسافر" دل کان وٺ، ڪارِ زبان خاموش ڪر.
يار تنهنجو آ با خبر، سهہ پيو تون صدا نہ ڪر.

❑

(278)

چارو ٿيو چمن آ، پنهنجي ڪُتن خرن جو.
هي دور آ دجالي، چالاڪ ۽ ٺڳن جو.
مَنهن ميسٽا گهٽائي، مون پي ڏٺا مگر اڄ.
پردو وجي ٿو ڪڇندو، ڪوڙن منافقن جو.
ڪمزور تي شرافت، لِڪندي وتي ٿي عزت.
ڪَرُ آ ڪنيل ڪمينن، بي شرم ظالمن جو.
لالچ ۽ لوڀ ۾ جن، غيرت پنهنجي وڃائي.
ٿوري جيئڻ جي خاطر، ٿيو موت آ مئن جو.
هر حال ۾ ڏنگڻ جي، عادت رهي وڇونءَ کي.
پنهنجو جسم هريل آ، اڳ ئي اهڙن ڏنگن جو.
ڪيئي تباه هن، پاپين سندي پاڇولن.
مردود ٿي سي مرندا، ڪوڙو خيال جن جو.
اي حاسد! پل جان، تون پي حسد ڪندو رهه.
سڙيل جهڳو سدائين، ويران حاسدن جو.
محبت پريت نالو، سڪ سوز درد ڪاتي.
ڳولهيو نٿو ليي کو، هڪڙوئي مٽ لکن جو.
سچ ڪوڙ جي صفائي، هڪ ڏينهن نيٺ ٿيندي.
ساٽي ستار ساٽي، صوفي سدا سچن جو.
جو هِت نٿو سڃاڻي، سو هُت به ڪين ڏسندو.
افسوس آ "مسافر" مونکي اهڙن اَنڌن جو.

□





(279)

ڳاله ڳجهي هيءَ رازن واري،
ڪنهنکي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.
رندن واري ريت نياري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

احد ۽ احمد فرق نه ڪوئي، ميم محمد ص حمد سيوئي.
جوئي باهو سائين سوئي، ڪنهنجي پوڄا ڪير پوڄاري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

پنجتن پاڪ پيارا پرور، ساٽي ساٽي هادي رهبر.
نام علي آ زبان تي هر هر، چارئي يار چڱا چوڏاري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

پيرن جا اي پير! پيارا، دامن تنهنجي هي دکيارا.
ميران شاه مدد ڪر خدارا، دانهون ڪري ٿي دل دکياري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

مرشد شاه شهيد عنايت، نيزي سِر نشان شهادت.
انسانن لئه پيار محبت، سهڻي ستار جي صورت پياري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

منهنجو مذهب ملت وحدت ڪثرت وحدت پيار محبت.
دين ڌرم جي جوڻي سنگت، دوکيبازي، فريب مڪاري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

هندو مسلم مومن آهيون، مسجد مندر گوڏا گسايون
مال پرائو خوش ٿي کائون، ڪوڙي اسانجي دعويٰ داري
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان

شيعہ سني، فرقي باري ملا؛ پنڊت، نيڪ نمازي
ڪيڊ هڏي جي تڪڙا تازي؛ خلق خدا جي ڪن آزاري
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان

ماٺهو ماٺهوءَ کي ٿو کائي، مِٽي مائٽي وئي موڪلائي.
سِڪ وارن کي سيڪو ستائي، انسانن جي آهہ و زاري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان

مسجودِ ملائڪ آدم اتم آ، پاڻ ئي خود آ خدا جو قسم آ.
پاڻ سڃاڻي تہ ڪهڙو ٻيو غم آ، صورت حسن ۾ ٿي اظهاري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان

توکي ڳوليان بحر و بر ۾، گلشن گل ۽ شاخ شجر ۾.
ڪعبي؛ مسجد ۽ مندر ۾، هرجاءِ تنهنجي آ گلڪاري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

ڪير هلي ٿو؛ ڪير چلي ٿو، ڪير روئي ٿو؛ ڪير کلي ٿو.
ڪير وڃي ٿو، ڪير ملي ٿو، ڪنهنجي هٿڙي آ اختياري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

سڀ ۾ تون آن، اندر تون آن، مون ۾ تون آن، ٻاهر تون آن.
اول تون آن، آخر تون آن، هرجاء تنهنجي آ نرواري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

ڪير آ ٻيو ڪوئي ٻولڻ وارو، پاڻ کي پاڻ ئي ڳولڻ وارو.
ناهہ مسافر رولڻ وارو، عشق ڏني آ پڪي اعتباري.
ڪنهن کي ڏسي مان ڪنهن کي ڏسيان.

□





(280)

هڪ ڏينهن ظالمن تي قهرِ خدا جو ڪرندو ٻم.
نيت ۾ ڪرت جنجي، ڪريل سيئي ٿيندا ختم.

دل جلين کي جو جلائيندو، تہ خود ويندو جلي.
بي حيا؛ بي شرم؛ بڇڙا، ٿي ويا بيشڪ پسم.

پاڙ جن جي آ پٽيل، سي پٽيل پٽجي ويا.
جي ڪندا رهندا فقيرن، جي مٿان جبر و ستم.

برهہ وارن جي مٿان، بهتان بدناميون مڙهن.
ڪوڙ وارا ٿيا قرآني، هر هر کڻن ڪوڙا قسم.

وات ۾ جن جي سدائين، آ ڳِلا غيبت جو ڪاڄ.
سي پنهنجي پاڻ مُئن، جو گوشت کائي ڪن هضم.

جي پڇر ڪن ٿا پرائي، تن جي پڇر ٿي عام جام.
ڪَر کٽي ڪوڻن تي ٻيهي، پنهنجي ڏيکارن ٿا قلم.

اي "مسافر" سَهہ پيو، تو ۾ سمايل آ ستار،
جنهن انڏي؛ صورت نہ ڄاتي، تنهنجو ڪبو هاڻي ڪهڙو غم.

□

(281)

پڄجي ويڙا، دل ڪٺي ويڙا،
چني سنگت ساري، ياڙي پڄجي ويڙا.

ڏاڍو نينهن نڀائڻ اوکو، دنيا لالچ لوڀ جو دوکو،
ڪوڙن يارن جي ڪوڙي ياري، چني سنگت ساري، ياڙي پڄجي ويڙا.

جاني ڪڏهن جدا ڪونه ٿيندو، نڪو مائٽ ۽ مِٽ ڪوئي رهندو،
هوندو مرد ڪندو وفاداري، چني سنگت ساري، ياڙي پڄجي ويڙا.

جنکي عشق موليٰ جو آ حاصل، ڪندو نظر عنايت ڪامل،
ڪئي سهٽي ستار ستاري، چني سنگت ساري، ياڙي پڄجي ويڙا.

دوکيباز منافق پڄندا، پوئين پهر ۾ پڌرا ٿيندا،
گمراهہ ڪنداسي غداري، چني سنگت ساري ، ياڙي پڄجي ويڙا.

پنهنجو قدم اڳي ڪان اڳرو، منهنجو يار لکن ۾ پڌرو،
ٿي اونده انڌن انڌوڪاري، چني سنگت ساري ، ياڙي پڄجي ويڙا.

پنهنجو جذبو جوش نئون ٿيو، اِجهو عشق اٿيو آ سنئون ٿيو،
اها آگ عطا وري ٻاري، چني سنگت ساري ، ياڙي پڄجي ويڙا.

هڪ ڏينهن "مسافر" ٿيندو، جڏهن نعرو حق جو لڳندو،
ڪندو نينهن وري نرواري، چني سنگت ساري ، ياڙي پڄجي ويڙا.

❑





(282)

شاهہ قلندر داتا پير
فضل الله! فضل ڪر پنهنجو،

صوفين ۾ تون صوفي قلندر، اڙين ابوجهن جي تون آڌر
ميرانپور جا ميرا! مدد ڪر، دامن تنهنجي تي دلگير،
فضل الله! فضل ڪر پنهنجو،

سوالين جا سڀ سوال پڄائين، مُنجهين جون محتاجيون لاهين
رُلين کي تو راهہ رسائين، صوفي مرد فقير،
فضل الله! فضل ڪر پنهنجو،

ذات الاهيءَ جو مظهر تون، سردار صوفين جو آهين سرور تون،
عشق عطا جو دلبر در تون، درد وندن جا اي دستگير،
فضل الله! فضل ڪر پنهنجو،

آهين "امام الدين" جو آقا، فقر پنهنجي جو دلبر داتا،
درشن ڏي ديدار خدارا، عين عنايت ڪر اڪسير،
فضل الله! فضل ڪر پنهنجو،

❑

(283)

سهڻا! ڪري سينگار، پلي آئين يار پيارا!

سِڪندي سِڪندي سال سجوئي.
ويني ڳڻيم وار، پلي آئين يار پيارا!

تاج فقر جو سِر تي پائي.
صوفين جا سردار! پلي آئين يار پيارا!

ساٿ سنيالي سڪ وارن جو.
منڙا مون مهندار! پلي آئين يار پيارا!

اکڙيون تنهنجيون مست شرابي.
خاص رکين ٿو خُمار، پلي آئين يار پيارا!

تنهنجي مِلڻ سان لٿيون مانڌايون.
ٽيڙا گل گلزار، پلي آئين يار پيارا!

پنهنجي "امام الدين" کي پيارا.
دم دم ڏي ديدار، پلي آئين يار پيارا!

□





(284)

ڪمڙا ڪيان مان بيان.
چُپ چُپاتي چُپ تي وئي آ.

عشق ڪٺي مون اُتي اچلايو.
ڳالهه ڪبي ڪنهن ڪان.
ٽپ ٽپاتي ٽپ تي وئي آ.

خبرون ڪمڙيون بي خبريءَ جون.
حيرت منجهه حيران.
چُپ چُپاتي چُپ تي وئي آ.

ڪجھ پڇڻ جي حاجت ناهي.
اورانگهي ارمان.
مپ مپاتي مپ تي وئي آ.

محبت مامر کي مرد پروڙن.
عشق وارا انسان.
گپ گپاتي گپ تي وئي آ.

گذري وڃبو گذر ڳاهن ڪان.
"امام الدين" احسان.
جهپ جهپاتي جهپ تي وٺي آ.

□

(285)

عشق ڪئي آ اُٿلَ وو يار،
موج ميرانپور جهوڪ مان جاري.

گهڙيا؛ چڙهيا، آيا؛ اَگهيا.
رَيءِ ترهي توڪلَ وو يار،
مردن ماڻي برهہ بهاري.

شاهہ حُسن جو شائق شڪاري.
تير هڻي پل پل وو يار،
عشق وارن کي بيِ اختياري.

عشق عنايت عام سخاوت .
ڪانهي ڪا جَهل پَلَ وو يار،
حسن جا هوڪا نينهن نرواري.

صورت ساڃئي سهڻا! تنهنجي.
حسن عطا جا هَل وو يار،
سونهن ستار جي آ سرداري.

اڄ تہ عجيبن ڪئي آساني.
معاف ٿيا مشڪل وو يار،
دم دم دلبر جي دلداري.

عشق "امام الدين" تي آيو.
جَهلي پئي آ جَهل وو يار،
عشق حسن جي ٿي اظهاري.

عشق ڪئي آ اُٿل وو يار،
موج ميرانپور جهوڪ مان جاري.





(286)

سگهو موٽ سڌن تي.
آقا عبدالستارا! تون.

ڏاڍو ڏکويل آهيان.
درد ونڊن دلدارا! تون.

هُلي اڄ تہ هيڏن ڏي.
محب منا منارا! تون.

اوکي جاءِ تي اکيون اڙيون.
دم دم ڏي ديدار تون.

سنگتي ساٿي سات ڇڏي ويا.
اڪيلو آڌارَ تون.

منهنجي غمن تي ڪڏهن تہ توکي.
ٿيندو غم، غمخوارَ تون.

بَا خبر ڪڻ بي خبريءَ جي.
برهہ سندا سپ بارَ تون.

دانهون ڪيان تو دانهين آهيان.
ڪنهن کي ڏيان ڏس، يارَ تون.

دردن واري دم ۾ گهاريون،
ساٿي ٿيءُ سردارا تون.

پنهنجي "امام الدين" سان پاڙج،
ڪيل قول قرار تون.

سگهو موت سڏن تي،
آقا عبدالستارا تون.

❑





(287)

آهيون اسين سي آهيون، سندا الله جا،
باقي رهون تا بيشڪ، بندا الله جا.

هستي ڇڏي سي هستي، موجود موج مستي،
سودو آ دست بہ دستي، ڏنڏا الله جا.

جهڙا تهڙا اوهانجا، پينار پاڙي پنهنجا،
ڪنهنجا هي ڇڻا ڪنهنجا، مندا الله جا.

طلسم دنيا تماشو، پل پر جو آهي پاڇو،
ڦاڻو آهي جو ڦاڻو، ڦندا الله جا.

گم ٿي ڏيکار گم ٿي، ظاهر صورت صنم ٿي،
اولي اسم جسم ٿي، رندا الله جا.

سمجهون تا سِر آ سوئي، آهي اِهو اُهوئي،
ڏسندا جي غير ڪوئي، انڌا الله جا.

ناهيون "امام الدين" ناهيون، آهيون تہ آهيون آهيون،
آهيون الائي ڇاهيون؟ چوندا الله جا.

❑

(288)

خدا ڏيندڙ، ونڊيندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.
اگهاڙن کي ڍڪيندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

سوالي آهيان خالي هي، جهولي ڪين نيندس مان.
پري جهوليون پريندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

پيا هن بار سِر ڀاري، عشاقن جي مٿان آقا.
ڪُهين جا بار کڻندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

ستايل ۽ سڪايل کي مٺا! ديدار ڏيو جلدي.
سندم آزيون تہ ٻڌندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

ڊٺل ويران وستين کي گُلَ و گلزار ڪيو موليٰ.
ڊٺل ديرا اڏيندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

محبت عشق وارن جا مونجهارا ميٽيو مدني.
خدا سان گڏ گڏيندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

ٿيون پوريون اميدون مصطفيٰ جي درتان سڀ منهنجيون.
ڏنيون ڏيندڙ، ونڊيندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

"امام الدين" سان مليو، شڪر الحمد الله آ.
ويا ڪُل غم ڪٽيندڙ آ، محمد مصطفيٰ مدني.

❑





(289)

ارمان آجو پنهنجيءَ، وفا پيي وفا ڪئي.
شايد تہ رسمِ الفت، مون پيي ادا نہ ڪئي.

در دوستن جي عمر، گذاريم سڄي مگر.
ڪنهن دوست دل گهري پيي، دل سان دعا نہ ڪئي.

ڏاڍي سان اک اڙي آ، مسڪين محبتيءَ.
سِر جو تہ سودو ڪيڙو، سخيءَ چو سخا نہ ڪئي؟

مئہ خانہ مان اجايل، سرڪيءَ لئہ پيو سِڪي
ساقي ڏسي ويو ڪِلندو، ڇُڪڙي عطا نہ ڪئي.

خود آگهيءَ جو درس ڏنو، تنهنجي بي رُخيءَ.
تَنهنجي ڪري مون هاٿي، وري التجا نہ ڪئي.

اي رهہ گذر "مسافر"، خود رهنما ٿي هَل.
ڪر شڪر ستار آ، صورت جدا نہ ڪئي.

❑

(290)

ڪنهن جي ڪنهن سان محبت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.
پنهنجي ڪنهن ڪان شڪايت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

سچ صفائيءَ واري سُخن ۾.
ڪابه مِٺڙي ملاوت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

رشتا ناتا خود غرضيءَ جا.
چالاڪي آ، چاهت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

خوش حال ۽ خوش پوش گهرن ۾.
بي چيني آ، برڪت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

مڪتب ۽ خانقاهن ۾..
تعليم ۽ تربيت ڪانهي .
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

مولوي، ملن جي واعظن ۾.
نفرت گهٽي ۽نصيحت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.





مسجد، مندر ۽ گرجائن ۾.
نينهن واري ڪا نوڙت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

پيرن، وڏيرن جي پاتارين تي.
ڦُر لٽ آهي، ورهاست ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

در تي بيٺل دربانن ۾.
امر، ادب ۽ فضيلت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

درندگيءَ، حيوانيت جي.
انتها آهي، قيامت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

اثبات، نفيءَ جي اوتارن تي.
وحدت ۾ پيي وحدت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي!

حاڪم واريءَ ڪرسيءَ ۾ پيي.
جبر گهٽو ۽ عدالت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

ذڪر، فڪر جي هونگارن ۾ پيي.
ذڪر گهٽو پر صورت ڪانهي.
هيءَ به ڪجهه ته حقيقت آهي.

پير فقير نہ ٿيندو ڪڏهن.
جيسين طلب طريقت ڪانهي.
هيءَ بہ ڪجھہ تہ حقيقت آهي.

درد مندن ۽ مسڪينن لئہ.
حقارت آهي، شفقت ڪانهي.
هيءَ بہ ڪجھہ تہ حقيقت آهي.

محبت ريءَ الله نہ ملندو.
جيسين ڪنھن سان محبت ڪانهي.
هيءَ بہ ڪجھہ تہ حقيقت آهي.

رِيءَ سچائڻ سر پنھنجي.
ڪاٿي ڪائي ولايت ڪانهي.
هيءَ بہ ڪجھہ تہ حقيقت آهي.

چوي چَوائي پاڻ "مسافر".
پنھنجي ڪنھن سان عداوت ڪانهي.
هيءَ بہ ڪجھہ تہ حقيقت آهي.

□





(291)

اها ڳالھہ نہ ڪنھن سان سلبي.
ناهي چوڻ جهڙي نڪا چئبي.

اها عشق اشارت، برھہ بشارت.
ڪنھن انڌي پڙهي ۽ گونگي ٻڌائي.
ٻوڙي ٻُڌي ٻئي نا ٻڌّبي.

ايهي راز جون ڳالهيون، الٽيون چاليون.
اڻ ڄاڻ ڄاتيون؛ بي سمجھہ سمجهيون.
اهڙي چال اويڙي چلبي.

توسان آهي ازل ڪان ناتو.
ڪنھن ڪپيريءَ پير آ پاتو.
اها رهٽي هاٽي رهبي.

آهيون طالب؛ تنھنجا طالب.
مطلوب مليو، ناهيون ڪاذب.
بي طلب "مسافر" نہ طلبي.

□

(292)

ڪوئي حال اسا ڏا ڪي جاڻي.
مينون برھ بيماري لڳي لڳي.

تيڏي درد فراق دا مارا.
ڪوئي چال نہ چلدي چارا.
سانون تانگھ ملڻ دي ھي پيارا.
تيڏي چوٽ نينان واري لڳي لڳي.

ڪيئي ويج طبيب پُڇايم.
ڪوئي فرق ڦڪيان مان نہ آيم.
تيڏي ڪارڻ ديس پرديس گھم آيم.
اوکي ضرب ھي ڪاري لڳي لڳي.

گھنڊ کول وِکا سانون مُکڙا.
ساڏي دور ھوون سب دکڙا.
تيڏي قرب ڪرم دا ڪنڙا.
تيڏي پريت ھي پياري لڳي لڳي.

تيڏا راھ "مسافر" رُلدا.
ڪڏان عاجز نال تو ملدا.
ميڏي ڀاڳ بخت سپ کُلدا.
ڏاڍي برھ بھاري لڳي لڳي.

❑





(293)

عشق وارن کي جُھڪي، ھر ھر ڪيون ٿا پيا سلام.
عشق جن جي اندر ۾، تن جا آھيون نوڪر، غلام.

عشق تنھنجي ۾ پيارا لوڪ جا طعنا سھون.
برھ ۾ بدنام آھيون، ٿا جھليون جھيڙا جنيون.

عشق جي منڪر ڪان مولي، تون ڏيندين مونکي پناھ.
عشق جا ھي چريا ڪريا، سام تنھنجي شھنشاھ.

عشق وارن جي نرالي راھ رندي ريت آ.
مست ٿي نانگانچن جن جي اوھان سان پريت آ.

عقل وارا پنھنجي فن ۾ پاڻ کي پائن گھٽو.
راڳ رس جون ڪن رھاڻيون خوب ٿا ڳائن گھٽو.

عشق وارا مست آھن يار پنھنجي خيال ۾.
ٿا رھن ريڏا سدائين مست پنھنجي حال ۾.

"اي مسافر" پيچ تنين ڪان جن جو آ انڊو اندر.
ڪانہ پوندي عشق وارن جي تنين کي ڪا خبر.

زنده باد، اي عشق مولي زنده باد، زنده باد
عشق وارا شاد ۽ آباد زنده باد زنده باد.

❑

(294)

ڪين مڙنداسي ڪڏهن، دب ڏئيءَ وارن ڏنڊا.
عشق جي منڪر ڪرين، جا يار ڪٽنداسي ڪنڊا.

يار پنهنجو تا ريجهايون، محبتي سڀ مُرڪندا.
ساڙ ۾ حاسد سڀيئي، ساڙ ۾ پيا سڙندا.

نينهن تنهنجو تو نچائي، ڪي چريو پيا چوندا.
لوڪ جا طعنا ۽ مهڻا، قرب وارن چا ڪندا؟

برهه وارن کي پڄاڻ جي، جيڪي ڪوشش ڪندا.
برهه جي هِن بزم ۾، پاڙي ڪڏهن نا ٻيهندا.

ڪي ڏڪاريل درد وارن، ڪي ڏين ڏوڙا، ڏڪا.
عشق وارن پئي سَٺا، هاڻي سَهي چا سهندا؟

عشق تنهنجي مست ڪيڙو، حسن نيا سڀ حوصلا.
بخشيش ڪر ڪا برهه جي، سهڻا! عطا ڪر تون عطا.

برهه بي پرواهه ڪي، عاجز بڻايو ڪنهن اَدا.
چا نٿو سمجهين اچا، ڪيئن شاهه تي آيو گدا.

درد وارن کي دعائون، بي درد جي سرتي گلا.
محبتين ڪي "اي مسافر"، مرحبا چئُ مرحبا.

□





(295)

چڪي هڻ تير اکڙين مان، صنم! بر جستہ برجستہ.
سِڀر سينو اڳيان تنهنجي، ڪيم برجستہ برجستہ.

اسانجي يار مارڻ مان، ايندو هٿ چا توکي سهڻا؟
سهڻ وارا سهي ويندا، ستم برجستہ برجستہ

الائي ڪيترا صدما، ڏنا تي يار پنهنجن کي.
پراڻا تي ويا پنهنجا، زخم برجستہ برجستہ.

ملڻ ميلاپ جون ڳالهيون، ڪنداسين ڪيتريون سهڻا!
اسانجو آ اجان اڳتي، قدم برجستہ برجستہ.

محبت موج مستيءَ جي چڙهيل جولان جذبي ۾.
هٽون گڏجي دمن تي دم، اسم برجستہ برجستہ.

اسان کان تون پري ناهين، اها پڪ آ پرين! مونکي.
ڏسئون تا پاڻ ۾ پنهنجا ئي دم برجستہ برجستہ.

"مسافر" سير لئہ هتڙي، آيا آهيون "امام الدين"
وطن پنهنجو اجان اڳتي، عدم برجستہ برجستہ.

□

(296)

منا ماٺوا! الله آندءِ، ڏکوين ڪرڪا دلجوئي،
ڏکوين جا ڏک ميٽي، دلين جا داغ وڃ ڌوئي،

ستايو تنهنجي سِڪ آهي، رکي ڪيڏي تو لِڪ آهي،
پرين لڄم پڪ آهي جوئي آهين، آهين سوئي.

وري ڪو واءُ يي ورندو، ڪُومايل گُل ٽڙي پوندو،
اچي وچڙيل پرين ملندو، نہ رهندو غير غم ڪوئي.

وڃائي پاڻَ ويناهون، پيا تا پاڻ کي ڳولهيون،
ڪڏهن ناهيون، ڪڏهن آهيون، نهوڙيو نينهن آ نيئي.

"امام الدين" الفت ۾، قدم تنهنجو آ قربت ۾،
منا! تنهنجي محبت ۾، چوان ڇا حال مان روئي؟

□





(297)

پردي پردي ۾ رهو، پردي پردي ۾ رهو،
جي ويو پردو کڄي، ويندو هليو سارو مزو،

كُنْتُ كنزاً مَخفِياً اچي ظاهر آ ٿيو،
پاڻ کي پاسي ڪري بشر آهہ بڻيو،
هي ڳجهارت آ ڳجهي، هي آهي راز ڳجهو،

ڪئي حسن تنهنجي حيران ڪيا،
ڪئي ورهہ وري ويران ڪيا،
پنهنجو پاڻ وڃائين ڦند جو ڦيري ڦندو،

عشق شاهہ آهي، حسن بي پرواهہ آهي،
پاڻ تو آزيون ڪري جو شهنشاهہ آهي،
هيءُ رگو شاهہ آهي، پاڻ کي ڳولهي پيو،

هيءُ سنسار سڄو، پرده پوشيءَ ۾ هلي،
خود پيو پاڻ اوهي تو چاليون چلي،
جي ٿو پيو کول ڪري، نہ رهندو ڇمڇٽو،

پري تون پاڻ کان ٿي، پنهنجو پاڻ سڃاڻ،
تون آهين پاڻ ٿي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ،
پنهنجي پاڻ مان توکي، پوندو پنهنجو پتو،

پنهنجي تو ويڙهہ ويئو پيون ويڙهيون وڙهي،
اولي هن جسم تو پيو سختيون سهي،
ڪنهن چوندي چوءُ پنهنجو وٽ پاڻ ڇيو،

آهي هڪ حقيقت، امام الدين آ حق،
بندو ظاهر ۾ چوي، مولا باطن ۾ آ برحق،
ناهي شبهو نڪو شڪ آهي پاڻ اوهو،

□

(298)

اسان جي قسمت ۾ الائي ڇا لکيل سهڻا،
وڇوڙوئي وڇوڙو آ، نصيب ۾ مليل سهڻا.

فراق يار ۾ منهنجو سڙي ٿو جسم ۽ جيرو،
رهيل آ دل فقط باقي اوها بہ آ جليل سهڻا.

سندءِ ڪشتي وچي درياهہ، غمن کان پار ساحل ٿئي،
اسان جي ناءِ طوفان ۾، اڪيلي آ رليل سهڻا.

جدا توکان ٿيم دلبر، هيٺو ٿيو حال آ منهنجو،
جيان ٿو پيو جو دل ۾، ياد تنهنجي آ رهيل سهڻا.

رسي منزل تي تون ڪر ياد، ڪنهن وڇڙيل مسافر کي،
جو ڳولهي ٿو پيو منزل کي، منزل کان ڀليل سهڻا.

❑





(299)

سڄڻ تون سان ناتو نڀائيندو رهندس،
اڙيل دل کي ويتر اڙائيندو رهندس.

اٿم نينهن لائڻ جي عادت ازل کان
عجيبن سان الفت وڌائيندو رهندس.

ڏڪاريندي هيڪر وري يار ايندس،
پيو پنهنجي قسمت آزمائيندو رهندس.

جدائيءَ ۾ تارا ڳڻيندي ڳڻيندي،
صبح تائين ننڊڙي ڦٽائيندو رهندس.

هتي وڃ ڪڪر اچ وسي ڇا ڪندين تون
هتي برهہ بوندان وسائيندو رهندس.

ٿئي يار سامهون مسافر ادب ۾،
حسن جي اڳيان سرجهڪائيندو رهندس.

❑

(300)

آهيان عشق اويڙو عذاب مان،
جنهن جو چاهيان ڪيان خانو خراب مان.

جيڪو مون کي چيڙيندو، پنهنجا تڏا خود ويڙهيندو
آهيان اهڙن انڌن لئه عِتاب مان.

ڪن لئه ڀاڳ سهاڳ مان، ڪن لئه نحس نڀاڳ مان
آهيان نيهن نرالو نواب مان.

ڪاٿي حسن جو آهيان غلام، ڪاٿي آهيان عشق امام،
ڪاٿي رندن وارو رباب مان.

جيڪو مون سان ٿو پيار ڪري، تنهن کي سِر جي بدلي سِرُ ٿو ملي،
تن جو ڏوهه مانءِ ثواب مان.

حسن بہ مانءِ حَسين مان، عشق "امام الدين" بہ مان،
آهيان پردي اندر بي حجاب مان.

❑





(301)

صوفيءَ جي سوز ساز کي، سمجهڻ تہ ڏکيو آ،
هن عشق جي انداز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

صوفيءَ جي رمز ريت نرالي آهي جڳ کان،
صوفيءَ جي ڳجهي راز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

هر جاءِ تنهنجي حسن جو جلوو آ نظر ۾،
هن محبتي مجاز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

تنهنجي تہ ريت پريت جي مستيءَ ڪيو مخمور،
هن شوق جي شهباز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

هي ڪير آهي، ڪير ٿي آيو آهي هنڙي،
هن درد جي دمساز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

پاڻ ڳولهيندڙ آيو هتي پاڻ کي ڳولهڻ،
هن همدم همراز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

پنهنجو تہ آهي پنهنجي ڏٺل يار کي سجده،
هن نيهن جي نماز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

هيءَ ڪير "عطا" جي تو اندر ۾ پيو ٻولي،
الله جي آواز کي سمجهڻ تہ ڏکيو آ.

❑

(302)

صوفيءَ جي اير پير کي ڪو مرد پروڙي،
ڪپيريءَ جي پير کي ڪو مرد پروڙي،

صوفي ويو اتي جتي نہ هي نہ ڪو آ هو
صوفيءَ جي انهيءَ سير کي ڪو مرد پروڙي،

صوفي نہ ڪو آ پير، نہ ڪو آهي هي امير،
هن فقر جي فقير کي ڪو مرد پروڙي،

حيرت آهي مون کي جو آ قاتل سوئي مقتول،
لاشن جي پيل ڍير کي ڪو مرد پروڙي،

هوشيار خبردار جو آ واهر سو آ ويري،
هن واهر ۽ وير کي ڪو مرد پروڙي،

هيءَ آڳ اها آڳ آ جنهن طور جلايو،
هن آڳ جي اندير کي ڪو مرد پروڙي،

ٿي خاڪ ملي ذات، فنا ڪانپوءِ بقا ۾،
فڪرن جي فند ڦير کي ڪو مرد پروڙي،

عاجز کي نہ چيڙيو هي عطا آهي نہ عاجز،
هن درد وند دلير کي ڪو مرد پروڙي،

❑





(303)

چولو بشريءَ وارو، ڳاڙهو اڇو يا ڪارو،
منهنجو پهريندڙ تہ پيارو، منهنجو آهي يار پيارو،

تنهنجي ناز ادا مستاني، تنهنجو حسن حيرت حيراني،
تنهنجي نيڻن جو تہ نظارو، جنهن روشن ڪيو جڳ سارو،

تنهنجي صورت سر سبحاني، سبحاني اعظم شاني،
تون ساڳيو آهين سر سارو، منهنجو آهي يار پيارو،

تنهنجي درتي ٿيا ڪي سڪندر، تنهنجي نظر ڪرم ڪيا قلندر،
تنهنجو ڀاڳ بخت آ پلارو، منهنجو آهي يار پيارو،

تنهنجي هٿڙن ۾ برڪت آ، تنهنجي منڙي پر محبت آ،
تنهنجو نيهن سين ڪان نيارو، منهنجو يار آهي پيارو،

جهڙا تهڙا تنهنجا آهيون، اسين آهيون ڪجهہ ٻي ناهيون،
توکي پرتل "امام الدين" ويچارو منهنجو آهي يار پيارو،

❑

(304)

عاشق اکيون محبوب جون ڪافر ڪري ويون،
هر دوئيءَ واري ڏرم کان، منڪر ڪري ويون.

نظرون ملائي يار چڪي چاتيءَ سان لڳايو،
هن کي لڪائي پاڻ کي، ظاهر ڪري ويون.

طوفان اٿيو آ عشق جو، درياءَ ۾ چوليون،
قطرو پيو درياءَ ۾، سمندر ڪري ويون.

راهه گذر کي راهه ۾ نيڻن نوازيو،
رنداني رمز ۾ مون کي، رهبر ڪري ويون.

مفلس کي موج مستيءَ جي، مام ۾ رکي
توڪل جو ڏئي ترهو، تونگر ڪري ويون.

ڏئي عشق جي امانت، عاشق "امام الدين" کي،
تو جهڙا ڪيترائي، قلندر ڪري ويون.

□





(305)

ڏسڻون ٿا تنهنجي محفل ۾ خدا جي روشنائي آ،
خدا حاضر ۽ ناظر آ خدا جي خود خدائي آ.

شراب شوق جو پيالو پياري پر ڪيو آ تو،
اسان کي تو عنايت ڪئي سدا سڪ جي سراحي آ.

خمر خوريءَ جي عادت کان بچايو ٿي بچائيندي،
رنداني رمز کان ٻاهر خمر خوري تباهي آ.

سنڌءِ مجلس ۾ آ وحدت ۽ محبت جي سدا خوشبو،
هتي موجود حق موجود، هتي هڪ هيڪڙائي آ

وصال يار ۾ آهيون جدائيءَ جون گهڙيون گذريون،
سدائين ميل ميلاپو نہ توکان ڪا جدائي آ.

تصور يار تنهنجي ۾ وياسي پاڻ کان نڪري،
هڪ وهڪ تون نظر ۾ آن ختم ٿي وئي ٻيائي آ.

"امام الدين" تي تنهنجي، عنايت ۽ عطا ٿي آ.
مٿي عرشن کان ٻي اڳتي اجان تنهنجي رسائي آ.

□

(306)

کنهن جو کنهن تي ويساھ، کنهنجو کنهن تي ويساھ،
منهنجو توتي ويساھ تون آن منهنجو الله

تنهنجو مثل نہ ڪوئي مثال چوان،
ڪهڙو هيڏو پنهنجو حال چوان،
تون هر شيءِ کان آهين آگاھ،
منهنجو توتي ويساھ تون آ ن منهنجو الله،

هر شيءِ تنهنجي اثبات آهي،
سڀ صفت ۾ تنهنجي ذات آهي،
تون هر هنڌ همدم ۽ همراھ،
منهنجو توتي ويساھ تون آن منهنجو الله.

پنهنجو جامد ۽ محمود بہ تون،
منهنجو مالڪ ۽ مسجود بہ تون
تون پنهنجن پراون جو پردو پناھ،
منهنجو توتي ويساھ تون آن منهنجو الله

تون هڪ آن هِڪ آ هڪ آهين
تون ظاهر ڪاتي لڪ آهين
مونسان ساٿي ساتي ساھ پساھ،
منهنجو توتي ويساھ

منهنجو عشق "امام الدين" بہ تون،
آهين محبت وارن معين بہ تون
گمراھ ۾ آهيان مان گمراھ،
منهنجو توتي ويساھ تون آن منهنجو الله

❑





(308)

اوهان جي در تي لکين سوالي سدا اسانجي قبول پئي شل،
اچي دعائون گهرن گهٽائي، دعا اسانجي قبول پئي شل.

اسانجو هيڏو هي حال سارو، منا اوهان کي معلوم آهي،
اسين گداگر اوهان جي در جا، گدا اسانجي قبول پئي شل.

حسين چهرو خماري اکڙيون، خدا" جو جلوه جمال آهي
نماڻيون اکڙيون ۽ نياز نوڙت، منا اسانجي قبول پئي شل.

اسان اوهان کان اوهان کي گهريو، اوهان مليا تان سڀ ڪجھ مليو،
نچي ڪڏي تا ريجهايون سڄڻا، ادا اسانجي قبول پئي شل.

اسان تہ ڪجھ بي ناهيون او سڄڻا، جو ڪجھ آهي سوئي آهي،
"امام الدين" کي خطا جي معافي، عطا اسانجي قبول پئي شل.

❑

**Remember Remember**

**Always Remember**

یہ ہی ہے اللہ یہ ہی ایشور۔
Remember Remember.
Always Remember.
مرشد جي صورت خدا جي آ صورت۔
Open yours eyes open brother.
Remember Remember.
Always Remember.
اجائي هوس ۽ حسد کي ڇڏي ڏي۔
It is not fair, it is not fair.
Remember Remember.
Always Remember.
يُحِبُّوْنَهُمْ كَحُبِّ اللّٰهِ
Always love with each other.
Remember Remember.
Always Remember.
پلایاہے ساقون بھر ے جام وحدت۔
It is not whiskey it is not beer.
Remember Remember.
Always Remember.
مَنَمر پوشیده درپوش انسان۔
This is my only, my only picture.
Remember Remember.





Always Remember.
سواءِ پنهنجي سر سڃاڻڻ جي.
You are no more, no more ever.
Remember Remember.
Always Remember.
Do not forgot your self.
توئي سرساڳيو. تون اندر، تون ٻاهر.
Remember Remember.
Always Remember.
عطا ڪئي عنايت "مسافر" کي آهي.
The gift of soul and the gift of nature.
Remember Remember.
Always Remember.
یہ ہی ہے اللہ یہ ہی ایشور.

20.4.99



(۱)

راز اِسی کو کیا کوئی جانے، آدم ہے اسرار۔

خاک کا پتلہ خوب بنا ہے، آدم اس پہ نام رکھا ہے۔
خاک کے اندر دیکھو کیا ہے، صورت کا سنسار۔

عرش سے آیا آپ الاھی، دیکھی آکے اپنی خدائی۔
ہرشے میں ہے جلوہ نمائی، دلبر کا دیدار۔

احد سے ہوکے احمد آئے، صد صد اپنے نام رکھائے۔
کیا کوئی آئے کیا کوئی جائے، عاشق کا اختیار۔

حسن پہ تیرے حیراں ہوں میں، آباد کبھی اور ویراں ہوں میں۔
گاہے گدا شہزوراں ہوں میں، ہر مظہر میں یار۔

عشق ''امام الدین'' درد انوکھا، سَر کی بازی سَر کا سودا۔
اَناالحق ہے دم مردوں کا، سولی پہ سردار۔

□

(۲)

خدا کے نور کا جلوہ محمدؐ نے دکھایا ہے۔
زمیں پر عرش سے کوئی خدا کو ساتھ لایا ہے۔

نبی آدم سے بھی آگے، کہو یہ کون اب جاگے۔
ملائک صف بہ صف بھاگے، خدا خود آپ آیا ہے۔

نہ آدم تھا نہ حوا تھی، فقط اک ذات بقا تھی۔
دکھائی اپنی رضا تھی، محمدؐ نام پایا ہے۔

ہوا ہے حسن پہ حیران، نگاہِ ناز پہ نازاں۔
ادائے یار محبوباں، پیالا پُر پلایا ہے۔

''امام الدین'' ہر مظہر، خدائی ذات کے جوہر۔
ذرا دیکھو سینے اندر، خدا ہی سر چھپایا ہے۔

□





(۳)

دیکھو خاک کا اعلیٰ شان ہوا یہ، خاک میں اب اسرار ہے کیا؟
جب دیکھا ملائک نے آکر، یہ آدم حق اظہار ہے کیا؟

اب حکم ہوا جاکہ سجدہ کرو، تم میرے سوا بھی آدم کا۔
آکے دیکھا تو صورت ہے وہ ہی، یہ آدم میں دیدار ہے کیا؟

جب دیکھا جلوہ موسیٰ نے، بے ہوش گرے طورسینہ پہ۔
طورسینہ جنہوں کا سینہ میں، یہ طور تجلی یار ہے کیا؟

جب آنے کا تجھے ذوق ہوا، آدم کا بہانہ خوب رہا۔
جب کچھ بھی نہ تھا اور ہم بھی نہ تھے، یہ صورت کا سنسار ہے کیا؟

ایسا عشق لگا ہے ذات خدا کو، ذات محمد پہ ہے فدا۔
یہ صلِّ علیٰ ہے ورد رہا اب عشق کا اور اقرار ہے کیا؟

دل سے ''امام الدین'' نہ کر تو دور، کبھی جو یار آیا۔
جب دل سے نہ دلبر دور رہا، یہ تُو اور میں تکرار ہے کیا؟

□

(۴)

کون آیا ہے؟ مورے سجناں کون آیا ہے؟

دل میں آکر دلبر میرے، ڈیرا لایا ہے۔

چھپ چھپ آوے چھپ جاوے، مکھڑا دکھایا ہے۔

آدم میں آکے جو بیٹھا، وہ ہی پایا ہے۔

یاد میں تیرے دیکھ "امام الدین"، کیا کیا گایا ہے؟

□





(۵)

رکھیو موری لاج نبیؐ۔
نبیوں کے سرتاج نبیؐ۔

ارض و سما کا تو ہی مالک،
تیرا ہے یہ راج نبیؐ۔

اپنے آپ کو دیکھنے آیا،
محبوبی معراج نبیؐ۔

عرش بریں پہ کہہ دیا کس نے،
تخت ہے تیرا تاج نبیؐ۔

میں ہوں تیرے در پہ گداگر،
لاشک لا یحتاج نبیؐ۔

شافع محشر میں ہے "امام الدین"،
آقا تیرا آج نبیؐ۔

□

(۶)

میں کوئی اور نہیں تو بھی اور نہیں، اب باقی یہ پردا کرنا کیا؟
جب دیکھ لی اپنی ہی صورت، پھر مسجد سر ہے دھرنا کیا؟

کعبہ کو جاؤں نمازی بنوں گو لاکھ میں ظاہر حجازی بنوں۔
جب تم ہی نہیں ہو دل میں صنم، اب کعبہ کو جا کے پھرنا کیا؟

موت سے ڈرنے والے نہیں ہم، دار پہ چڑھ کے مارینگے دم۔
موت سے پہلے جو مر جاتے ہیں، انکے لئے ہے مرنا کیا؟

تم راز ہو میں ہم راز بنون، تم ساز ہو میں آواز بنوں۔
گو لاکھ چھپائے چھپ نہ سکیں، اب چھپ چھپ آہیں بھرنا کیا۔

جام کسی نے ایسا دیا ہے، مست ''امام الدین'' ہوا ہے۔
جب ہوش گیا مدھوش ہوئے، اب لوگوں سے ہے ڈرنا کیا؟

❑





(۷)

نبیوں کے آقا ہمارے محمدؐ، ہمارے محمدؐ ہمارے محمدؐ،

اک دن ملائکوں کو خدا نے تھا یوں کہا، آؤ دکھاؤں تجھ کو میں دیدار دلربا۔
میری سی شکل میں ہے جلوہ میرا نما، دیکھا ہے جس نے مجھکو ویسا ہی مل گیا۔
محبوب ہے یہ ہی میرا محبوب ہے یہ ہی میرا، نام اپنے میں نزاکت میں ہی ڈالا گیا۔
احد سے احمد بنے یہ اسم میرا اسم تھا، دیکھنا ہے نور میرا دیکھو نور مصطفیٰ۔
یہ میرا اظہار ہے اظہار احمد مجتبیٰ، سر بسر سجدہ کیا سب ہی ملائک نے ادا۔
آؤ سب مل کر پڑہیں صَلِّ علیٰ صَلِّ علیٰ، صَلِّ علیٰ صد مرحبا صَلِّ علیٰ صد مرحبا۔

یا نبی خیرالوریٰ یا امام الانبیاء۔
یہ ہی ہیں ہمارے، ہمارے محمدؐ۔

سوچا کہ آپ کا اب اظہار کرا ٹھیں، آدم کہ گل میں مل کے رنگت کو بھرا ٹھیں۔
پہنا کہ اپنے آپ کو جامۂ بشر اٹھیں، جن کے لئے بنا کہ اپنا ہی گھر اٹھیں۔

آنا جو تھا محبوب کو اب سر بسر اٹھیں۔
یہ ہی ہمارے، ہمارے محمدؐ۔

جس نے پہنا انبیا کا سر پہ اپنے تاج کو دیکھو، ادھر آ کے گیا خود اپنے ہی معراج کو دیکھو۔
جو دیکھا تھا ادھر وہ ہی اُدھر اب آج کو دیکھو، میرے آقا میرے مولیٰ میرے سرتاج کو دیکھو۔

یہ ہی ہیں ہمارے، ہمارے محمدؐ۔

میرے مولیٰ میرے آقا کا اسم پاک ہے برکت، وہ ہی رحمت ہے عالم کی وہ ہی رحمت علیٰ رحمت۔
بڑا ہی شان والا ہے بڑی ہے سب سے ہی عزت، دکھانے آپ میں تھی خود خدا کو اپنی ہی شوکت۔

وہ ہی عزت وہ ہی شوکت وہ ہی برکت وہ ہی رحمت۔
یہ ہی ہیں ہمارے، ہمارے محمدؐ۔

''امام الدین'' عاصی ہوں مگر، تیری رحمتوں میں ہوں امیدور۔
نہ جاؤنگا تیری گلی چھوڑ کر، یہ عاصی گنھگار جائے کدھر؟
دکھادے تو جلوہ مجھے اک نظر، میں سائل ہوں داتا نہ چھوڑوں گا در۔
فقیروں کے لج پال تو لاج ور، کھڑا ہے گنھگار تیرا ادھر۔
خطا کار بدکار ہوں بیشتر، تو رکھ لاج موری میرے راھبر۔
یہ ہی ہیں ہمارے، ہمارے محمدؐ۔
نبیوں کہ آقا ہمارے محمدؐ۔

❑





(۸)

مجھ کو پلایا بھر کے ایسا ہی جام ساقی،
تیری صورت کو سجدہ تیرا سلام ساقی۔

کعبہ کو کیوں میں پوجوں اپنا خدا سمجھ کر،
پتھر کو پوجنا ہے مجھ پر حرام ساقی۔

ھم نے خدا سنا تھا بے مثل بے نمونہ،
لیکن مثال پایا ستار نام ساقی۔

مذہب مٹادیا ہے، اپنا ازل سے میں نے،
بس عشق تیرا حاصل۔ اکمل انعام ساقی۔

روزہ، نماز، تقویٰ، کلمہ، قرآن، چھوڑا۔
اک گھونٹ نے فرائض کردے تمام ساقی۔

مسجد؛ مندر کو دیکھا بت خانہء کلیسا،
لیکن کہیں نہ پایا در رام رام ساقی۔

اللہ اسم جا پون، صورت نہ گر پہچانوں،
بے سود ذکر تیرا بے سود کام ساقی۔

جو ڈھونڈنے سے پایا وہ آں کے سمایا
اپنی مثال صورت اپنا مقام ساقی

اک پیشوا ہمارا، اک ہے ''امام الدین''
بس عشق ہی ہے اپنا آقا امام ساقی۔

❑

(۹)

ساقی شرابِ عشق کا ایسا نشہ چڑہا،
غیروں حجاب حائل پردہ ہی اٹھ گیا۔

میں نے تو مئہ کشی کا ایسا مزا لیا،
نہ یہ رہا نہ وہ ہی نہ میں نہ تو رہا۔

مین نے تو مئہ پرستی اختیار کی ازل سے،
کس کا کروں میں سجدہ سب کچھ بھلادیا۔

مانگے گا کون خلد کو کافر خدا پناہ،
دوزخ سے بھی بری ہیں کہیں بھی نہ رہ سکا۔

اک ہی حسین صورت ستار کی نظر،
ایسی پڑی کہ ہر سو کوہ طور سا مزا۔

پیانہء نظر سے چھلکا جبھی شراب،
قطرا پڑا کنارہ سمندر نہیں ملا۔

آزادگی مبارک دونوں جہان سے،
الحمد عشق ساقی حاصل ہمیں ہوا۔

تو کون ہے تو آخر ''امام الدین''،
کچھ بھی نہیں ہے سب کچھ کہتا ہی کہہ گیا۔

□





(۱۰)

گہے ویران گہے شادان گہے تارک تونگر ہوں،
گہے وحدت وصالی ہوں گہے مہجور مضطر ہوں۔

وصالی ہوں تڑپتا ہوں، فراقی ہوں تو جلتا ہوں،
خدا جانے ہمیں ہر حال درد وغم کا دفتر ہوں۔

تمہارے حسن کی کرنیں پڑی جب خانۂ دل میں،
نگاہوں کا نشانہ ہوں تڑپتا ایک منظر ہوں۔

تیری زلفوں کا میں قیدی رہائی مل نہیں سکتی،
اسیرِ عشق ہوں ایسا مقیدؔ تاکہ محشر ہوں۔

حسین صورت کا میں ساجد میں عابد احد واحد کا،
نہ کعبہ کا نہ مسجد کا پوجاری ناکہ مندر ہوں۔

ستاری آپکی ایسی کہ اک صورت کو اک سمجھا
ارے زاھد! تو کیا جانے مُوحد ہوں کہ کافر ہوں

ملا مجھکو ''امام الدین'' ایسا عشق ہے دم دم،
اگر جانوں و پہچانوں کہ مخفی ہوں کہ ظاھر ہوں۔

□

(۱۱)

پہچان اپنے آپ کو آدم نہیں اسرار ہو،
مسجود ہو معبود ہو بندہ نہیں سرکار ہو۔

بے مثل کا مثال ہو صورت حسن جمال ہو،
جو بھی ہو تم میرے صنم آئینہ دیدار ہو۔

یہ گھر تیرا وہ گھر تیرا یہ ہے مکان وہ لامکان،
ٹھہرے ہوئے راہی جدھر جائے تو خود مختیار ہو۔

بے رنگ ہو؛ ہر رنگ میں، آدم صفت کہ انگ میں،
کرنے کچھ آئے مگر، بھولا ہوا کردار ہو۔

نیکی بدی کہ بھیس میں، بے سود تم پھرتے رہو،
نیکی بدی سے تیرا کیا چلتا ہوا سیار ہو۔

صورت حسن کے نقش میں ملبوس خاکی جسم سے،
آدم بنے ہو آپ ہی سرتاج سرینگار ہو۔

صورت حسن ستار کا عاشق ''امام الدین'' ہوا،
صورت میں گم ہوجا کہ اب اثبات کا اظہار ہو۔

❑





(۱۲)

شام ڈھلی اب رین کی باری،
بیت گئی یوں عمر بچاری۔

مورکھ پنچھی کب اڑنے کو،
اڑ جائیگا باری باری۔

دن کی مایا لُوٹ چکے ہو،
لٹ نہ جائے رین تمہاری۔

دن کو کھویا، رین نہ کھوئیں،
جاگیں لیل نہاری۔

نام کمادین ناف کنول سے،
سیرتا صورت ساری۔

آپ کو جانیں، آپ پچھانے،
ہر دے رکھیں ہوشیاری۔

مورت من محلات مندر میں،
صورت پیاری پیاری۔

رگ رگ سے آواز ''امام الدین''،
سن لے ساز ستاری۔

❑



(۱۳)

جوت جلائیں دیپ دیوالی، من مندر کی رکھ رکھوالی۔
لاکھوں دیپ بجھے پڑے ہیں، جیون جوت برہ بحالی۔

گھر گھر روشن در در روشن، صورت سرت سنبھالی۔
مکھ مورت محلات مندر، سندر دیوی دیکھ دیالی۔

ناف کنول سے راس کنول تک، روشن راہیں ریت نرالی۔
آنگن عشق میں آگ ''امام الدین'' آتش عشق اجالی۔

من مندر مین دیکھ اندھیرا آؤ دیپ جلائیں۔
سندر دیوی مکھ مورت پر سر کو بھینٹ چڑہائیں۔

چشم چراغ آنکھیں آنگن نیناں دیپ دکھائیں۔
نام رام کی مورت آگے لکھ لکھ پھیرا پائیں۔

الکھ اسم کو اپنے اندر جوشوں یار جگائیں۔
آتش عشق لگائیں ''امام الدین'' تو دور اندھیرا؛ روشن راہیں۔

□







(۱۴)

کون سنے گا عرض ہمارا؟
کوئی نہیں ہے تجھ بن پیارا!

دکھیارا کی لاج رکھیو،
ستگر مورے ستارا۔

کیسے بیتے موری عمریا،
جینا ہے دشوارا۔

آس، نراس کی ڈوبتی نیا،
پار لگادے کنارا۔

تورے ملن کی پیاس میں سیان،
تڑپت لیل؛ نہارا۔

بدرا برسے رم جھم نیناں،
اشکوں کا ہے دھارا

رت برسات کی بھیگی بھیگی،
آؤ اب تو خدارا

گذر نہ جائے رت یہ سہانی،
آس ہی آس میں پیارا!

اپنے گھر میں اب تو ''امام الدین''
آنے کا ہے وارا۔

□





(۱۵)

مورے گرو مھراج!
سنگر موری نس لے ستارا!

اس اندھیارا کے آنگن میں مورے چشم چراغ۔
تو بن جگ ہے جگ، اندھیارا۔

کل بیتی ہے کل کی خبر کیا، آجائیو اب آج۔
آسن بیٹھی آس میں پیارا!

اپنی پاپن آپ اٹھائیو، سوامی مورے سرتاج!
منگتی مانگے دیا دکھیارا!

جوگن بنکے بنسی بجاؤں گھر گھر پھرتی راج۔
چھن چھن باجوں یک یکتارا۔

تورے در پے ایک نہیں میں لاکھوں ہیں محتاج
ایک ''امام الدین'' اور بکھیارا۔

مورے گرو مھراج!
سنگر موری سن لے ستارا!

□

(۱۶)

آئی رت برسات سکھی ری!
ناچیں گائیں گیت ملن کے۔

انبوا کی ڈالی پہ پپیہا، کوئل کوکو لات سکھی ری!
پتے پتے کھلے گلشن کے۔
بدرا جھولے؛ برق ھنڈولے؛ جھومے ہے کائنات سکھی رے!
پائل باجے چھنن چھنن کے۔
باجے باجے اب شہنائی۔ خوشیوں کی بارات سکھی رے!
آج پیا گھر دھج دلہن کے
آج سیاں گھر مورے آیا صورت مکھ سوغات سکھی رے!
دیکھ نظارے اب انکھیں کے
عشق عنایت باران باری، خوش رہیو دن رات سکھی رے!
یہ ہی دعائیں دل دکھیں کے۔
کوں سا تحفہ دیدوں "امام الدین"، ارشادی اثرات سکھی رے!
سرت ستاری صاف سخن کے۔

❑





(۱۷)

کرم کی نظر کر کرم کرنے والے!
میری آج بگڑی مقدر بنالے۔

نگاہوں سے بگڑی مقدر بنے گی،
میری مردِ مومن آنکھیں ملا لے۔

کسی تشنہ لب کو مے خانہ تو لے جا،
کوئی پینے والا پیال ہی دکھا لے۔

بہت ہے یہ کافی کسی بے پئے کو،
کہ ساقی کو دیکھ اور مے خانہ والے۔

تیرے دیکھنے کو ترستی ہیں آنکھیں،
کبھی تو خدارا یہ گھونگھٹ اٹھا لے۔

کسی کی خزاں میں بہاروں کی آمد،
کسی کی بہاریں خزاں کے حوالے۔

تجھے ڈھونڈ لوں یا کہ اپنے کو ڈھونڈ ہوں،
جدھر دیکھ لوں میں ادھر دل چرا لے۔

کبھی بزم مایوس کی شب میں آخر،
امیدوں کی شمعیں ستاری جلا لے۔

❑

(۱۸)

نغمہ منصور کو ہر لے میں لانا چاہیے،
سر ستاری ساز سرگرم گانا چاہیے۔

بیخودی میں بندے کو باہوش رہنا چاہیے،
حق سے بڑھ کر بندہ کو بندہ بتانا چاہیے۔

راز وحدت کا چھپانے سے نہیں چھپتا مگر،
عاشق و معشوق کا بس راز رہنا چاہیے۔

دیکھنے میں جو نہیں آتا وہ کیسے دیکھ لیں،
دیکھنے کی چیز جو ہے وہ دکھانا چاہیے۔

مست مئے خواروں کو ساقی جام وحدت کا پلا،
مست مدہوشوں کو گرتے تھام لینا چاہیے۔

حسن صورت، مظہر موجود، حق موجود ہے،
عشق کے انداز بھی عاشق کو آنا چاہیے۔

سر بلندی چاہتا ہے اب امام الدین تو،
خاک پاءِ حضرت ارشاد ہونا چاہیے۔

❑





(۱۹)

بیتی جائے رین رے بالم!
آنا ہے تو آجائیو اب بیتی جائے رین۔

چندرمان آکاش کے تارے،
سب ہی سجان تم کو پکارے،
آجائیو اب پریم دوارے،
ترس رہے مورے نین رے بالم۔

پریم بھٹی کے خالی ساغر،
اپنے ہاتھوں سے بھردے آکر،
نظر عنایت ہوگی ہمیں پر،
ساقی توری دین رے بالم۔

بھیگی بھیگی - رت ساون کی،
مہکی ہے خوشبوء تن کی،
آج پیاجی رین ملن کی،
مل جائیگا چین رے بالم۔

ہر چیز "مسافر" آنی جانی،
مل کر پیار کریں ہم جانی،
رہ جائیگی پریم کہانی،
تورے مورے بین رے بالم۔

❑

(۲۰)

کوئی ہنستا ہے تو ہنس ہنس کے بہل جاتے ہو،
کوئی روتا ہے کہ تم روٹھ کے چل جاتے ہو۔

چاہا تو میں نے بھی تھا ہنس ہنس کے منالوں تجھکو،
جب کبھی آئی ہنسی اٹھ کے نکل جاتے ہو۔

میرا رونا میرا ہنسنا تجھے لگتا ہے گران،
گر میں خاموش بھی رہتا ہوں مچل جاتے ہو۔

وہ بھی دن یاد ہین جب ہم سے ملا کرتے تھے،
اب کبھی آنکھ ملاتے ہی ڈھل جاتے ہو۔

یہ نہ امید تھی تم روٹھ بھی سکتے ہو کبھی،
وہ گئے وعدے کہاں، یارا بدل جاتے ہو۔

اپنے ہاتھوں کو میں ہر وقت بڑھا رکھتا ہوں،
میری باہون میں کبھی آ کے سنبھل جاتے ہو۔

اب تو ہر ایک کو صورت تیری دکھلا دونگا،
میری صورت میں سما کر سب سے مل جاتے ہو۔

اب تو تجھ میں ہی فنا ہونے کو آتا ہے ''مسافر''،
اک قدم آگے بڑھاتا ہوں پگھل جاتے ہو۔

□





(۲۱)

اتنا کیوں کرتے ہو مجھکو تو پریشان؛ مجھے کیا ہوگا؟
میں تو اک رہ گذر جان ہو میری جان؛ مجھے کیا ہوگا؟

اتنا مجھکو نہ ستاؤ کہ تجھے سہنا پڑے،
کیونکہ مجھ میں تو ہی ہے پنہاں مجھے کیا ہوگا۔

تجھکو نہ کہا تھا میں نے نہ میں خود آیا ہوں،
تو نے خود ہی عظیم بنایا ہے یہ انسان مجھے کیا ہوگا۔

بندہ پرور یہ تیرا مجھ پر ہے احسانِ عظیم،
تیرا اپنا ہے یہ گھر اپنا یہ مھمان؛ مجھے کیا ہوگا؟

میرا بچپن میرا جوبھن اب بڑھاپے کے قریب،
غم ملا درد تیرا سوز کا سامان؛ مجھے کیا ہوگا؟

زندگی بھی ہے تیرے اور یہ بندگی بھی تیری،
کس کو ہوتا ہے نفعہ اور یہ نقصان؛ مجھے کیا ہوگا؟

ابرِ باران ہوکہ برسات کی بھیگی رُت،
آتا جاتا ہے کہیں سے اگر طوفان؛ مجھے کیا ہوگا۔

یہ تیری موسمِ سرما یہ تیرے ساون بھادون،
گر بھاروں میں بھی چل جائے خزان؛ مجھے کیا ہوگا؟

یہ تیرا حسن تیرا عشق تیرے ناز و ادا،
کون کرتا ہے کسی کو کوئی قربان؛ مجھے کیا ہوگا؟

میں تو اک پیار ہوں اور خود ہے خدا پیار ومحبت،
مجھ میں موجود ہیں تیرے ہی نشان؛ مجھے کیا ہوگا؟

یہ چمن پھول یہ کلیان یہ مسافر کا سفر،
بس سب کا ہے تو ہی نگہبان؛ مجھے کیا ہوگا؟

❑





(۲۲)

کسی درد مند پہ کر نظر؛ بگڑی بنا بگڑی بنا۔
گرتے ہوئے کو تھام کر؛ آگے بڑھا؛ آگے بڑھا۔

ہم حال حیرت میں کھڑے، میرے صنم تیرے لئے۔
ہیں تیرے درشن کے منتظر، درش دکھا، پردہ ہٹا۔

میرے ناخدا، میرے ہم سفر، میرے رہنما میرے رہنما۔
یہ نگاہِ مستِ کیمستیاں، مجھے لے گئیں جانے کہاں؟

میرے ساقیا! دیکھو ادہر، آنکھیں اٹھا آنکھیں مِلا،
میری بدنصیبی نصیب ہے، جو تو میرے قریب ہے۔

یہ گھر تیرا اپنا ہے گھر، اب آ بھی جا، اب آ بھی جا۔
''امام الدین'' رُکنا نہیں، کہیں دور تجھ کو جانا نہیں۔
ہونا ہے جو ہوگا مگر، باتیں نہ کر، بن کے دکھا۔

❑

(۲۳)

میرے آقا میرے مولیٰ رہنما حسین!
خود عشق ہے حسین اور عشقِ خدا حسین۔

مصطفیٰ کے شانۂ مبارک کا شہسوار،
تیرا میرا نبیؐ کا ہے لاڈلا حسین۔

باطل کی موت آتی ہے ہر کربلا کے بعد،
کٹ کر بھی کربلا میں زندہ رہا حسین۔

اسلام دینِ حق ہے زندہ حسین سے،
کہتے ہیں لوگ کیسے مارا گیا حسین۔

وحدت کا راز پنہاں از قصۂ کربلا،
سَر جو کٹا اِدھر تو سر سے مِلا حسین۔

اثبات کرنے والے فنا سے گذر گئے،
فانی ہوا یہ جسم تو باقی بچا حسین۔

موجود حق "مسافر" موجود حق حسین،
ہر دور میں ہے مظہرِ مولیٰ میرا حسین۔

☐





(۲۴)

دل جلوہ گاہ جاناں تجلات میرے اندر۔
وہ جو چھپی چھپی ہے وہ ذات میرے اندر۔

ارض و سَما؛ ستارے، شمس و قمر سیارے،
ساری سما گئی ہے کائنات میرے اندر۔

انسان میں سمایا ہے سب یہ چھایا چھایا،
میں نے یہ بھی پایا سوغات میرے اندر۔

سب جانتے ہیں لیکن پہچانتے ہیں کم،
جس کو کروں میں ظاہر وہ بات میرے اندر۔

نیکی بدی کہ ہم نے واعظ بہت سنے ہیں،
ہیں عشق کے انوکھے جذبات میرے اندر۔

کہیں سنگ تراش ہوں میں کہیں بت شکن ہوں میں،
محمود میرے اندر، سومناتھ میرے اندر۔

ہر لمحہ اپنے فکر میں ڈوبا ہوا ہوں میں،
نادن رہا ہے اپنا نا رات میرے اندر۔

اب تو گرج رہی ہیں گھنگھور میں گھٹائیں،
شاید برس پڑے جو برسات میرے اندر۔

مرنے سے پہلے مر کے آبِ حیات پی،
وہ بحرِ بے کراں ہے ظلمات میرے اندر۔

اپنی ہی پردہ پوشی کرتا ''امام الدین'' ہے،
گو اٹھ چکے ہیں سارے حجابات میرے اندر۔

□





(۲۵)

کون ہوں میں کون ہوں مجھے جانتا کوئی نہیں،
موجود ہوں میں ہر جگہ پہچانتا کوئی نہیں۔

بے مثل ہوں بے رنگ ہوں، ہر رنگ میں میرا رنگ ہے،
سب میں سمایا ہوں مگر، مجھے دیکھتا کوئی نہیں۔

گھر میرا تیرے گھر میں ہے، در میرا تیرے در اندر،
دید کا دروازہ دل کھولتا کوئی نہیں۔

کس نے دیکھا کیسے دیکھا، جیسا دیکھا ایسا دیکھا،
بات اپنے بھیدگی، اب بولتا کوئی نہیں۔

پہچان اپنے آپ کو، بس آپ ہی تو آپ ہو،
میں نہیں لیکن ہوں میں، یہ سوچتا کوئی نہیں۔

نام کس نے رکھ دیا، میرا امام الدین مگر،
بے نام ہوں میرے نام سے، میرا آشنا کوئی نہیں۔

□

(۲۶)

میرے صاحب کریم، آءِ لَو یو
یو لَوِ می، اینڈ آءِ لَوِ یو

میرے صاحب کریم، ہیپی برتھ ڈے ٹو یو،
ہیپی برتھ ڈے ٹو یو، ہیپی برتھ ڈے ٹو یو۔

تیری صورت خدا کی صورت کہوں میں،
میرے ستار ہو تم، میرے روبرو۔

سراپا عنایت یہ فضل و عطا ہو،
تھجی من موھینڈڑ مٹھی گفتگو۔

تیرا بخت بالا، عمر دراز
اٹھائی دعا آ، اھا آرزو

توں صوفین جو سردار صاحب کریم،
نہ تو جھڑو تھیندو کوئی خوبرو۔

نظر کرم کی عنایت عطا کر،
میرا تو فقط ایک ہے توہی تو۔

ہم سب تیرے ہیں تو ہمارا امام،
رہے جذبۂ شوق، اللہ ہو۔

❑





(۲۷)

سب کچھ بھلا دیا ہے، تجھے دیکھنے کے بعد،
اک تو ہی تو رہا ہے، تجھے دیکھنے کے بعد۔

تیرے حسن کبریا کی، نظر سے ملی نظر،
ہر شخص کبریا ہے، تجھے دیکھنے کے بعد۔

اپنا پتا نہیں ہے کہ میں کون ہوں اور کیا ہوں،
یہ کون بولتا ہے، تجھے دیکھنے کے بعد۔

میں اور تو کی باتیں کب تک کریں گے ہم،
یہ کون آگیا ہے، تجھے دیکھنے کے بعد۔

بزمِ جہاں کی رونق، رندوں کی محفلیں،
اک میلا لگ گیا ہے، تجھے دیکھنے کے بعد

اب جذبۂ عشق جاگ اٹھا ہے "امام الدین"،
ہر چہرا جھومتا ہے تجھے دیکھنے کے بعد۔

❑

(۲۸)

پہچان اپنے آپ کو، آدم نہیں اسرار ہو،
مسجود ہو معبود ہو، بندہ نہیں سرکار ہو۔

بے مثل کا مثال ہو، صورت حسن جمال ہو،
جو بھی ہو تم میرے صنم، آئینۂ دیدار ہو۔

یہ گھر تیرا وہ گھر تیرا، یہ ہے مکان وہ لامکان،
ٹھہرے ہوئے راہی جدھر، جائے تو خود مختیار ہو۔

نیکی بدی کے بھیس میں، بے سود تم پھرتے رہو،
نیکی بدی سے تیرا کیا، چلتا ہوا سیار ہو۔

بے رنگ ہو ھر رنگ میں، آدم صفت کے رنگ میں،
کرنے کچھ آئے مگر، بھولا ہوا کردار ہو۔

صورت حسن کے نقش میں، ملبوث خاکی جسم سے،
آدم بنے ہو آپ ہی، سرتاج ہر سینگار ہو۔

صورت حسن ستار کا، عشق ''امام الدین'' ہوا،
صورت میں گم ہو جاکے اب، اثبات کا اظہار ہو۔

□





(۲۹)

نا میں کسی کا باپ نہ بیٹا نہ میں کسی کے جائی ہوں،
اپنے آپ کو کھوکر اپنے، آپ ڈھوڈنے آئے ہوں۔

آدم حوا کے روپ میں آکر ہر صفاتی کرتا ہوں،
درد کے دام میں پھنس گیا بچارا، حسن کی چوٹیں کھائی ہوں۔

اپن کھیل تماشے خاطر، میں خود ایک تماشائی ہوں،
کتنے کھیل کھلائے ہم نے، کیا کیا چالیں چلائی ہوں۔

میں اپنے آپ کو ڈھونڈ رہا ہوں ہر جگہ میرا ہی جلوہ ہے،
میں سب میں چھپ کر اپنی صورت اپنے سامنے لائی ہوں۔

جس نے میرے راز کو کھولا، اس کا سر سولی پے لٹکا،
نہ جانے کتنے مستانوں کو، تختۂ دار چڑہائی ہوں۔

سمجھوتہ اب کرلے ''امام الدین'' تو اپنے آپ سے،
بندہ بن کر فنا سے گذر جا بھید بقا کا پائی ہوں۔

□

(۳۰)

بولو رے سادھو اللہ اللہ، بولو رے سادھو رام رام۔

ہمرے گرو ستار ہے ہم میں، ہمرو روپ ہیں لاکھوں نام،
آدم حوا اور گوتم ہم ہیں، ہم ہیں کرشن ہم ہیں رام۔

ہمرا دھرم ہے پیار محبت، جس کو کہتے ہیں اسلام،
بکھر گیا کئی فرقوں میں وہ، ہمرا محبت ہے پیغام۔

عشق کی راہ انوکھی رے سادھو، جس میں ہستی ہونا حرام،
ہستی سے نکل کر مستی میں گم، نام میں ہو گیا ہوں گمنام۔

ایسا کام کرو رے پیارے، خود کو جانو خود پہچانو،
خود ہی بھگوان خود ہی شیوک، خود ہی شیوا چولا رام۔

ہم ہیں ہم ہیں کچھ بھی نہیں ہیں، جو کچھ ہیں وہ ہم ہی ہم،
ہمرا پتہ نہیں معلوم کس کو، لوگ ہیں کہتے مجھ کو "امام الدین"۔

❑